# تعليم و تربيت - هڪ جائزو

# Education & Training - An Overview

تعليمي نفسيات، سکيا، نصاب، نظم و نسق، معائنو،
آزمائشون ۽ تحقيق، نيشنل ايجوڪيشن پاليسي 2010-1998ع
جي اقتباس سان گڏ


مصنف:

هڪ ماهرِ تعليم

مترجم:

مسز فرزانہ عرفان مغل
۽
پروفيسر مشتاق احمد چنا



پبلشر: اَي. ايف. مغل ائنڊ سنز
38- سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس
حيدرآباد سنڌ - 71000

# تعليم و تربيت ـ هڪ جائزو

# Education & Training - An Overview

تعليمي نفسيات، سکيا، نصاب، نظم و نسق، معائنو،
آزمائشون ۽ تحقيق، نيشنل ايجوڪيشن پاليسي 2010-1998ع
جي اقتباس سان گڏ


مصنف:

هڪ ماهرِ تعليم





مترجم:

مسز فرزانہ عرفان مغل
۽
پروفيسر مشتاق احمد چنا



پبلشر: آءِ. ايف. مغل ائنڊ سنز
38- سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس ·
حيدرآباد سنڌ ـ 71000

ڪتاب جو نالو : تعليم و تربيت ـ هڪ جائزو
مصنف: هڪ تعليمي ماهر
مترجم : مسز فرزانہ عرفان مغل
۽
پروفيسر مشتاق احمد چنا
ايڊيشن : پهريون
ڇاپو : ٻيو ... جنوري 1999ع
ڪمپيوٽر لي آئوٽ : موهن لال مڪواڻا
ڇپائي : انٽيل ڪميونيڪيشن، 8- ربي چيمبر
حيدر چوڪ حيدرآباد.
قيمت : Rs. 130.00

**نوٽ:**


2. هن ڪتاب کي گهرائڻ لاءِ ڪتاب جي پبلشر پروفيسر اي. ايف. مغل اينڊ سنز، 38 سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس حيدرآباد- 71000 کي بئنڪ ڊرافٽ موڪلڻ گهرجي.

**TALEEM -W-TARBIAT - HIK JAIZO** written by an Educational Expert. translated by **Mrs. Farzana Irfan Moghul & Prof. Mushtaque Ahmed Channa**, published by A.F. Mughal & sons.
Ist. Edition November 1998. Reprinted Jan.,1999. Printed by Intel Communication, Hyd.
Price Per Copy Rs.: 130.00 only.

# فهرست

## پيش لفظ

چيو ويندو آهي تہ ڪوبہ تعليمي سرشتو، ان جي استادن سان سجاتو ويندو آهي. استاد يقيناً تعليمي نظام جو اهم ترين ۽ لازمي جز آهي. استادن جو معيار سندن ملازمت کان اڳ ۽ ملازمت دوران واري ٽريننگ يا تربيت جي معيار تي ٻڌل آهي. جنهن معاشري ۾ اڪثر استاد تربيت يافتہ نہ هوندا ۽ نہ ئي وري ڪين ڪا ملازمت کان اڳ يا ملازمت ڪانپوءِ ڪا تربيت ملبل هوندي تہ پوءِ اهڙن استادن طرفان ٻارن ۽ نوجوانن کي اهڙي تعليم و تربيت ملندي جا پيشورانہ رويہ کان يقيناً خالي هوندي. سکيا جي ٻيڙي کي صحيح سمت ۾ روان دوان رکڻ لاءِ ضروري آهي تہ درس و تدريس جي ڪپتان (استاد) کي ملازمت ۾ گهڙڻ کان اڳ مناسب پيشورانہ تربيت ڏني وڃي ۽ وقت گذرڻ سان گڏوگڏ نوان نوان تربيتي ڪورس ڪرائي ڪيس وقت جي تقاضائن مطابق جديد درس و تدريس سان واسطيدار چاڻ، طور طريقن ۽ پروگرامن کان آگاهہ رکجي تہ جيئن هو پنهنجا فرائض ڪاميابيءَ سان ۽ بخوبي سرانجام ڏئي سگهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن اسان کي سکيا، تعليم يا درس و تديس جي معيار کي بهتر ڪرڻو آهي تہ پوءِ استادن جي تعليم و تربيت (Teacher Education & Training) کي تمام گهڻي اهميت ڏيڻي پوندي.

ڏنــو وجي تہ اجــڪلهــہ، اســتــادن جي تعليم ۾ نوان نوان ۽ جـديد مضـمون، ڪورس، پروگرام ۽ اسپيشـلائيزيشنز ڪُلي رهيا آهن. اهي ڏينهن گذري ويا جـڏهن ساڳيـو اسـتـاد (جنرل اسـتـاد) سڀ مـضـمـون پڙهائيندو هو.هاڻي تہ ساڳئي مضمون ۾ بہ ڪيترين ئي اسپيشلائيزيشنز نڪرنديون پيـون وجن جن جي سيکارڻ لاءِ جـدا جـدا ڄـاڻ ۽ مـهـارتون گـهـرجن. وري مختلف سطحن تي مختلف عمرين، دلچسپين ۽ روين ۽ طبعي ۽ ذهني عمرين جو خيال رکندي مختلف تربيتن، ڄاڻ ۽ مهارتن وارا تربيت يافتہ استاد تيار ڪرڻ ڇڏڪ ضروري ٿي پيو آهي.

مـٿين سـبـن ڪري اڄ جي اسـتـادن کي ٽيچـر ايجـوڪيشن جـا اهڙا پروگرام ڏنا وڃن جي کين صرف ڄاڻ يا پڙهائڻ جي طريقن جي تربيت ئي نہ فراهم ڪن بلڪہ کين سکيـا جا منتظم (Managers of Instruction) پڻ بنائين جيئن هو تنظيمي اصولن جهڙوڪ رٿابندي، جوڙجڪ، هدايت ڪاري، عمليت، خبررساني، نگراني، سهيڙپ ۽ پڻ پاڻ کي امتحاني ڪاڪردگين، آزمـائشن، پرک، جائزي ۽ تحقيقي ڄاڻ وغيره سـان پڻ روشناس ڪرائين، نہ صرف ايترو پر انهن کي ملڪي، قومي، جماعتي ۽ انفرادي تعليمي مقاصد، اهداف، حالات، مالي توڙي طلب و رسد جي حقائق ۽ انگن اکرن جي بہ وقت بوقت معلومات سان دلچسپي پڻ هئڻ گهرجي جو پنهنجي درس و تدريس جي رُخ کي صحيح سمت ۾ متعين رکي سگهن.

هن ڪتاب جو مصنف بنيادي طور پاڻ استاد ۽ اسـتـادن جي سکيا جو ماهر آهي ۽ تعليم و تربيت جي ميدان ۾ پنهنجي ذاتي دلچسپي ۽ اونهي پيشورانہ گهرائي، ڪوائف ۽ تجربو رکي ٿو، تنهن مـٿين مُعاملن کي محسوس ڪندي اڄ کان ڪافي سال اڳ هڪ ڪتاب "Education & Teacher Education" جيڪو ٽيچرـ ايجوڪيشن جي مخلتف پهلوئن کي اُجاگر ڪري ٿو، انگريزيءَ ۾ شايع ڪرايو، جو ماهرين تعليم، استادن ۽ ٻين دلچسپي رکندڙن ۽ شـاگردن لاءِ مفيد ثابت ٿيو. ان جو پهريون ڇاپو جلد ئي ختم ٿي ويو. ضرورت محسوس ڪئي وئي تہ ٻيو ڇاپو جلد تيار ڪرائي هن شعبي (درس و تدريس وارن) جي طلبگارن جي خدمت ۾ پيش ڪيو وڃي. اهو ٻيو ڇاپو بہ يا ٽي مهينا اڳ تيار ٿيوءِ جلد ئي ختم ٿيڻ تي آيو پر ان سان هڪ ڳالهہ

يقيناً محسوس ڪئي ويئي تہ ٽيچر - ايجوڪيشن ۾ اهڙا مواد انگريزي ۽ اردو ۾ ڪنهن حد تائين دستياب آهن پر سنڌي ٻوليءَ ۾ انهن جو هجڻ اڻ لڀ جي برابر آهي. اهڙن ڪتابن جي اسانجي شاگردن، استادن، خاص ڪري جي زير تربيت آهن تن کي وڏي گهرج آهي. هر هنڌ اهڙي تقاضا ٿيندي رهي تہ آخر اهڙا ڪتاب پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڇو نہ ٿا لکيا يا ترجمو ڪرايا وڃن. اهڙي تشنگيءَ کي ڏسندي اهو فيصلو ڪيو ويو تہ سڀ کان اڳ ۾ ان ڪتاب جو ترجمو ڪرائي پيس ڪيو وڃي ۽ پوءِ ٻين تربيتي مضمونن تي پڻ خيال ڪجي. هي ڪتاب جو اوهان جي هٿن ۾ آهي سو اهڙي سوچ، ڪوشش ۽ ڪاوش جو نتيجو آهي.

هن ڪتاب جي مترجم حضرات وڏي ڪوشش ڪئي آهي تہ ٻولي سليس هجي پر تنهن هوندي بہ ٽيڪنيڪل الفاظ ۽ مفهوم شايد ڪٿي ڪٿي مناسب نہ لڳي تہ معذرت خواهان آهيون. جيڪڏهن نشاندهي ٿيندي تہ ٻئي ڇاپي ۾ ان جي درستگي ۽ سلاست جو خيال رکيو ويندو.

هن ڪتاب کي ماهرينِ تعليم پنهنجي ڀرپور محنت سان جلد از جلد پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جنهن لاءِ هو صاحبان مبارڪ جا مستحق آهن. ڪوشش ڪري هن پيشورانہ ۽ ٽيڪنيڪي الفاظ کي روان رکيو آهي. تنهن سان گڏ ڪيترين ئي جاين تي انهن جا انگريزي الفاظ ۽ جملا ۽ عبارتون ۽ محاورا بہ ڏنا آهن تہ جيئن سنڌي ڄاڻن ۽ نون استادن کي انهن الفاظن سان آشنائي بہ ٿئي ۽ اڳتي جي ڪورسن لاءِ اهڙن لفظن جو فهم بہ وڌي. تنهن کان علاوه جيڪي احباب انگريزي کان واقف آهن تہ ڪٿي سنڌيءَ وارو لفظ يا مفهوم ڏکيو لڳي تہ انگريزيءَ وارو ان کي شايد جلد واضح ڪرڻ ۾ معاون ثابت ٿئي.

هن ڪتاب جي هڪ واضح خوبي اها آهي تہ تعليم جي پيشي سان دلچسپي رکندڙ شاگرد، استاد توڙي ماهر (Experts) نئين تعليمي پاليسي يعني 'تعليمي پاليسي 2010-1998ع' جا ڪيترائي خاص خاص اقتباس بہ پنهنجي ڄاڻ ۽ دلچسپيءَ لاءِ موزون پائيندا.

اميد ڪجي تہ پڙهندڙن جي تعاون سانِ هي ڪتاب پنهنجي آجيان ماڻيندو ۽ هن ڏس ۾ جائز مقام حاصل ڪندو.

مصنف

حصو پهريون

# انساني نشوو نما (Development)،

# سکيا (Learning)

# ۽ نصابي اوسر

# (Curriculum Development)

# باب پهريون

## نشوو نما (Development) ۽ سکيا (Learning) جا نفسياتي اصول ۽ انهن جون تعليمي عمل لاءِ مضمرات / دشواريون (Implications)

جديد دور جو استاد شاگرد جي متوازن ۽ صحتمند شخصيت جي نشوو نما يا واڌ ويجهه ۾ دلچسپي رکي ٿو. هو هر شاگرد جي صرف ذهني پهلوءَ جي واڌ ويجهه کان مطمئن ڪونه ٿو رهي بلڪه انفرادي طور هر شاگرد جي جسماني، ذهني، سماجي ۽ اخلاقي پهلوئن جي متوازن واڌ ويجهه متعلق پڻ ڪوشان نظر اچي ٿو.

اسڪول جو اهم ڪم اهو آهي ته شاگردن کي اهڙا مناسب ۽ بامقصد تجربات فراهم ڪري جو ڪين سندن صلاحيتن (Potentials) جي جامع واڌ ويجهه ٿي سگهي. اسڪول اهو تڏهن ئي مطمئن ڪن يا مؤثر نموني حاصل ڪري سگهي ٿو جڏهن ان جي استادن ۽ منتظمين شاگرد جي واڌ ويجهه يا نشوو نمائيءَ جي فطرت ۽ سکيا جي سلسلئہ عمل (Learning Process) کي چاڻندا هجن. اهڙا اسڪول جن ۾ جي استاف کي تعليمي نفسيات (Educational Psychology) جي گهٽ ڄاڻ هوندي آهي سي سکياجي طور طريقن (Methodology) جائزي جي طريقن يا نصابي ڍانچي

وغيره جون اهڙيون پاليسيون اختيار ڪندا آهن جي دور حاضر جي انهن طور طريقن جي سڪڻ - سيکارڻ جي حالتن متعلق مفيد تحقيقي ڇاڻ کان بنهہ ڪٽيل يا پري نظر ايندڀون آهن. هڪ استاد جو واڌ ويجهہ ۽ سکيا جي اصولن کي سمجهي ٿو سو شاگردن ۽ سکيا جي سلسلئہ عمل متعلق سمجهہ پرئي ۽ مناسب فيصلن وٺڻ لاءِ هڪ بهتر حيثيت ۾ رهي ٿو.

ڪيترن ئي استادن کي ڏٺو ويو آهي تہ هو سکياجي سلسئہ عمل جي نوعيت بابت بحث مباحثو ڪندا رهندا آهن: تہ ان عمل تي موروثيت يا ورثي (Heredity) جو عمل دخل آهي يا ماحول (Environment) جو يا وري ٻنهي جو. اهو بحث مباحثو بلڪل فطرت (Nature) بمقابل افزائش (Nurture) جي جهڳڙي ۾ مبتلا آهي ۽ پڻ انسان جي ذهني حاصلات تي انهن مان هر هڪ جي ان نسبتي ڪردار جي حد جو فيصلو بہ حل طلب آهي. ***اسٽيفنس (Stephens)*** جو خيال آهي تہ:

"…. اسين اهو سمجهون ٿا ۽ اسين اها حقيقت مڃي سگهون ٿا تہ موروثيت يا ورثو حاصلات تي اثر انداز ٿئي ٿو ۽ وري اسين اها بہ هڪ جداگانہ ۽ خودمختيار حقيقت قبول ڪري ٿا سگهون تہ عام ماحول بہ حاصلات تي اثر انداز ٿئي ٿو." (1)

جيڪڏهن سکيا تي صرف موروثيت يا ورثي جا عناصر ئي غالب رهندا هجن ها تہ پوءِ اسڪول کي سکيا جي سلسلئہ عمل۾ رهنمائيءَ ۽ هدايت ڪاريءَ جو ڪو ٿورڙو ئي عمل دخل رهي ها. ساڳئي طرح جيڪڏهن سکيا بہ صرف ۽ صرف ماحول جي اثر رسوخ جي دائري اندر هجي ها تہ جيڪر فرد جي سکيا جي ڪا حد ئي ڪونہ رهي ها. اهڙيءَ حالت ۾، اسڪول جو فرض يا اهو ڪم (Task) خطرناڪ ۽ سنڀال کان ٻاهرتي پوي ها. خوش قسمتي سان، ٻنهي يعني موروثيت ۽ ماحول جي اثر رسوخ جو مناسب تناسب (جو اڃا تائين پوريءَ طرح طئہ ڪونہ ٿي سگهيو آهي) جو فرد جي ان حد ۽ سطح جوڪاٿو ڪري ٿو جنهن حد تائين هو سکي سگهي ٿو. ***مئڪڊونالڊ (McDonald)*** چوي ٿو تہ: "موروثي ۽ ماحولياتي اثرات هڪ نمونو (Pattern) تيار ڪن ٿا جنهن مان اسين ممڪنہ واڌ ويجهہ يا نشوو نمائيءَ جو مناسب (Consistent) اندازو لڳائي سگهون ٿا." (2)

مـتين سلسلي ۾ اسين هيٺ ڪجهہ خاص الفاظ جي تشريح ڪرڻ پڻ مناسب سمجهون ٿا.

## خاص الفاظ (Terms) جي تشريح:

1- **واڌ ويجهہ يا نشوو نـما (Development):** لفظي طور اها خصوصياتي تغير يا تبديليءَ تي مشتمل آهي ۽ ان کي انهن اندروني صلاحيتن جي تغير يا تبديليءَ تي مشتمل آهي ۽ ان کي انهن اندروني صلاحيتن (Potentialities) سان وابستہ ڪيو ويندو آهي جي ماحول جي زيرِ اثر تبديل ٿينديون ۽ وڌنديون ويجهنديون رهنديون آهن.

2- **سکيا (Learning):** فرد جي هلت چلت يا عادات.و اطوار (Behavior) ۾ تجربن جي نتيجي ۾ ڦيرڦار يا تبديليءَ جي سلسئہ عمل کي 'سکيا' چيو وڃي ٿو. جڏهن بہ ڪو فرد ڪنهن اُن حالتِ جا سندس پسنديده مقاصد جي آڏو اچي تنهن تي حاوي ٿئي يا حاوي ٿيڻ جي ڪوشش ڪري تہ ان جي نتيجي ۾ سکيا نمودار ٿئي ٿي.

3- **تعليمي عمل (Educational Practices):** ڪنهن بہ فرد کي نين مهارتن (Skills)، ڄاڻ، فهم، پسنديدگين ۽ روين کي پنهنجي استاد جي اُڀارڻ يا اُڪسائڻ (Stimulation) ۾ رهنمائيءَ جي زيرِ اثر ۽ پڻ ذاتي عملي شموليت ذريعي پنهنجي اندروني صلاحيتن (Innate Potentialities) کي وڌائڻ ويجهائڻ جو سلسلئہ عمل آهي.

## واڌ ويجهہ يا نشوو نـما جا اصول
## :(Principles of Development)

1- افراد پنهنجي ذاتي واڌ ويجهہ جي نمونن (Patterns) ۾ هڪٻئي کان مختلف آهن. واڌ ويجهہ جو سلسلئہ عُمل هڪ مسلسل عمل آهي. ٻار مجموعي طور هڪ تي واڌ ويجهہ وني ٿو (The child develops as a whole). سندس سڀئي پهلو ـ جسماني، ذهني سماجي وغيره، گڏجي وڌن ويجهن ٿا پر مختلف شرح ۽ سطح سان. واڌ ويجهہ جي شرح حياتيءَ جي مختلف سطحن Cycles ۾ مختلف رهي ٿي.

2- هلت چلت جون کي لياقتون انفرادي واڌ ويجهہ جي ڪن خاص دؤرن دوران نمودار ٿين ٿيون. پختگي (Maturation) واڌ ويجهہ جو همہ ـ گير ڪارنامو آهي.

3- جيئن تہ ماحول موروثي صلاحيتن کي اُجاگر ڪرڻ ۾ مددگار آهي تہ ورثو وري اهڙي حاصلات جي حد مقرر ڪري ٿو. واڌ ويجهہ جو ڍانچو يا نمونو ڪٽنب ۾ سماجي و ثقافتي / تهذيبي بنيادن جي زيرِ اثر رهي ٿو.

4- عام حالتن هيٺ، واڌ ويجهہ نسبتاً مستحڪم، ۽ ڪنهن خاص وقتي سطح تي سرا سري طور هڪجهڙي رهي ٿي.

## سکيا جا اصول (Principles of Learning):

1- افراد پنهنجي سکڻ جي لياقتن ۾ سکيا جي شرح ۾ هڪ ٻئي کان مختلف ٿين ٿا. جيڪي ڪجهہ سکيو وڃي ٿو تنهن جي پيچيدگي (Complexity) هڪ عمر کان ٻي عمر تائين ۽ پڻ ساڳئي گروپ ۾ بہ مختلف رهي ٿي، جا عمر جي وڌڻ سان جوانيءَ جي عمر تائين وڌندي رهي ٿي. سکيا ۾ تڏهن آساني پيدا ٿئي ٿي جڏهن اها، سليس، چاتل، سولي ۽ ظاهر ظهور (Concrete) مواد کان نسبتاً پيچيده، نئين، مشڪل ۽ مجرد (Abstract) جانب طرف وڃي ٿي. سکيا جڏهن شاگرد جي ضرورتن، پسنديدگين ۽ اندروني محرڪن (Motives) جو پورائو ڪري ٿي تہ پوءِ اها معنيٰ خيز ۽ بامقصد ٿئي ٿي.

2- سکيا، پختگيءَ جو هڪ ڪارنامو (Function) آهي.

3- سکڻ لاءِ فرد کي پنهنجو پاڻ اڳتي وڌي حصو وٺڻو (Self - initiate) آهي. وڌندڙ آماد گيءَ سان، سکيا بہ بهتر ٿئي ٿي. سکڻ جي حالت ۾ شاگرد جي شموليت (Learner's participation) يا سندس ذاتي طور تي حصو وٺڻ سان، سکيا اجا بہ بهتر نتائج فراهم ڪري ٿي. معنيٰ خيز ۽ بامعنيٰ سکيا، بي مقصد ۽ بي معنيٰ سکيا کان وڌيڪ ديرپا ثابت ٿئي ٿي. سکيا، هڪ حالت کان ٻي ان جهڙي حالت ڏانهن ڪنهن حد تائين منتقل ٿي سگهي ٿي. شاگرد کي سندس مرضيٰ مطابق وڌ ۾ وڌ ڪم ڪرڻ جو موقعو ڏيڻ سندس وڌيڪ اڳتي وڌي حصي وٺڻ ۾ تخليق سان لاڳاپيل هوندو آهي.

4- ڪنهن حد تائين، ڪنهن خاص مدت اندر سکيا جو اڳواٽ اندازو لڳائي سگهجي ٿو. سماجي و اقتصادي ۽ پڻ ثقافتي بنياد سکيا جي شرح ۽ سطح تي اثر انداز ٿين ٿا.

5- جزا و سزا (Rewards and punishments) ۽ تحسين و تذليل ذريعي سکيا کي باضابط / بااختيار ڪري سگهجي ٿو.

6- سکيا تبديل جوڳي (Modifiable) آهي. سکيا جو طور طريقو ۽ سکيا جا عادات و اطوار سکيا تي اثر انداز ٿين ٿا. جڏهن به شاگرد سکيا بامقصد شناخت ڪن ٿا ته ان حالت ۾ سکيا جا ديرپا نتيجا نڪرن ٿا. ڪنهن خاص ڪم جي سکڻ دوران بار پنهنجي عادات و اطوار سان سندس لاڳاپيل نمونن سبب دلجوئي سان سکي ٿو.

7- جائزي وارن طور طريقن کي مقصد حاصل ڪرڻ جا ذريعا هئڻ گهرجن ۽ نه ڪه انهن کي مقصد جو حصو ٿيڻ گهرجي.

مٿي ذڪر ڪيل واڌ ويجهه ۽ سکيا جي اصولن کي تعليم جي سلسلئہ عمل ۾ ڪافي عمل دخل آهي. تعليمي عمل ۾ ڪيترن ئي مسائل ۽ مشڪلاتن جو سکڻ ـ سيکارڻ (Teaching - Learning) جي حالات تي سڌو اثر و رسوخ آهي. انهن مان ڪن، جن جو حل مٿين اصولن کي بهتر نموني سمجهي ۽ استعمال ڪرڻ سان علم حاصل ڪري سگهجي ٿو. تن جو تعلق هيٺين ڳالهين سان آهي:

(الف) سيکارڻ جا ٽيڪنيڪس (Teaching techniques)

(ب) نصابي رٿابندي (Curriculum planning)

(ج) فرداً فرداً يا انفرادي سکيا (Individualized instruction)

(د) مددگاري شين جو استعمال (Use of aids)

(هہ) شاگرد جي آمادگي (Pupil motivation)

(و) شاگرد کي ترقي ڏيڻ يا اڳتي وڌائڻ (Pupil promotion)

(ز) باهمي تعلقات (Inter-personal relationships), ۽

(ي) ڪلاسي گروه بندي (Class - grouping)

## تعليمي عمل لاءِ اُصولن جون د شواريون
## (Implications of Principles for Educational practice)

جيڪي ڪجهه مواد سيکارڻو آهي سو انفرادي طور شاگردن جي لياقت جي سطح، سندن ضرورتن ۽ دلچسپين جي عين مطابق هئڻ گهرجي. شاگردن تي انفرادي توجهه ڏيڻ، پڙهائڻ جو مول مقصد هئڻ گهرجي. **ڪليمنٽ** *(Clement)* جي خيال ۾ ته: ”هر شاگرد کي اهو موقعو ملڻ گهرجي ته هو پنهنجي صلاحيت کي استعمال ڪري.“ (3)-پڙهڻ - پڙهائڻ واري حالت ۾ شاگرد کي مرڪزي حيثيت ملڻ گهرجي. اسڪول کي گهرجي ته اهو زاهد کي مضمون جي مواد (Subject - matter) بدران، زاهد کي انفرادي طور نظر ۾ رکي مضمون جو مواد پڙهائڻ گهرجي. نصاب سخت ۽ ساڪن (Fixed) نه هئڻ گهرجي. هر شاگرد کي پنهنجي رفتار جا سندس پختگيءَ جي ڍانچي (Maturational Frame) مطابق هوندي، تنهن سان اڳتي وڌڻ گهرجي. نصاب جو لچڪدار (Flexible) هئڻ ضروري آهي. نصاب جي لچڪداريءَ مان اسان جي مراد اها آهي ته شاگردن جي ضرورتن ۽ پسنديدگين جو خيال نه رکندي مواد اکيون بوٽي پورو ڪرڻ نه گهرجي. مثال طور ٻار ڪنهن اهڙي عنوان ۾ دلچسپي وٺي رهيا آهن جو نصاب ۾ پوئتي رکيل آهي، ته ان کي اوليت ڏيڻ گهرجي. نصاب کي سکڻ - سيکارڻ جي سلسلئہ عمل جي مقصد تحت هئڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪو اسڪول نصاب ۾ ڏنل عنوانن جي ڏنل طرز تي سختي سان عمل ڪرڻ ۾ اعتبار رکي ٿو ته پوءِ اسڪولي شخصيتن کي نصاب ترتيب ڏيڻ وقت شاگردن جي نشوونمائي يا واڌ ويجهه جي نمونن ۾ سندن انفرادي فرقن، سندن ضرورتن، دلچسپين ۽ روين کي ضرور مدِ نظر رکڻ گهرجي. اها ڳالهه پڻ خيال ۾ رکڻ گهرجي ته نصابي ترتيب کي، شاگردن جي مختلف درجن ۽ پڻ ساڳئي درجي ۾، ساده کان مشڪل يا پيچيده طرف، ظاهر ظهور (Concrete) کان مجرد يا خيالي (Abstract) ۽ آسان کان مشڪل طرف اڳتي وڌڻ گهرجي. **اسٽيفنس** *(Stephens)* چوي ٿو ته: ”پڙهائڻ وقت اهو تمام ضروري آهي ته مجرد اصولن جي جاچ، تجربن جي روشنيءَ ۾ پروان چڙهي ٿي ۽ ظاهر ظهور تجربن کان ڪيترو ئي اڳتي وڌي نڪري وڃي ٿي.“ (1)

جيئن جيئن نصاب اڳتي وڌي ٿو ته نصابي فهرست پڻ وڌيڪ پيچيده ٿيندي وڃي ٿي ۽ پڻ ساڳئي درجي ۾، آسان ڪم يا مشغوليون، ڏکين ڪمن يا مشغولين کان اڳ ۾ اچن ٿا. جيئن ته ٻار مڪمل طور سان گڏوگڏ وڌي ٿو ته پوءِ سيني پهلوئن يا رُخن (Aspects) ۾ پڻ ساڳئي وقت گڏوگڏ نشوونمائي اچي ٿي. "شاگرد صرف پنهنجي ذهن سان ئي ڪونه سکي ٿو يا ذهني طور وڌي ٿو بلڪ جسماني، سماجي ۽ جذباتي طور پڻ وڌي ويجهي ٿو. تنهن ڪري اهو نهايت ئي ضروري آهي ته نصابي رٿابنديءَ ڪي، شاگرد جي سيني پهلوئن جي واڌ ويجهه کي خيال ۾ رکندي، ترتيب ڏنو وڃي.

"ٻار جو ڪجهه سکي ٿو ۽ جيتري قدر چڱيءَ طرح سکي ٿو تنهن جو انحصار سندس موجوده پختگي جي درجي يعني سندس سکڻ لاءِ تيار هجڻ جي حالت تي آهي." (4) "تربيت (Training) ٻارن تي زوريءَ نه مڙهڻ گهرجي. ٽرو (Trow) جيّ خيال ۾ "..... ٻار تي ان حالت ۾ جڏهن ان ڪم سکڻ لاءِ تيار يا پختو نه آهي، سکڻ لاءِ داٻ (Pressure) وجهڻ ڪيس فائدي کان وڌيڪ نقصان پهچائي ٿو. ساڳئي وقت ٻار جي ان وقت جڏهن هو ڪو ڪم سکڻ لاءِ تيار ۽پختو آهي، همت افزائي ۽ مدد ڪرڻ اڪثر ڪري مؤثر ثابت ٿئي ٿي." (5)

ٻار حساسيت (Sensory feelings) کي اُڀارڻ (Stimulation) ذريعي سکي ٿو. تنهن ڪري، جيڪو مواد سيکارڻو آهي سو اهڙو هجي جو ٻار جي حواسن کي متاثر ڪندڙ هجي. جيڪو مواد سيکارڻو آهي سو دلچسپ هئڻ گهرجي ته جيئن ٻار پنهنجي حواسي دروازن (Sensory gate-ways) کي کولي ۽ انهن کان ڪم وٺي. سکيا کي 'ڪم ڏيڻ' ۽ مشغولين (Activities) ڏيڻ سان دلچسپ بنائي سگهجي ٿو. (3) سکيا جا شاگرد لاءِ بامقصد ۽ بامعنيٰ آهي سا سکڻ جي هڪ حالت کان ٻين نين حالتن يا ڪمن ۽ مشغولين ڏانهن ان حد تائين منتقل ٿي سگهندي جنهن تائين هو سکيا جي نين حالتن ۾ ڪي اهڙا جزا يا حصا شناخت ڪريّ ٿو جي پهرين چاڻ سان هڪجهڙائي يا شناسائي رکن ٿا يا انهن سان ملندڙ جلندڙ آهن. استاد کي اهو ڏسڻ گهرجي ته شاگرد نه صرف مواد چاٽي سجاٽي ٿو پر ان سان گڏوگڏ ڪيس ان سکيل مواد کي نين حالتن ۾ استعمال ڪرڻ ۽ موقعي محل تي

عمل ۾ آڻڻ جي ڪيس ڪافي عملي ڄاڻ هجي. استاد پنهنجي سيکارڻ جي عمل کي ڪيتري حد تائين دلچسپ ۽ بامعنيٰ بنائي سگهي ٿو اها ڳالهه انهيءَ تي دارومدار رکي ٿي ته هو ڪيتريقدر پنهنجي ذهانت سان سمعي و بصري امدادي شين جو انتخاب ۽ استعمال ڪري ٿو ۽ پنهنجن سبقن (Lessons) جي ڪيتريقدر اڳواٽ رٿابندي (Pre-planning) ڪري ٿو. اهو طئہ ڪيل آهي ته ٻار جي حواسن کي متاثر ڪندڙ پڙهائي (Instruction)، سکيا کي تمام تيز ڪري ٿي، ليڪن سکيا ڪيتري حد تائين پروان چڙهي سگهي ٿي اها حد موروثيت (Heredity) مقرر ڪري ٿي. ***اولسن ۽ هگس (Olson and Hughes)*** چون ٿا ته: ”استادن کي ڪنهن فرد لاءِ ساڳئي سکيا يا سکيا جي تمام گهٽي هم ـ آهنگي (Adaptation) مان ساڳين اثرات يا نتيجن جي توقع نہ رکڻ گهرجي. استاد يا منتظم يا والدين جو گمان ته سکيا مان ساڳيا نتيجا يا اثرات نڪرندا، بيجا نہ هوندو آهي ڇاڪاڻ ته حاصلات (Achievement) ڪنهن حد تائين تعليمي سلسلئہ عمل جي ضابطہ هيٺ هوندي آهي.“ [6] ظاهر آهي ته ***اولسن ۽ هگس*** انفرادي طور شاگردن جي خانداني پس منظر جي اختلافات طرف اشارو ڪن ٿا. هڪ ٻار جو پوئتي پيل/گهٽ سماجي و اقتصادي گروپ سان تعلق رکي ٿو سو پنهنجي شخصيت جي نموني ۾ مٿاهين سوسائٽيءَ جي ٻار کان ڪافي حد تائين مختلف هوندو. ساڳئي طرح، مختلف ڪٽنب يا خاندان پنهنجي ٻارن لاءِ توقعات جون مختلف سطحون ۽ انهن جي حاصلات جا پڻ مختلف معيار قائم ڪن ٿا. هڪ ثقافت جا انهن جي مقابلي ۾ جن کي نہ ته ڪو تعليمي ترقيءَ جو خيال آهي ۽ ئي وري ڪو خاطر خواهہ حِصو وٺن ٿا، پنهنجي ٻارن کي وڌيڪ مٿاهين درجي جي حاصلات لاءِ انعام اڪرام ۽ تحسين ڏئي ٿي ته يقيناً ان جا افراد حاصلات بہ اُتاهين درجي جي ماڻين ٿا. جيڪڏهن ڪو ٻار پنهنجي ذاتي مشغوليءَ سان سکيا جي عمل ۾ ڀرپور وٺي ٿو ته هو انهيءَ مشغوليءَ ۾ حصي وٺڻ ۽ تجربي مان سکي ٿو.

***واٽسن*** جو خيال آهي ته: ”ٻار جيڪڏهن پنهنجي لاءِ ڪنهن بہ سکيا جي منصوبي (Project) جو پاڻ انتخاب ڪن ٿا ۽ ان جي رٿابندي يا منصوبو بہ پاڻ تيار ڪن ٿا ته پوءِ ان جي حاصلات لاءِ دل و جان سان پنهنجي پاڻ کي

به پورو پورو شامل ڪري ٿا ڇڏين. حقيقي شموليت (ڏيکاءُ واري نه) آمادگي، هم - آهنگي ۽ سکيا جي رفتار وڌائي ٿي." (7) "ماڻهن کي زوريءَ سوچڻ تي مجبور ڪرڻ بي فائدو آهي. ڪين منزل تي پهچڻ لاءِ خود خيال ڪرڻ گهرجي ۽ رستي ۾ جيڪي رڪاوٽون اچن تن کي دور ڪرڻ لاءِ پاڻ ڪوشان رهڻ گهرجي." (7) استادن کي اهو ڌسڻ گهرجي ته ڪلاس ۾ موزون حد تائين آزادي برقرار رهي جيئن شاگرد اهو محسوس ڪن ته استاد سندن هڪ دوست آهي نه ڪه دشمن ۽ هو ڪائنس رهنمائي حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ کي بلڪل آزاد سمجهن. **واٽسن** مطابق ته: "حد کان وڌيڪ سخت انتظام (Discipline) شاگردن کي اکيون پوٽي هم - آهنگ ٿيڻ، بي چين ۽ بي آرام ٿيڻ، لچاڙو ٿيڻ ۽ هر امر کي قبول ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿو." (7) **رومانوف** جو خيال آهي ته: "اهو استاد جو پنهنجي شاگردن جي نون نون خيالات ۽ غير معمولي هلت چلت کان ڪونه ٿو ڊڄي، سو سنو انتظام ۽ ڪنٽرول قائم رکي سگهي ٿو ۽ سني هدايت (Direction) ۽ ڪافي تحفظ ڏيندي به شاگردن ۾ تخليقي عادات و اطوار پيدا ڪري سگهي ٿو." (8)

جيڪڏهن سکيا کي سراسري بار سان هم - آهنگ ڪندي اڳتي وڌايو وڃي ته تيز بار پنهنجي لاءِ ڪو چئلينج ڪونه ٿو وٺي ۽ ڍري سڪنڊڙ کي وري مايوسي ٿي محسوس ٿئي. اهو سلسلو، تنهن ڪري خراب موافقت کي جنم ٿو ڏئي. **ڪليمينٽ** جي خيال ۾ ته: "ڪنهن به ڪلاس ۾، شاگردن جو هڪ وڏو تعداد هڪ گريڊ گهٽ وارن سراسري ٻارن کان هيٺ هوندا آهن ۽ اتڪل ساڳيو ئي تعداد هڪ گريڊ مٿي وارن جو هوندو آهي." (3) **ڪليمينٽ** مطابق "بلوغت (Adolescence) وارو دور تيزيءَ سان واڌ جو زمانو آهي. شاگرد نه صرف مختلف شرح سان پختگيءَ طرف وڌن ٿا پر فرد جا مختلف پهلو (Aspects) پڻ ساڳئيءَ طرح هڪ ٻئي کان مختلف نموني پروان چڙهن ٿا. لياقت جي آڌار تي گروپ ٺاهڻ سان به اها ڳالهه پئدا ڪونه ٿي سگهي جا هڪ جهڙي (Homogeneous) شاگردن جي گروپ سان ئي ٿي سگهي ٿي ۽ صرف اهائي نسبتاً وڌيڪ اثرائتي ٿي سگهي ٿي. (3)

انهيءَ معاملي جو حل انفراي سکيا (Individualized instruction) ٿي سگهي ٿو. ڪيترن ئي استادن جو انفرادي سکيا متعلق ان ڳالهه جو.

شڪ برحق آهي تہ ڪين عموماً سندن ڪلاسن ۾ هڪ وڏو تعداد شاگردن جو هوندو آهي تنهن سبب اهو ممڪن ئي ڪونهي تہ انفرادي توجهہ ڏئي سگهجي. پر پُختي ارادي وارن استادن کي ڏنو ويو آهي تہ هو عام حالتن تحت بہ پنهنجي ديسي طريقن ۽ بهتر مددگاري سازو سامان (Aids) ذريعي پنهنجي درس و تدريس ۾ انفرادي سکيا لاءِ نهايت ئي مؤثر طور طريقا ڪيي وٺندا آهن. ڪلاس ۾ انفرادي اختلافات کي منهن ڏيڻ لاءِ **ڪليمينٽ** [3] مشورو ڏئي ٿو تہ "استادن کي گهرجي تہ هو پنهنجي شاگردن جون خوبيون ۽ خاميون نظر ۾ رکن ۽ شاگردن کي **اسائنمينٽس** (Assignements) يا مشغوليون ڏيڻ لاءِ مختلف انواع جا طور طريقا ۽ ساز و سامان اهڙيءَ طرح منتخب ۽ استعمال ڪن جو اهي شاگردن جي لياقتن ۽ صلاحيتن مطابق هجن." اسڪولن کي انهيءَ حقيقت کي وڌيڪ عالم آشڪار ڪرڻ گهرجي تہ موجوده دور جي دنيا ۾ ڪنهن بہ مضمون جو مواد ڪنهن بہ صورت ۾ سختيءَ سان الڳ ٿلڳ (Compartmentalized) ۽ ٻين متعلقہ مضمونن کان بلڪل جداگانہ حيثيت سان رهي سگهي ٿو. تنهن ڪري اهو نهايت ئي ضروري آهي تہ شاگرد جي سهوليت لاءِ مواد يا ڄاڻ کي ڪنهن مربوط (Integrated) انداز ۾ پيش ڪيو وڃي تہ جيئن هو ڄاڻ جي مختلف شعبن درميان پنهنجي روزمره جي حالتن مان گذرندي سندن حقيقي بامعنيٰ لاڳاپن کي ڏسي ۽ سمجهي سگهي. هر مضمون کي ممڪن حد تائين نہ صرف پنهنجي جدا جدا ايڪن (Units) سان ربط ۾ رهڻ گهرجي پر ان سان گڏوگڏ ٻين مضمونن جي مواد سان پڻ منسلڪ ڪيو وڃي تہ جيئن بهتر ۽ مربوط سکيا پروان چڙهي سگهي.

شاگردن جي هلت چلت، عادات و اطوار تي ضابطو ڪرڻ، ڪين سکيا لاءِ آماده ڪرڻ ۾ جزا و سزا، تحسين و تنبيهہ نمايان ڪردار ڪن ٿيون. انهن جو قدر و قيمت مختصراً بيان ڪرڻ في الحال مناسب ڪونہ آهي پر تنهن هوندي بہ شواهد موجود آهن تہ سکيا لاءِ صلاحيت وڌائڻ ۾ وڏو ٻهرو وٺن ٿيون. شاگردن ۾ بهتر سکيا ظاهر ٿيڻ تي ڪين انعام ڏيڻ ۽ سندن ڪوششون تسليم ڪرڻ گهرجن. سزا ۽ تنبيهہ کي جڏهن بہ استعمال ڪجي تہ اهو خيال رکجي تہ جيئن اُهي اڳتي جي سکيا لاءِ بلاشبہ هڪ هٿي

(Reinforcement) ثابت ٿين.

ڏسجي ٿو ته ڪين سبب سان متعلق ڪجي نه ڪه سڪندڙ سان ۽ انهن ڪي مخصوص، جلدي ۽ باتعلق ڪجي. سزا ۽ تنبيهه ڪي هڪ آخري هربي طور استعمال ڪرڻ گهرجي ۽ سو به سڪندڙ کي سندس ڪلاسين آڏو ذليل ڪرڻ جهڙو نه هئڻ گهرجي. ڪنهن به هڪ فرد جي غلطي، ڪوتاهي يا لاپرواهي لاءِ سڄي ڪلاس يا گروپ تي ڏوهه نه مڙهڻ گهرجي.

اڪثر اهو ڏٺو ويو آهي ته جيڪڏهن خطا ڪار يا ڏوهاري ڪان پڇجي ته سندس ڏوهه لاءِ پاڻ ڪهڙي قسم جي سزا تجويز ٿو ڪري جا ڪيس ڏني وڃي ته اهڙي طريقي سان پڻ سندس اصلاح (reinforcement) به ٿي سگهي ٿو. جزا ۽ سزا، جيڪڏهن جلد جلد ۽ بنا ڪنهن لحاظ جي استعمال ڪبيون ته انهن جي عادات و اطوار ناهڻ جي ۽ اثرجي خوبي جلد ئي ختم ٿي وينديون. **استيفنس** ***(Stephens)***، تنهن هوندي به چوي ٿو ته: "شروع شروع ۾ انعام اڪرام ۽ شاباس وغيره وڏي مقدار ۾ ڪتب آڻجن پر سزا ڪڏهن به نه. تنهن هوندي به پختو ۽ ناپسنديده رجحانن لاءِ زباني دڙڪو داب هئڻ گهرجي." [1] ڪڏهن ڪڏهن ته اسڪولن ۾ سزا ايترو ته جلدي جلدي ۽ ايتري ته گهٽي حد تائين استعمال ڏني وبندي آهي جو ان جا گهٽن موقعن تي همت ٽوڙڻ وارن غلط اثرات جنم وٺن ٿا جنهن سبب شاگرد ۾ پستي ۽ پاڻ متعلق غلط تاثر ۽ تصور قائم ڪرڻ تي مجبور ٿين ٿا جن جو بعد ۾ ڪو علاج ئي مشڪل ٿيو پوي. **واٽسن** جي خيال ۾: "ڪيترن ئي شاگردن ڪي اسڪولن ۾ گهٽي تنقيد، ناڪاميابي ۽ بي همتي ملڻ سبب سندن خوداعتمادي، توقعات (Aspiration) جي سطح ۽ ذاتي قدر و قيمت، پنهنجي ئي نظرن ۾ ڪريو پوي." [7] اهو ڪيڏو نه سنو ٿئي جو اسڪولن ۾ ٻارن کي جسماني سزا (Corporal punishment) ڏيڻ کي حڪومتي قاعدن قانونن تحت ختم ڪيو وڃي.

ساڳئي وقت استادن کي اهو ڏسڻ گهرجي ته درس و تدريس جو عمل ڪافي حد تائين سماجي طور تي مفيد تجربن تي مشتمل آهي ۽ انهن مان شاگردن جي عادات و اطوات ۾ گهربل تبديلين جو اطمينان به حاصل ٿئي. شاگردن جي اڀياسي عادتن (Study Habits) جو سڪيا جي Quality تي

چڱو خاصو اثر پوي ٿو. هڪ دفعو جيڪڏهن شاگردن ۾ غير ايياسي عادتون ۽ نمونا قائم ٿي وڃن ۽ وري ڪڏهن ڪڏهن انهن ڪي دُهرائي پختو ڪيو ويو ته پوءِ انهن جو اصلاح ۽ ازالو ڏاڍو مشڪل ٿي پوي ٿو. تنهن ڪري ضروري آهي ته شاگردن ۾ گهربل ۽ پسنديده ايياسي عادتون ۽ عمل جا نمونا شروع ڪان ئي پيدا ڪيا وڃن ۽ ناپسنديده ڪي شروعاتي دور ۾ ئي ختم ڪري ڇڏجي. اها ته هڪ خوش قسمتيءَ جي ڳالهه آهي جو سڪيل عادتن جا نمونا متائي سگهجن ٿا. اها هڪ استاد لاءِ همت افزائي آهي جو هو شاگرد ۾ غير ضروري يا ناپسنديده عادتن جي نمونن ڪي پسنديده ۾ تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف رهي ٿو.

اهو به ياد رکڻ گهرجي ته اڪيون ٻوتي ياد ڪيل مواد (Rote material)، بامعنيٰ سکيا جي مقابلي جلد ۽ تمام تيزي سان وسري وڃي ٿو. ***اسٽيفنس*** چوي ٿو ته: "هرويرو سڀ جو سڀ مواد هڪ جهڙو ياد يا وسري ڪونه ٿو وڃي. اڪيون ٻوتي ياد ڪرڻ واري مواد جي مقابلي ۾ بامعنيٰ يا بامقصد مواد جلد ئي ذهن نشين ٿي وڃي ٿو. پسنديده مواد، ناپسنديده مواد ڪان وڌيڪ آسانيءَ سان ياد ٿيڻ جو پڻ هلڪو رجحان آهي... ڊگها چونديل مواد به ننڍن چونديل مواد وانگر ساڳئي شرح سان وسرجن ٿا....

ويسر (Forgetting) ڪي سکيا ۾ وڌيڪ سني معنيٰ ۽ آمادگي پيدا ڪري، گهٽائي سگهجي ٿو. ان لاءِ ضروري آهي ته ساڳئي سبق يا عمل لاءِ گهربل مشق ڪان ڪافي وڌيڪ مشق يا عملي ڪم ڪرايو وڃي. بار بار دُهرائڻ يا جائزو وٺڻ سان پڻ ويسر گهٽائي سگهجي ٿي. اسان ڪي اجا اهو يقين ڪونه آهي ته ڪو عملي ڪم ڪي ورهائڻ سان ڪو ذهن نشين ڪرڻ ۾ فائدو ٿئي ٿو." (1) ***واٽسن*** مطابق ته: "ڪجهه به سکڻ بعد، جلد ئي پوءِ بار بار ياد (Recall) ڪرڻ يا دهرائڻ سان ويسر جي مقدار ۾ گهٽتائي اچي ٿي." (7)

سکيا جي بهتري ۾ ***ٽيسٽنگ*** (Testing) جو چڱيءَ طرح واضح ڪيل ۽ چڱيءَ طرح رٿيل پروگرام وڏي مدد ڏئي ٿو. سٺيون آزمائشون (Tests) آمادگيءَ ڪي وڌائڻ لاءِ سٺيون تجويزون ثابت ٿين ٿيون. شاگردن ڪي پنهنجي

حاصلات (Achievements) جي خبر پوي ٿي، پنهنجي خوبين (Strengths) ۽ ڪوتاهين يا خامين (Weaknesses) کان پڻ آگاهه ٿين ٿا. ڪين موقعو ملي ٿو ته پنهنجي ڄاڻ کي آزمائشن ۾ مليل سوالن جي حل لاءِ آزمائين ۽ سنا درجا/مارڪون حاصل ڪري وڌيڪ همت افزائي وغيره حاصل ڪن. جڏهن آزمائشن جا نتيجا تيزيءَ سان سڪنڊز لاءِ مطمئن ڪن ثابت ٿين ٿا ته وري اهي ڍري سڪنڊز لاءِ ناڪام ٿيڻ ۽ پوئتي پوڻ جا امڪان پڻ پيدا ڪن ٿا. هاڻي سوال آهي ته آيا آزمائشون جلد جلد ڪرايون وڃن يا نه؟ ***اسٽيفنس*** جو خيال آهي ته: ”ٽيسٽيون يا آزمائشون تمام جلد جلد نه ڪرايون وڃن.“ (1) يقيناً، امتحانن کي سيڪارڻ جا طريقا ۽ نصابي فهرست متعين نه ڪرڻ گهرجي. امتحانن کي نصاب يا تعليمي سلسلئه عمل تي فوقيت حاصل نه هئڻ گهرجن، نه ته ٻي حالت ۾ تعليمي سلسلئه عمل کان جيڪا توقع رکجي ٿي تنهنجو گهٽو ڪجهه حاصل ٿي ڪونه سگهندو ڇاڪاڻ ته شاگرد صرف انهن حصن ۽ عملن تي ڌيان ڏيڻ لاءِ پاڻ کي هموار/مانوس (Conditional) ڪري ڇڏيندا جي امتحان يا آزمائشن لاءِ درڪار هجن. بهتر ائين ٿئي ته امتحان جي قسم ۽ نوعيت کي تعليمي مقاصد ۽ سکيا جي وسيع مقاصد کي مدِ نظر رکي، طئه ڪرڻ گهرجي. معروضي آزمائشن (Objective Tests) کي استعمال ڪرڻ گهرجي ليڪن انهن کي ٻه تحريري امتحانن - Essay) (Type Examinations کي هٽي ڏيڻ لاءِ نه ڪه انهن جي حيثيت گهٽ ڪرڻ يا ختم ڪرڻ لاءِ استعمال ڪجي.

’ذهانت‘ (Intelligence) جو تصور پڻ، ان جي ڀهرين ”ذهانتي آزمائش“ جا ***الفريڊ بني (Alfred Binet)*** 1905ع ۾ ناهي، ڪيترن ئي تبديلين مان گذريو آهي. ڪيتريون ئي ”ذهانت“ جون معياري آزمائشون صرف انهن لياقتن جي پيمائش ڪن ٿيون جي صرف اسڪولي ڪمن ۾ ڪاميابيءَ لاءِ گهربل آهن. انهيءَ ڪري اهڙين آزمائشن کي اڄڪلهه ***اسڪولسٽڪ اپٽيٽيوڊ ٽيسٽس*** "Scholastic Aptitude Tests" يعني ”ذهانتي رجحان واريون آزمائشون“ سڏيو وڃي ٿو. وڌيڪ ته، اهڙيون آزمائشون حقيقي معنيٰ ۾ ”ذهن“ جي پيمائش ڪونه ٿيون ڪن پر اُهي هڪ اشارو يا اندازو (Index) ٻڌائين ٿيون جن جي بنياد تي اسين ڪنهن فرد جي

اهڙين پيمائشن ذريعي ماپيل، اسڪور يا مارڪن يا اندازن کي حاصل ڪريون ٿا ۽ انهن کي ان ڪلاس يا گروپ وارن جي اسڪور سان ڀيٽ ڪري سگهون ٿا. ڪيتريون اهڙيون لياقتي آزمائشون (Ability Tests) ڪنهن فرد جي لياقت جو صرف هڪ ئي اشارتي عدد يا اندازو يا اسڪور ڏين ٿيون، جڏهن ته ڏٺو ويو آهي ته، "ذهن" (Intelligence) اهڙن ڪيترن ئي خودمختار اجزا تي مشتمل آهي جن کي جيڪڏهن الڳ الڳ ماپيو وڃي ته جيڪر فرد جي لياقتن جو چڱو خاصو خاڪو (Profile) تيار ٿي وڃي. ان کان اڳ، **اسپيئرمن** *(Spearman)* پنهنجي جي - فئڪٽر ٿيوري يا نظريو (G.Factor Theory) جو پرچار ڪيو ۽ هن چيو ته صرف هڪ ئي عام عنصر آهي جو فرد جي ڪيترين ئي ذهني مشغولين يا ڪارڪردگين لاءِ وابسته آهي. ليڪن **ٿرسٽن** *(Thurston)*، ۽ ٻين شمارياتي طريقن ۽ فئڪٽر - ائنيليسس (Factor Analysis) يعني عناصري تجزيه جي بنياد تي پنهنجي ملٽي - فئڪٽر ٿيوري (Multifactor Theory) يعني ڪثيرالعناصر نظريو قائم ڪيو. انهيءَ نظريي مطابق "ذهانت" ڪيترن ئي جدا جدا ۽ خودمختار عناصر تي مشتمل آهي جهڙوڪ: زباني، عددي، مڪاني(spatial)، الفاظي، رواني، ياداشت ۽ منطقي وغيره. ان بعد **گلفرڊ** *(Guilford)* هڪ نئين اسڪيم تي ڪم ڪيو ۽ 'ذهن' (Intellect) کي ته - رُخي -Three dimen) sional) اسڪيم جي نوعيت جي وضاحت ڪئي. **ڪرونبئچ** *(Chronbach)* مطابق: "هڪ ذهني ڪارڪردگين جي عارضي ته - رُخي جوڙجڪ **جي.پي. گلفرڊ** *(J.P.Guilford)* تازو پيش ڪئي آهي جا تمام اتاهين درجي جي ذهني ڪاوشن جي هڪ ڊگهي سلسلي جو نتيجو آهي. **گلفرڊ** (1957) ذهني عملن يا ڪارنامن جا پنج قسم شناخت ڪري ٿو: (1) يادگيري يا ياداشت (Memory)... علم يا ڄاڻ جو تحفظ، (2) شعور (Cognition) ... نمونن ۽ حقائق کي سڃاڻڻ، حقائق وغيره؛ (3) متقارب يا اڳتي وڌندڙ سوچ (Convergant thinking) ...، ڄاڻ ڪان خاص ۽ "صحيح صحيح جواب" طرف وڌڻ، (4) انحرافي سوچ (Dirvergent thinking)... جا ڄاڻ ڪان ڪيترن ئي قسمن جي ڪافي حل يا جواب طرف وڌندڙ هُجي" حيئن ته ڪنهن ڪهاڻيءَ لاءِ عنوان ڳولڻ، (5) جائزو (Evaluation)... اهڙا فيصلا

جي خيالن يا دليلن جي خوش اسلوبي يا مناسبت سان وابسته هجن (جهڙوڪ فيصلوڪرڻ ته ڪهڙا سوال يا Problems اهميت وارا آهن)." [9]

"گلفرڊ جي چوڻ مطابق فرض ڪريو ته پنج عمل (Operations) آهن ۽ چار گروپ آهن ۽ ڇهه انهن جون پيداوار (Products) آهن ته پوءِ انهن جا 120 مختلف تعلق قائم ٿيندا. هر تعلق هڪ قسم جو مختلف ڪارنامو (Task) ڏيکاريندو ۽ انهن کي ذهني زمائش ۾ ڏيکاري سگهجي ٿو." [9]

ڪرونبيچ جي خيال ۾ گلفرڊ جو سسٽم "ٽيسٽ جي مواد ۽ ٽيسٽ جي عملي سلسلي جي وچ ۾ تميز ڪري ٿو ۽ تنهن ڪري اهو ٿرسٽن جي ايجادن کان ڪجهه مٿيرو (Advanced) يا بهتر آهي ۽ ان ۾ سلسلا (رواني ۽ منطقي) بنا ڪنهن تميز جي مواد (زباني يا مقامي) ملايا ويا آهن." [9]

جيستائينڪ اهڙي ذهني آزمائش يا ٽيست (Intelligence Test) ڪونه ٿي نهي جا ذهني عناصر جي اهم لياقتن ۽ انهن جي بلڪل مناسب ذهني عملن جي پئمانن (Measures) کي ڪنهن معتبر (Dependable) لست تي ڪافي حد تائين ڏيکاري نه سگهي، تيستائين موجوده روايتي پيمانا/ اوزار (Instruments) ئي استعمال ڪيا ويندا. تاهم، آزمائشن جي نتيجن لاءِ باخبري، شعوري وضاحت، شاگرد جو ثقافتي توڙي سماجي، اقتصادي پس منظر ۽ پڻ انهن جو لياقتي آزمائشن ۾ مليل عملن يا ڪارڪردگين ۾ تجربي جي محرومين (Experiential Deprivation) وغيره جو پورو پورو خيال رکڻ نهايت ئي ضروري آهي. اهو بهتر ٿيندو جو آئينده لاءِ اهم فيصلا (Predictive Decisions) ۽ شاگردن کي پروموشن يا پاس ڪرڻ جا فيصلا صرف ليافتي آزمائش بجاءِ پين به ڪيترن ئي پيمانن جي نتيجن کي گڏي ڪيا وڃن. اهڙن پيمانن ۾ شاگردن جا انٽرويو، گذريل ۽ موجوده حاصلاتي نتيجا، شخصيتي عناصر ۽ نسلي و ثقافتي پس منظر تي سگهن ٿا.

# باب ٻيو

## نصابي اوسر ۽ ايجوڪيشن پاليسي 80-1972 *
## مقاصد ۽ مضمرات / دشواريون

## (Curriculum Development and the Education Policy 1972-80 -- Objectives and Implications)

’نصاب‘ ، هڪ رٿيل ۽ منظم تجربن جو مجموعو يا سيٽ آهي جو ٻارن ۽ نوجوانن کي مهيا ڪيو وڃي ٿو ته جيئن هو پنهنجي ذهني، جسماني ۽ سماجي پهلوئن کي پروان چڙهائيندي قومي مقاصد کي منهن ڏئي سگهن. تنهن ڪري ڪيس، محدود ڪورس آئوٽ لائينس (Course Outlines) يا سليبس (Syllabus) بجاءِ وسيع سمجهه سان واضح ڪرڻ گهرجي.

عام طرح سان، نصابي اوسر جي ڪم لاءِ ڇهه خاص اهميت وارا ڏس آهن:

(i) مختلف سطحن تي مختلف مضمونن پڙهائڻ جي لحاظ کان تعليمي مقاصد ۽ انهن جا مضمرات (Implications) يا دشواريون.

---

*.دي ايجوڪيشن پاليسي 80-1972 ، گورنمينٽ آف پاڪستان،منسٽري آف ايجوڪيشن،اسلام آباد ، 1972.

(ii) صلاحيتي تجربن (Potential Experiences) جي لحاظ کان انهن جي انتخاب ۽ ترتيب جي اصولن ۽ طريقن جو طئہ ڪرڻ تہ جيئن هڪ متوازن تعليمي پروگرام ٺهي سگهي.

(iii) مناسب نصابي خاڪي (Curriculum Design) جو انتخاب.

(iv) سکيا جي مشغولين جو گهربل نصابي خاڪي (Pattern) ۾ گڏ ڪرڻ ۽ درجہ بندي ڪرڻ.

(v) استاد، جن کي اهي تعليمي مشغوليون پهچائڻيون آهن، تن جي تربيت (Training).

(vi) نصاب جي جائزي ۽ ان ۾ وقت بوقت بامعنيٰ تبديليون آڻڻ ۽ نئين سر ترتيب (Revision) ڏيڻ واسطي اصولن ۽ طريقہ ڪار جو تعين ڪرڻ.

اسان کي خبر آهي تہ اڄ جي سائنٽيفڪ، ٽيڪنالاجيڪل ۽ ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ ڪيتري نہ تيزيءَ سان ترقي ٿي رهي آهي جا اسان جي سماجي اقدار، فيمليءَ ڪميونٽي لائيف يا زندگيءَ ۾ تبديليون آڻي رهي آهي. نئين ٽيڪنالاجي ۽ نين نين صنعتن ۽ حرفتن سان، افرادي قوت (Man power) جون ضرورتون پڻ تيزي سان تبديل ٿي رهيون آهن.

مٿين ڳالهين کي مدنظر رکندي ايجوڪيشن پاليسي 80-1972ع ڪي مقاصد طئہ ڪيا آهن، جن مان اهم ۽ نمايان هيٺيان آهن:

1- سماجي ۽ ثقافتي هم۔ آهنگي پروان چڙهائڻ خاطر قومي يڪجهتي استوار ڪرڻ جا تعليمي عمل جا سلسلا بيدار استعمال ذريعي بنيادي نظريات سان هم۔ آهنگ ڪرڻ.

2- بنيادي تعليم (Elementary Education) جي همہ۔ گير ۽ تعليم بالغان (Adult Education) پروگرامن جي ڀرپور عمل ذريعي ٿوري ۾ ٿوري عرصي دوران ناخواندگيءَ (Illiteracy) جو خاتمو آڻڻ.

3- عام تعليم ۽ ٽيڪنيڪل تعليم کي مربوط ڪرڻ سان جن ۾ شاگرد لاءِ هڪ ايياس جي ڪورس کان پئي ڪورس ڏانهن منتقليءَ جي حق ڏيڻ ذريعي ايياس جو هڪ جامع پروگرام مهيا ڪرڻ.

انهيءَ پاليسيءَ جو اهو پڻ مقصد هو تہ "قوم جي بدلجندڙ سماجي

۽ اقتصادي ضروريات مطابق اسان جي بينادي نظريات سان هم ـ آهنگ ۽ عام تعليم کان وڌيڪ بامقصد ائگرو - ٽيڪنيڪل تعليم ڏانهن تمام گهٽي منتقلي لاءِ موقعا فراهم ڪرڻ لاءِ نصاب جي نئين سر تياري (Designing Curriculum) ڪرڻ.

بنيادي تعليم (Elementary Education) متعلق تعليمي پاليسي خاص طور سان ذڪر ڪري ٿي تہ:

"2.14 شاگردن تان ڪتابن ۽ ڪورسن جو بار گهٽائڻ، تصورن ۽ مهارتن جي سکيا تي زور ڏيڻ ۽ پڻ مشاهدن، ڳولا، تجربات، عملي ڪم ۽ تخليقي اظهار خاطر نصاب، ڪورسن جون فهرستون ۽ ٽيڪسٽ بوڪن يعني درسي ڪتابن کي وري ڏسڻ (Revise) ۽ ترميمون ڪرڻ.

2.18 بنيادي تعليم جو سسٽم اهڙي طرح ناهيو ويندو جو جيڪا بہ جاڻ ۽ مهارتون ڏنيون وينديون، رويا قائم ڪيا ويندا ۽ سکيا جا طريقا رائج ڪيا ويندا سي اهڙا هوندا جو جيڪي شاگرد ثانوي تعليم يا سيڪنڊري ايجوڪيشن ڏانهن نہ وڃي سگهن تہ اهي مقامي ڪميونٽي (ماڻهن جي جماعتن يا گروپن) جي پيشن ۾ مفيد ۽ ڪارآمد ٿي ڪپي سگهن. جيڪي بہ شاگرد انون ڪلاس پاس ڪرڻ بعد اسڪول ڇڏين، انهن لاءِ سندن پسند جي هُنرن (Vocations) ۾ مهارتن (Skills) حاصل ڪرڻ لاءِ تربيت جا خاص ڪورس، اسڪولن جي ورڪشاپس ۾ مهيا ڪيا ويندا. اهو نهايت ئي ضروري آهي. اهي شاگرد جي انون ڪلاس پاس ڪرڻ بعد نڪري وڃن ٿا، سي پاڻ سان گڏ اهڙيون ڪافي مهارتون کڻي وڃن جو هو پنهنجي مقامي يا ابن ڏاڏن جي هنرن ۾ سنا ڪڙمي يا هنرمند ٿي ڪپن."

نصابي اوسر لاءِ اهڙن ڳالهين جي مهيا ڪرڻ لاءِ هيٺيون مشڪلات (Implications) ڪافي حد تائين پيش اينديون، مثلاً:

(i) انين ڪلاس تائين تعليم عام ڪرڻ سان، اسڪولن ۾ ٻارن جو تعداد وڌي ويندو.. شاگردن جي تعداد وڌڻ سان نتيجو اهو نڪرندو تہ هو ناهموار (Non-homogeneous) گروپ ثابت ٿيندا ۽ پوءِ نصاب ۾ سيپني

شاگردن جي ضروريات، لياقتي سطحن کي منهن ڏيڻ لاءِ اهڙين سهوليتن کي فراهم ڪرڻو پوندو.

(ii) تصور پيدا ڪرڻ (Concept Building) ۽ مهارتن جي واڌاري تي وڌيڪ زور ڏيڻو پوندو.

(iii) سکيا جي سرگرمين، مشاهدن، تجسسي ڳولا (Exploration)، تجربات، عملي ڪارڪردگين ۽ تخليقي اظهار جي مهارتن ۽ روين کي وڌائڻو پوندو.

(iv) پيشورانه يا هنري مهارتن کي وڌائڻ ته جيئن اسڪول کان خارج ٿيندڙ (Dropouts) ٻار پنهنجي مقامي ۽ وڏن جي هنرن لاءِ سنا ڪڙمي ۽ ڪاريگر ٿي ڪيپي سگهن.

ساڳئي طرح، سيڪنڊري ۽ انٽرميڊيئيٽ ايجوڪيشن لاءِ پڻ پاليسي نصابي اُوسر لاءِ خاص رُخ (Directions) فراهم ڪري ٿي. مثلاً:

"3.6 سائنسي ۽ ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن جي ڦهلاءَ سان، اهو نتيجو نڪتو آهي جو ثانوي و اعليٰ ثانوي سطحن تي عام ۽ ٽيڪنيڪل تعليم درميان روز افزون وڌ ۾ وڌ مربوط ڳانڍاپو قائم ٿيندو پيو وڃي. ماضيءَ ۾ اهوعام رجحان هو ته ٽيڪنيڪل تعليمِ لاءِ جدا ادارا هجن. انهن ادارن گهٽو ڪري ڪي سنا ۽ ماهر صنعتي ڪارڪن پيدا ڪونه ڪيا آهن. انهن ادارن ۾ جا تعليم ڏني ويندي هئي تنهن ۾ گهربل ثقافتي فهرست جي ڪسر رهيل هئي، ۽ عملي طور اهي ادارا اهڙا ڪارڪن پيدا ڪندا هئا جي عام ذاري ۾ قبول ڪونه ٿيندا هئا ۽ پڻ پنهنجي پروگرامن لاءِ خراب نالو يا داغ ڇڏيندا هئا. ان سبب نئون پروگرام عام تعليم ۽ ٽيڪنيڪل تعليم مابين ترقياتي مربوطگي (Progressive integration) فراهم ڪندو.

3.10 عام تعليم ۽ ٽيڪنيڪل تعليم کي مربوط ڪرڻ سان اسڪولن ۽ ڪاليجن جي شاگردن کي عام تعليم جي پروگرامِ کان علاوه مفيد ملازمتن جن ۾ ذاتي ڌنڌو (Self-employment)، صنعت، ڪاشتڪاري، تجارت، هوم ايڪانامڪس، ۽ تعليم وغيره جهڙن شعبن ۾ پڻ تعليم

حاصل ڪرڻ جا موقعا فراهم ڪيا ويندا. پيشيوراڻه/هنري تعليم، جن لاءِ سهوليتون مهيا ڪيون وينديون، انهن ۾ هي شعبا شامل هوندا: اليڪٽرانڪس، آٽو - اليڪٽرسٽي، پلمبنگ، گهرو بجليءَ جا آلات، ڊيري فارم، مرغ باني، پاڇين جي ڪاشت، ريشم جي ڪاشت، فصل ۽ جانور پالڻ، شارٽ هئنڊ، ٽائيپ رائيٽنگ،انشورنس ۽ ملڪيتن جي خريد و فروخت، ڪليئرنگ، فارورڊنگ ۽ شپنگ وغيره، امور خانه داري، ڪُڪنگ ۽ بيڪنگ، فرسٽ ايڊ ۽ هو نرسنگ، فوڊ پروڊڪشن ۽ پرزرويشن، وغيره.

3.11 مئٽرڪيوليشن، انٽر ۽ ڪاليج ليول تي "ايجوڪيشن" کي هڪ مضمون طور روشناس ڪرايو ويندو. اهڙي طرح سان عام تعليم جي ادارن ۾ پيشوراڻه تربيت جو ڪافو گهڻو حصو ڪرايو ويندو.

3.12 هاءِ اسڪول ۽ انٽرميڊئيٽ سطحن تي سائنس جا مربوط ڪورس شروع ڪيا ويندا جن ۾ مئٿميٽڪس، بايولاجيڪل ۽ فزيڪل سائنس جا مضمون شامل هوندا. اهڙن مربوط ڪورسن جي شروع ڪرڻ جو مقصد اهو آهي ته جيئن شاگردن کي وڏيڪ جامع ۽ ڪيترن ئي نمونن جي تياري ڏئي سگهجي ۽ ڪين پروفيشنل ۽ عام تعليم جي مٿين ادارن (Higher Institutions) ۾ داخلا وقت وسيع انتخاب ڪرڻ لائق بنايو وڃي.

اهڙن پاليسي بيانن جا نصابي اوسر لاءِ جي مضمرات/اوتائيون (Implications) ٿي سگهن ٿيون ٿن کي ڪيترن ئي نمونن سان واضح ڪري سگهجي ٿو، مثال طور:

(i) سکيا جي ڪورسن ۽ اسڪيمن کي اهڙيءَ طرح رٿيو وڃي ته جيئن هڪ ڌاري (Stream) کان ٻئي طرف منتقلي ممڪن ٿي سگهي.

(ii) اسڪولي ڪورسن کي ثانوي اسڪولن ۽ ڪاليجي شاگردن کي مفيد روزگار لاءِ تيار ڪرڻ. مطلب ته ڪورسن کي روزگار - مائل (Job-oriented) هئڻ گهرجي.

(iii) استادن جي كوٽ كي منهن ڏيڻ لاء، عام تعليم سان گڏوگڏ تعليم جو مضمون به شروع كيو ويجي.

(iv) سائنس جو هڪ مربوط كورس جنهن ۾ مئٿميٽكس، بايولاجيكل ۽ فزيكل سائنس شامل هجي، شروع كيو وڃي. جنهن جو مقصد شاگردن كي وڏيك جامع ۽ كثيرالانواع تياري ڏيڻ هجي ته جيئن كين مٿين ادارن ۾ داخلا وقت وسيع انتخاب جو موقعي ملڻ لائق بنايو وڃي.

تعليمي پاليسي 80-1972ع جي مقاصد ركيا آهن تن جي عملي صورت لاء ۽ پاكستان ۾ نصابي اوسر لاء كي خاص ڳالهيون مٿي بيان كيون ويون آهن، جن تحت نوجوانن كي ايكويهين صديء لاء اپنڊڙ وقت ۾ تيار كيو ويندو

# باب ٽيون

## تعليمي پاليسي 80-1972ع ۽ ان جون ثانوي اسڪول جي سطح تي تعليم متعلق ڪي اهم سفارشون

## (The Education Policy 1972-80 and its significant recommendations regarding Education at secondary school level)

صنعتي ۽ زراعتي ميدانن ۾ اصلاحن شروع ڪرڻ ته جيئن سيني
بهتر رهڻ سهڻ جو معيار مهيا ڪري سگهجي ۽ قومي اقتصادي ح
موزون بنائي سگهجي، تنهن سان گڏوگڏ، حڪومت نئين تعليمي پالي
(The Education Policy 1972-80) ظاهر ڪئي. انهيءَ پاليسيءَ ملڪ
هر فرد لاءِ موزون تعليم حاصل ڪرڻ جي حق کي تسليم ڪيو ۽ انهيءَ
شهرين کي بامقصد ۽ روزگار ـ مائل (Job-oriented) تعليم جو يقين ڏياريو.

انهيءَ تعليمي پاليسيءَ جو هڪ اهم پهلو جو تحسين جوڳو آهي سو.
ٻٽي (Two -fold) مقصد وارو آهي:

(i) فرد جي مڪمل شخصيت جا آزاد، متحرڪ ۽ تخليقي هجي سا تعمير ڪرڻ ۽ پروان چڙهائڻ، ۽

(ii) هڪ اهڙو تعليمي نظام قائم ڪرڻ جو قومي يڪجهتي (ٻڌي) کي هٿي ڏئي ۽ سماجي و ثقافتي هم ـ آهنگي وڌائي.

ڏسڻ ۾ اَئين پيو لڳي تہ متي بيان ڪيل پنج مقصد جي چوگرد ڪيترائي اصلاح جي پاليسيءَ ۾ پيش ڪيا ويا آهن، سي روان دوان آهن.

اڄو تہ لفظ 'مڪمل شخصيت' (Total Personality) کي ڏسون. فرد جي مڪمل شخصيت فرد جي ذهني (Intellectual) و غير ـ ذهني (non-intellectual) پهلوئن تي مشتمل هوندي آهي. ذهني پهلوءَ ۾ فرد جي حاصلات (Achievements)، ذهانت (Intelligence) ۽ خاص رجحان (Aptitudes) اچي وڃن ٿا. وري فرد جون دلچسپيون، رويا، اعتقاد، هم ـ آهنگي، طبيعت (Temperament) ۽ اخلاق وغيره سندس غير ـ ذهني حدون مقرر ڪن ٿيون.

تعليمي پاليسي مطابق، تعليم اها هجي جا شاگرد جي اهليت، ضرورتن ۽ دلچسپين سان هم ـ آهنگ هجي. تہ پوءِ تعليم، شاگرد تي مرڪوز (Child-centred) ٿيندي، تنهن هوندي بہ اسان جي خيال ۾ صلاحيت تي مرڪوز تعليم تي زور ڏيڻ گهرجي. بي مقصد عام تعليم جي برعڪس، تعليمي پاليسي اهو خيال پيش ڪري ٿي تہ فرد کي سندس قدرتي رجحان کي خيال ۾ رکي تعليم ڏيڻ گهرجي ۽ پڻ وڏيڪ بامقصد ايگرو ـ ٽيڪنيڪل ڏيڻ گهرجي تہ جيئن تعليم هڪ مجرد (Abstract) ڪوشش جي حيثيت سان ختم ٿي وڃي. حڪومت جو تعليمي سهوليتن کي وڌائڻ جو مقصد اهڙي طرح سان آهي جو اهي پنهنجي مواد ۽ نموني ۾ ملڪ جي اقتصادي ترقيءَ جي نوعيت ۽ وسعت (Scope) سان برابري ڪري ۽ روزگار جي مواقع سان پڻ لاڳاپيل هجي. ڳوٺاڻن ۽ پوئتي پيل علائقن کي ترجيح ڏني ويندي جن وٽ هن وقت تائين تعليمي سهوليتن جو فقدان رهيو آهي.

ايجوڪيشن پاليسي توقع ڪري ٿي تہ ثانوي تعليم اهڙن نوجوانن جي ذهين ڪلاس ڪانپوءِ تعليم ڇڏي وڃن ٿا تن کي اهڙي طرح تيار ڪيو وڃي جو هو ملڪ جي سماجي و اقتصادي ڍانچي ۾ سٺن هنرمندن يا ٽيڪنيشن يا ڪارڪن جي حيثيت سان سماجي جوابدارين کي قبول ڪري سگهن.

تعليمي پاليسيءَ جي تعميل مان ظاهر ٿئي ٿو تہ حڪومت تعليم طرف پنهنجي ذميداري قبول ڪئي آهي ۽ پڻ تعليمي سڌارن لاءِ عملي

اقدامات کٽڻ تي جو ڪثير خرچ ايندو تنهنجي فراهم ڪرڻ جي ذميداري پڻ پاڻ تي کنئي آهي.

پاليسي عام تعليم ۽ ٽيڪنيڪل تعليم جي ترقياتي مربوطگي فراهم ڪري ٿي. حڪومت جو ارادو آهي تہ موجوده وقت ۾ سيڪنڊري اسڪولن جي آرٽس جي مضمونن ۾ شاگردن جو جيڪو تمام گهڻو تعداد آهي ان کي سائنس ۽ ٽيڪنيڪل ڪورسن جي حق ۾ ڪيو وڃي. توقع ڪئي پئي وڃي تہ نائين ۽ ڏهين ڪلاسن ۾ شاگردن جو تعداد 1980ع تائين موجوده 4 لکن مان تقريباً ٻيڻي کان بہ وڌيڪ يعني 8.6 لک ٿي ويندو.

حڪومت پڻ اهو بہ ارادو رکي ٿي تہ ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي ٻنهي سطحن جي مضمونن ۾ 'تعليم' جو پڻ هڪ مضمون ڏنو وڃي.

پهرين آڪٽوبر 1974ع کان شروع ڪندي، تعليم کي IX ۽ X ڪلاسن تائين مفت ڪرڻ جي پڻ رٿ آهي.

فطين (Gifted) شاگرد جي ڏهين شاگردن مان ميرٽ (Merit) جي بنياد تي ملڪ جي سڀني علائقن مان منتخب ڪيا ويندا انهن کي معياري پبلڪ اسڪولن ۾ مفت تعليم حاصل ڪرڻ لاء اُڪسايو ۽ همٿايو ويندو.

ٻيو هڪ سنو پهلو اهو آهي تہ امتحاني سرشتي کي تبديل ڪرڻ جي رٿ آهي. هڪ مسلسل جامع جائزي (Continuous Comulative Evaluation) وارو نمونو آهستي آهستي تعليمي سال جي آخر واري واحد (Final) امتحان جي روايتي عام طريقي جي جاءِ وٺندو

جيستائين ديني تعليم جو تعلق آهي تہ هيءَ تعليمي پاليسي اها سفارش ڪري ٿي تہ اهو مضمون ثانوي اسڪول جي سطح تي مضمونن جي اسڪول ۾ موجوده هڪ الڳ ٽلڳ مضمون هئڻ جي حيثيت سان جاري نہ هئڻ گهرجي پر ان کي ٻين مضمونن سان اهڙيءَ طرح جاءِ ڏني وڃي جو ان جو مقصد اقدار (Values) ۽ اعتقادي (Faith) روح کي سموري تعليمي ڍانچي ۾ شامل ٿيڻ وڃڻ گهرجي.

# باب چوٿون

## استادن جي تعليم ۾ نصابي آوسر تي قومي سيمينار متعلق رپورٽ

## (Report on the National Seminar on Curriculum Development in Teacher Education)

**يونيسڪو** تحت پئرس ۾ ڊسمبر 1967ع ۾ استادن جي تعليم يا ٽيچر ـ ايجوڪيشن تي هڪ ميٽنگ ٿي جنهن ڪي اهو ڏسڻو هو ته ميمبر ملڪن ۾ ٽيچر ـ ٽريننگ جي پروگرامن جي ڪهڙي حالت هئي ۽ اڳتي لاءِ ان جي بهتريءَ لاءِ ڪهڙيون ڪهڙيون رٿون ۽ طريقا پيش ڪري پئي سگهيا. ان سلسلي جي پوئواري ۾ ايشين استادن جي تعليمي ماهرن جي هڪ ريجنل ميٽنگ 23 سيپٽمبر کان 3 آڪٽوبر 1969ع تائين، دي ايشين انسٽيٽيوٽ آف ٽيچر ـ ايجوڪيٽرس، ڪئيزان سٽي، فلپائينس ۾ منعقد ٿي جنهن جو عنوان هو 'ايشيا ۾ استادن جي تعليم' ۾ نصابي اوسر (Curriculum Devel-opment in Teacher Education in Asia). انهيءَ ريجنل ميٽنگ جي هڪ خاص سفارش هئي ته: ملڪي ماحول ۽ حالات کي مد نظر رکندي ٽيچر ـ ايجوڪيشن ۾ نصابي اوسر جي مسئلن جو جائزو وٺڻ لاءِ ملڪي ليول تي سيمينار ۽ ورڪشاپس منعقد ڪرايا وڃن.

ريجنل ميٽنگ آف ٽيچر ـ ايجوڪيشن اِن ايشيا جي مٿين سفارش کي

عملي صورت ڏيڻ لاءِ 'ٽيچر ـ ايجوڪيشن ۾ نصابي اوسر' جي عنوان سان هڪ نيشنل سيمينار، منسٽري آف ايجوڪيشن ائنڊ سائنٽيفڪ ريسرچ گورنمينٽ آف پاڪستان ۽ دي يونيسڪو ريجنل آفيس فار ايجوڪيشن ان ايشيا جي تعاون سان، انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن ائنڊ ريسرچ (I.E.R)، يونيورسٽي آف ڍاڪا، جي حدود ۾ 21 ڊسمبر کان 30 ڊسمبر 1970ع تائين منعقد ٿي.

هن ڪتاب جي ليکڪ کي پڻ سنڌ يونيورسٽي جي انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن طرفان ان سيمينار جا ڍاڪا ۾ 1970ع ۾ ٿي شرڪت لاءِ نمائندو ڪري موڪليو ويو هو. ڪل 60 تعليمي ماهرن شرڪت ڪئي، جن ۾ 35 سينٽرل گورنمينٽ ۽ مختلف صوبن جا عهديدار نمائندا پڻ شامل هئا.

### مقاصد (The Objectives):

انهيءَ قومي سيمينار جا مقاصد هئا:

(i) ٽيچر ـ ايجوڪيشن ۾ ڪيئن نصابي اوسر جو جائزو وٺڻ،

(ii) ان ڳالهه جو جائزو وٺڻ ته ٽيچر ايجوڪيشن ۾ نون طريقن ۽ ٽيڪنيڪس کي شامل ڪجي ۽ انهن جي موزنيت تي غور ڪرڻ، ۽

(iii) نئين تعليمي پاليسيءَ ۽ ايرندڙ ضروريات جي لحاظ کان ٽيچر ـ ٽريننگ ادارن جي نصاب جي وزي تشڪيل تي غورو فڪر ڪرڻ.

### طريقو ۽ مشغوليون (The Procedure and Activities):

انهيءَ سيمينار جو پروگرام اهڙيءَ طرح ترتيب ڏنو ويو جو روزانو ٻه بحث و مباحثي جا دور (سيشن) ٿيندا هئا. هڪ صبح جو 4 ڪلاڪ ۽ ٻيو منجهند کان پوءِ جو اٽڪل 3 ڪلاڪن کان ڪجهه وڌيڪ هلندو هو.

هر مباحثي جي دور جي مشغولين ۾ هي ڳالهيون شامل هيون:

(i) سيشن جي پهرين ڪلاڪ ۾ ريسورس پرسنس (Resource Persons) يا ماهرن طرفان مقالن جو پيش ڪرڻ ۽ ان کانپوءِ انهن جي سوالن جوابن ذريعي دُهرائي (Feedback)،

(ii) ٻئي ڪلاڪ دوران حصو وٺندڙن (Participants) جي ننڍن گروپن ۾ بحث مباحثو،

(iii) چانهہ لاءِ اڌ ڪلاڪ جو وقفو، ۽

(iv) سيني گروپن جي مڪمل گڏيل ميٽنگ ته جيئن بحث و مباحثن مان اخذ ٿيل نتائج تحت سفارشن جي هڪ مختصر لسٽ ٺاهي سگهجي.

**پيش ڪيل مقالا (Papers Presented):**

ڪل يارنهن بحث و مباحثي جا سيشن ٿيا، جن ۾ ڪيترن ئي ماهرين تعليم پنهنجا مقالا پيش ڪيا، جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو.

| سيشن | پيش ڪيل مقالي جو عنوان | ماهرِ تعليم (Resource Person) |
|---|---|---|
| -1 | بدلجندڙ ضروريات جي روشنيءَ ۾ پاڪستان ۾ ٽيچر - ايجوڪيشن جو فسلفو ۽ مقاصد. | مسٽر صاحبزاده رازق، ڊويزنل انسپيڪٽر آف اسڪولس، پشاور. |
| | ايشيا ۾ ٽيچر - ايجوڪيشن جي نصابي اوسر ۾ اُڀرندڙ رجحان. | ڊاڪٽر ايم. ايل. شبني، يونيسڪو ايڪسپرٽ اِن ٽيچر - ايجوڪيشن، ايشين انسٽيٽيوٽ آف ٽيچر - ايجوڪيشن، يونيورسٽي آف فلپائينس، ڪُئيزان سٽي. |
| -2 | مختلف سطحن تي ٽيچر - ايجوڪيشن جي واڌاري لاءِ منصوبا ۽ رٿون. | ڊاڪٽر مختيار احمد ڀٽي، اسسٽنٽ ايجوڪيشنل ائڊوائيزر، منسٽري آف ايجوڪيشن ۽ سائنس ريسرچ، اسلام آباد. |

| سيشن | پيش ڪيل مقالي جو عنوان | ماهرِ تعليم (Resource Person) |
|---|---|---|
| -3 | ٽيچر - ٽريننگ ڪاليجز ۾ هيومينٽيز ۽ سوشل سائنسز جي سکيا جي نصابي مواد ۽ طور طريقن جي مقاصد جو جائزو، ۽ اهڙن ادارن جي پروگرامن ۾ نون طور طريقن (Methods & Tech-niques) جي شامل ڪرڻ جي موزونيت. | مسٽر او. ايم. غني، رٽائرڊ پرنسپال، ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج، ڍاڪا. |
| -4 | ٽيچر - ٽريننگ ادارن ۾ مئٿيميٽڪس ۽ سائنسز جي سکيا جي نصابي مواد ۽ طور طريقن جي مقاصد جو جائزو ۽ انهن ادارن جي پروگرامن ۾ نون طور طريقن (Methods & Techniques) جي شامل ڪرڻ جي موزونيت. | ڊاڪٽر رشيد. اي. شاهه ايسوسيئيٽ پروفيسر، انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن، يونيورسٽي آف سنڌ، حيدرآباد |
| -5 | پاڪستان ۾ سکيا جي ٽيڪنالاجي (Instructional Technology) جي استعمال کي وڌائڻ طرف. | ڊاڪٽر شوڪت علي صديقي، اسپيشلسٽ سمعي و بصري آلات (A.V.Aids)، سينٽرل بيورو آف ايجوڪيشن، اسلام آباد. |
| -6 | پرائمري ٽيچر - ٽريننگ ادارن ۽ جونيئر ٽريننگ ڪاليجز ۾ سکيا جي نصابي مواد ۽ طور طريقن جي مقاصد جو جائزو، ۽ انهن ۾ نون | ڊاڪٽر ايم. اين. حق، پرنسپال ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج، ڍاڪا. |

| سيشن | پيش ڪيل مقالي جو عنوان | ماهرِ تعليم (Resource Person) |
|---|---|---|
| | طور طريقن جي شـمـولـيت جي موزونيت. | |
| 7- | ٽيچر ـ ٽريننگ ادارن ۾ موجوده "پرئڪٽس ٽيچنگ" (Practice Teaching) جي عملي صورت جو تنقيدي جائزو. | ڊاڪٽر ڊي. ايم. ملڪ پروفيسر I.E.R. لاهور. |
| 8- | ٽيچر ـ ايجوڪيشن جي پروگرامن سان متعلق درسي ڪتابن ۽ سکيا جي مواد (انسٽرڪشنل مٽيريل) جا مسئلا. | (i) ڊاڪٽر ايم. وصي الله خان، ڊپٽي ڊائريڪٽر (P&E) ايجوڪيشن ڊپارٽمينٽ، گورنمينٽ آف پنجاب.<br>(ii) ڊاڪٽر ايم. حنيف، ڊپٽي ڊائريڪٽر (اسڪولس)، ڊائريڪٽوريٽ آف ايجوڪيشن، لاهور. |
| 9- | اِن ـ سروس ٽريننگ آف ٽيچرس جي پروگرامن ۽ سهولتن جو جائزو. | ڊاڪٽر اي. ايم. شرف الدين، ڊائريڪٽر E.P. ايجوڪيشن، توسيعي مرڪز (Extension Centre)ڍاڪا. |
| 10- | جنرل ڪاليجز ۾ 'تعليم' هڪ مضمون جي حيثيت سان شروع ڪرڻ لاءِ هڪ نصابي رٿا جي اوسر. | ڊاڪٽر ايم. سليم، ڊائريڪٽر I.E.R.، ڍاڪا. |
| 11- | پاڪستان ۾ ٽيچر ـ ايجوڪيشن جي پروگرامن جي بهتريءَ جي سلسلي ۾ 'تحقيق' (Research) جو ڪردار. | ڊاڪٽر ايم. حق، ريڊر I.E.R.، ڍاڪا. |

**سفارشون (Recommendations):**

هر سيشن جون سفارشون هيٺيون هيون:

**(i) پهرين سيشن جي بحث و مباحثي بعد سفارشون ـ (فلسفو ۽ مقاصد)**

(1) اسلامي نظريات مطابق اقدار وڌائڻ.

(2) زيرِ تربيت استادن کيٰ اسلام جي بنيادي اصولن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ اسلامي نظريات جي عملي ۽ ڪرداري پهلوئن جي مظاهري ڪرڻ لائق بنائڻ.

(3) ٻار جي فطرت متعلق استادن جي سمجهہ وڌائڻ.

(4) سکيا جي نوعيت (Nature) ۽ حرڪيات (Dynamics) متعلق استادن جي سمجهہ وڌائڻ.

(5) ليسن / اسباق (Lessons) جيٰ مواد ، تياري ۽ رٿا بندي (Planning) ۾ استادن جي صلاحيت (Competence) وڌائڻ.

(6) ٽيڪنيڪس (Techniques)، ميٿڊس (Methods) ۽ سکيا جي مختلف ذريعن (Media of Instruction) جي استعمال ۾ استادن جي صلاحيت وڌائڻ.

(7) تعليم جي ڪارڪردگيءَ (Behavioural) جي پهلوئن يعني ڪارڪردگيون جيڪي شاگردن ۾ تبديل ڪرڻيون آهن، تن جي واقفيت مهيا ڪرڻ.

(8) جائزي (Evaluation) ۾ آزمائشن (Tests) ۽ انهن جي طور طريقن جي واقفيت مهيا ڪرڻ.

(9) رهنمائي (Guidance) ۽ مشاورت (Counselling) جي طور طريقن جي واقفيت مهيا ڪرڻ.

(10) پروفيشنل ڪوڊ آف ايٿڪس يعني پيشورانہ اخلاقيات جي هدايتن ذريعي پيشي جي تقدس جو روح ڦوڪڻ.

(11) زيرِ تربيت استادن جي شخصيت ۾ ليڊرشپ، مربوطيت، ايمانداري، پاڻ - وقف ڪرڻ (Dedication)، ۽ صبر و تحمل جهڙن اقدار اڀارڻ سان، اُجاگر ڪرڻ.

(12) استادن ۾ پنهنجي پيشي لاءِ فخر محسوس ڪرڻ جو روح ڦوڪڻ.

(13) گهربل ڄاڻ، رويي ۽ مهارتن جي حاصل ڪرڻ ذريعي تيزي سان بدلجندڙ سماج سان هم ـ آهنگ ٿيڻ جي لياقت وڌائڻ.

(14) انساني عظمت، صبر و تحمل، انساني ڀائيچاري، ۽ انصاف وغيره متعلق واقفيت پيدا ڪرڻ.

(15) ثقافتي ورثو جو موجوده ۽ ايندڙ وقت لاءِ اڳواڻ ٿيڻ لاءِ روح ڦوڪڻ لاءِ ضروري آهي، تنهنجي واقفيت ڏيڻ.

(16) استاد کي انهيءَ لائق بنائڻ ته هو پنهنجي 'پاڻ' کي سمجهڻ لاءِ تجسُس سان پاڻ ڳولڻ (Explore) ۽ سمجهڻ لائق ٿين.

(17) ڪميونٽيءَ جي سماجي و اقتصادي ۽ ثقافتي حالتن جي ڄاڻ وڌائڻ ۽ انهن لاءِ اڳواٽي يا قيادت (Leadership) فراهم ڪرڻ.

(18) زيرِ تربيت استادن ۾ سندن ملڪ ۾ ڪميونٽين جي سماجي قيادت سنڀالڻ جي ذميداريءَ جو احساس پيدا ڪرڻ.

(19) استادن کي پنهنجي پيشي ۾ دلچسپي وٺڻ لاءِ روح ڦوڪڻ ۽ ان کي وڌائڻ.

**(ii) ٻئي سيشن جي بحث و مباحثي بعد جون سفارشون**
**(ٽيچر ـ ايجوڪيشن لاءِ منصوبه بندي)**

(1) ٽيچر ـ ايجوڪيشن کي .H.S.C ۽ ڊگري سطح تي عام تعليم جي ڌاري ۾ .H.S.C ليول تي 'تعليم' کي هڪ گروپ جي شڪل ۾ ۽ ڊگري ليول تي هڪ مضمون جي حيثيت سان شامل ڪري، مربوط ڪيو وڃي.

پرائيمري ٽيچرس جي تربيتي ادارن (.P.T.Is) کي انٽرميڊيئيٽ ڪاليجز ڪري ليکيو وڃي. ساڳئي طرح جونيئر ٽريننگ ڪاليجز کي ڊگري ڪاليجز جو درجو ڏنو وڃي. ٽيچرس ٽريننگ ڪاليجز پنهنجي موجوده ڪورسن/مضمونن کان علاوه، وڌيڪ ملازمت ۾ اچڻ کان اڳ (Preservice) جا ٻن يا ٽن مهينن جا اهڙا ڪورس / مضمون آڇين جي خاص طور سان ٽيچنگ پرئڪٽيس جي تربيت سان وابسته هجن.

(2) تربيتي ادارن ۾ پروفيشنل تربيت وٺندڙن کانسواءِ ڪنهن کي بہ تربيتي ڊگري يا ڊپلومہ ڪورسن ۾ هڪ بيروني (External) اميدوار جي حيثيت سان اجازت نہ ڏني وڃي.

(3) سيني جنرل ڪاليجن ۾ هڪ 'تعليم جو ڊپارٽمينٽ' پڻ هئڻ گهرجي تہ جيئن 'تعليم' جي مضمون کي اختياري مضمون طور روشناس ڪرائي سگهجي.

(4) جونيئر ٽريننگ ڪاليجز کي وري نئون نالو 'ڪاليجز آف ايجوڪيشن' ڏئي ڊگري جي سطح تائين انهن جو درجو وڌايو وڃي.

(5) پرائمري ٽريننگ جي ادارن (P.T.Is.) ۾ بہ پروگرام روشناس ڪرايا وڃن:

(i) هڪ - سالہ پروگرام جو 'سرٽيفڪيٽ - ان- ايجوڪيشن' ڏياري. ان جي تڪميل ڪندڙن گريجوئيٽس کي پرائمري اسڪولن ۾ کپايو وڃي.

(ii) ٻن سالن جو پروگرام جو 'هاير سرٽيفڪيٽ - ان - ايجوڪيشن' يا 'انٽرميڊيئيٽ - ان - ايجوڪيشن' ڪرائي. ان جي تڪميل بعد جيڪي وڏيڪ خرچ برداشت ڪري سگهن اهي اڳتي ڊگري ڪورس وغيره لاءِ اڳتي وڌن.

(6) اعليٰ ثانوي ڪلاسن ۾ استادن جي تدريس بہ گهربل هئڻ گهرجي تہ جيئن تعليمي ڪوائف (Qualifications) سان گڏ ڪجهہ قدر تدريسي ڪوائف پڻ حاصل ٿي سگهن.

(7) اِن - سروس (ملازمت دوران) تربيت جو پڻ هڪ مقصد هئڻ گهرجي تہ جيئن استادن جي ڪوائف ۾ اضافو ٿيندو رهي ۽ هو پنهنجي پيشي ۾ اڳتي ئي وڌندا رهن. استادن کي اهو هڪ حقيقي محرڪ (Motivation) فراهم ڪندو تہ جيئن هو اِن - سروس ٽريننگ لاءِ آماده ٿين ۽ ان کي اختيار پڻ ڪن.

(8) ٽيچر ـ ايجوڪيشن جو معيار/خصوصيت وڌائڻ لاءِ ضروري آهي تہ اڻ تربيت ـ يافتہ، ڪجهہ تربيت ـ يافتہ يا پڻ تربيت ـ يافتہ استادن لاءِ تربيت جون سهوليتون ڪافي حد تائين وڌايون وڃن.

(9) بيروزگار تربيت ـ يافتہ استادن کي اسڪولن ۾ ملازمت ڏياري کپائڻ گهرجي.

(10) سيني قسمن جي ادارن جي استادن جون پگهارون ۽ سهوليتون ٻين سروسز (ملازمتن) جي برابر هئڻ گهرجن. انهيءَ سان جي استاد، تيچنگ جو پيشو چڏي ٻين سٺن مراعاتن وارن پيشن ڏانهن رخ ڪن ٿا، تن کي ٻنجو اچي ويندو.

(11) ماهر (Specialist) استادن خاص طور سائنسي مضامين جي استادن کي ان ڳالهہ لاءِ اُڪسايو وڃي تہ هو تدريسي ڪمن ۾ رهن ۽ آفيسن ۾ انتظامي ڪمن لاءِ وقت ضايع نہ ڪن.

(12) 'تعليم' جي مضمون کي هڪ اختياري مضمون طور سيني ڪاليجن ۾ روشناس ڪرائڻ گهرجي.

(13) اهڙا افراد جن وٽ 'تعليم' ۾ ماسترس ڊگري هجي تن کي پڻ تربيتي ڪاليجن ۾ ملازمت ڏيڻ کان اڳ ۾ ڪوائف حاصل ڪرائجي تہ جيئن ٻين شاگردن کي بہ 'تعليم' جي شعبي ۾ اُتاهين اڀياس لاءِ ترغيب ملي.

(14) استادن جي تربيت جون سهوليتون اينتريون وڌايون وڃن جو تربيت ـ يافتہ استادن جي کوٽ، جا افرادي واڌ (Popultion Growth)، اسڪولن کي ترڪ ڪرڻ (Dropout) ۽ ٻين سببن ڪري پيدا ٿئي ٿي، تنهن جو پورائو ڪري سگهجي.

**(iii) ٽئين سيشن جي بحث و مباحثي بعد جون سفارشون**

**(انساني و سماجي سائنسز جا مقاصد، نصابي فهرست، طور طريقا ۽ سکيا)**

**مقاصد متعلق (On Objectives):**

(1) انفراديت وڌائڻ خاطر هڪ اهڙي لياقت وڌائڻ جو فرد پنهنجي پاڻ جي هڪ انسان جي حيثيت سان اهميت سجاڻي، هڪ انسان جي ٻئي سان تعلق هجڻ جي اهميت سجاڻي، اسانن جي پنهنجي ۽ ٻين جاندارن جي وچ ۾ تعلق جي اهميت، ۽ پڻ ماحول ۾ چوڌاري جي شيون ۽ فطرت آهي انهن سان لاڳاپو ۽ اهميت سجاڻي ۽ انهن ۾ گهري دلچسپي وٺي.

(2) شاگرد استادن (زير تربيت استادن) جون پنهنجون واحد قسم جون خصوصيتون اُجاگر ڪرڻ ۽ وڌائڻ ۽ پڻ ڪين پنهنجي واحد قسم جي حصي وٺڻ (Contribution) سان پنهنجي سماج کي وڌيڪ مفيد ۽ باشعور بنائڻ جو اهل ڪرڻ.

(3) انهن ۾ گهربل سماجي عادات و اطوار جا نمونا (روح ۽ حقيقي پنهي نمونن ۾) پيدا ڪرڻ، مثلاً جمهوري انداز سان رهڻ، ٻين جي انفرادي حيثيت سان عزت ڪرڻ، ٻين جو خيال ۽ احساس رکڻ، تعاون ۽ حصو وٺڻ، صبر و تحمل، انصاف ۽ پيار و محبت:

(4) صحتمندانه اخلاقي خصلتون ۽ اخلاقي اقدار وڌائڻ.

(5) قومي ورثي، حب الوطني ۽ قومي فلسفه لاءِ نهايت ئي گهٽي عزت ۽ پسنديدگي وڌائڻ.

(6) اعليٰ سماجي ذميداريون ۽ مؤثر سماجي احساس پيدا ڪرڻ.

(7) علم هٿ ڪرڻ جي مسلسل اُڃ ( پياس Thirst) پيدا ڪرڻ.

(8) جمالياتي چسڪو (Taste)، اظهاري قوت (Expressive Power) ۽ تخليقي اُمنگ (Creative urge) وڌائڻ.

**مواد متعلق (On content):**

(9) انساني ۽ سماجي اپيياسن جو ڪافي مواد ڪورس ۾ شامل ڪرڻ گهرجي. تدريس جي طور طريقن کان علاوه مواد جي فهرست ۽ طريقن جو تناسب 40:60 هئڻ گهرجي.

(10) هيٺيان مضمون وڌايا وڃن:

**لازمي مضمون (Compulsory Subjects):**

| | |
|---|---|
| 1- Mother -Tongue (Language & literature) | 1- مادري زبان (ٻولي ۽ ادب) |
| 2- Educational Psychology including Mental Hygiene | 2- تعليمي نفسيات بمع ذهني صحت |
| 3- Principles of Education | 3- اُصول تعليم |
| 4- History of Education | 4- تاريخ تعليم |

| | |
|---|---|
| 5- Religious Education | 5- ديني تعليم |
| 6- Professional Ethics | 6- پيشورانه اخلاقيات |
| 7- Educational Measurement & Testing | 7- تعليمي پيمائش ۽ آزمائشون |

**اختياري مضمون (Optional Subjects):**

| | |
|---|---|
| 1- Educational Research | 1- تعليمي تحقيق |
| 2- Educational Administration | 2- تعليمي نظم و ضبط |
| 3- Teacher Education | 3- ٽيچر ـ ايجوڪيشن (تعليمِ اساتذه) |
| 4- Educational Statistics | 4- تعليمي شماريات |
| 5- Audio-Visual Aids | 5- سمعي و بصري آلات |
| 6- Curriculum Construcion | 6- نصاب سازي |
| 7- Comparative Education | 7- تقابلي تعليم |

**خاص مضمون (Special Subjects):**

| | |
|---|---|
| 1- Mother - Tongue | 1- مادري زبان |
| 2- English | 2- انگريزي |
| 3- History | 3- تاريخ |
| 4- Geography | 4- جاگرافي |
| 5- Mathematics | 5- رياضي |
| 6- Economics | 6- اقتصاديات |
| 7- Sociology | 7- سماجيات |
| 8- Arts & Crafts | 8- آرٽس ۽ ڪرافٽس |
| 9- Physical Education | 9- جسماني تعليم |
| 10- Music & Dramatics | 10- فنِ موسيقي ۽ ڈراما |

**نون ميٿڊس ۽ ٽيڪنيڪس تي (On New Methods & Techniques):**

(11) استادن کي تدريس جي نون ۽ جديد ميٿڊس ۽ ٽيڪنيڪس يعني

پڙهائڻ جي نون طريقن ۾ جهڙوڪ: ٽيم ـ ٽيچنگ (ٻن يا وڌيڪ استادن جي گڏجي پڙهائڻ جو طريقو)، پروگرامڊ انسٽرڪشن (پروگرام ٿيل سکيا) وغيره. اهڙن نون طريقن تي تجرباتي عمل شروع ڪرڻ لاءِ جتني به سهوليتون مهيا هجن ته جلد از جلد شروع ڪرڻ گهرجن.

(12) ٽيچر ـ ٽريننگ پروگرامن ۾ اسپيچ ٽريننگ (Speech Training) جو ڪورس لازمي قرار ڏيڻ گهرجي.

(13) سيني پرائيمري استادن کي پڙهڻ (Reading) جي جديد طريقن ۾ سکيا وٺڻ گهرجي.

(14) سيني استادن کي ٻوليءَ کي هڪ اسڪولي مضمون طور پڙهائڻ لاءِ جديد طريقن ۾ سکيا وٺڻ گهرجي.

### سکيا جي بهتريءَ تي (On Improvement of Instruction):

(15) امتحاني سرشتي کي سڌاريو وڃي نه جيئن سکيا جي طريقن ۾ به سڌارو آڻي سگهجي. امتحاني سرشتي ۾ گهربل تبديليون آڻڻ خاطر ٽيچر ـ ايجوڪيشن جي ادارن کي پنهنجي طور ني امتحان وٺڻ جي ذميداري سوني گهرجي.

(16) ايجوڪيشنل ميٿڊالاجي (تعليمي طريقن) ۾ سڌارو آڻڻ خاطر ڪي جديد رونمايون جهڙوڪ ٽيم ـ ٽيچنگ، انفرادي سکيا، تدريسي مشينيون (Teaching Machines)، لئنگئيج ليبارٽريز وغيره. اهڙن نون طريقن کي آزمائشي طور ٽيچر ـ ٽريننگ ادارن ۾ شروع ڪرڻ گهرجي.

(17) پاڻ ـ سکڻ (Self-Study) جي عمل کي همٿايو وڃي ته جيئن شاگرد - استادن کي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو وڃي يا اهڙي عادت وڌي وڃي.

(18) ڪلاس روم ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ (Group work) تي زور ڏنو وڃي.

(19) تدريس جي مددگاري آلات متعلق نظرين تي زور ڏيڻ بجاءِ انهن جي فراهمي ۽ ڪم آڻڻ کي يقيني بڻايو وڃي.

(20) هر ٽيچر - ايجوڪيشن اداري سان هڪ تجرباتي اسڪول (Laboratory School) ملحق ڪيو وڃي ته جيئن تعليمي ميٿڊالاجي ۾ تجربن کي همٿايو وڃي.

(21) ايجوڪيشنل ميٿڊالاجي ۾ تحقيق تي زور ڏيڻ گهرجي.

**(iv) چوٿين سيشن جي بحث و مباحثي بعد جون سفارشون**

**(رياضي ۽ سائنسز ۾ سکيا جا مقاصد، مواد ۽ طور طريقا)**

**مقاصد (Objectives):**

(1) معلومات يا ڄاڻ جي ڏي - وٺ (Communication) لاءِ عام ذريعن (Mass-Media) کي استعمال ڪرڻ جي مفاهمت وڌائڻ ۽ پڻ ڏسڻ ته اهي ڪيئن پيدا ڪيا وڃن.

(2) زير - تربيت استادن ۾ سائينٽيفڪ ريسرچ (سائنسي تحقيق) ۾ کوجنا لاءِ دائمي ذوق وُ شوق پيدا ڪرڻ.

**مواد (Contents):**

(1) مستقبل جي رياضيءَ جي استادن لاءِ سيني ٽيچرس ٽريننگ ادارن ۾ نئين رياضي شروع ڪرڻ گهرجي. موجوده رياضيءَ جي استادن لاءِ پڻ مواد ۽ ميٿڊالاجي بنهي ۾ تربيت مهيا ڪرڻ جو بندوبست پڻ ڪيو وڃي.

(2) ثانوي اسڪول جي سطح جي جنرل سائنس جي مضمون کي تربيتي ادارن جي انهن زير - تربيت استادن لاءِ لازمي قرار ڏنو وڃي جي لبرل آرٽس (Liberal Arts) ۾ گرئجوئيٽ ٿيڻ چاهين.

(3) هيومئنٽيز (Humanities) جي مضمون کي وري سائنس جي استادن لاءِ تربيتي ادارن ۾ لازمي قرار ڏنو وڃي.

(4) تربيتي ادارن ۾، نئين شامل ٿيندڙ ڄاڻ (Emerging knowledge) جي ذخيري جي روشنيءَ ۾ مواد ۽ ميٿڊالاجي جي طور تي، نصاب ۽ تربيتي مواد کي پڻ جديد بڻايو وڃي.

(5) رياضي ۽ سائنس جي هر هڪ مد (Area) ۾ هڪ ماهرن ۽ سيني سطحن

تي ڪم ڪندڙ اهڙن استادن جو جٿو (Body or Group) تيار ڪيو وڃي جيئن اُهي هر ميدان ۾ ميٿڊالاجي پنهي ۾ نئين ڄاڻ ۽ علم جو مسلسل جائزو وٺندا رهن. اهڙي جٿي جو فائدو اهو ٿيندو ته :

(الف) هو ماهرانه ڄاڻ فراهم ڪري سگهندا؛

(ب) گورنمينٽ پڻ اهڙين ماهرانه خدمتن کي استعمال ڪري سگهندي؛

(ج) هو صوبائي بيورو آف ڪريڪيولم ۽ سينٽرل بيورو آف سليباءِ (Central Bureau of Syllabi) درميان رابطي جو ڪم ڪري سگهندا.

(6) تربيتي ادارن جي انهن استادن جي رياضي ۽ نئين رياضيءَ جي تدريس سان وابسته آهن تن جي ملازمت دوران (Inservice) هر پنج سالن جي وقفي سان تربيت جو بندوبست هئڻ گهرجي.

(7) تربيتي ادارن جي رياضي ۽ سائنس جي استادن جي هڪ تنظيم هئڻ گهرجي جا سائنس ۽ رياضيءَ جي تدريس جي عمل کي وڌائڻ لاءِ رسالا (Magazines) ۽ جرنلس ڇپرائي ۽ شايع ڪرائي.

(8) سائنس ۽ رياضي جي سکيا جي ميدانن ۾ ڪنهن به نئين ڳالهه يا حصي وٺڻ (Contribution) کي تسليم ڪرڻ جي سلسلي ۾ انعام و اڪرام ۽ تحسين ڏيڻ جو انتظام هئڻ گهرجي.

**سکيا جا طريقا (Methods of Instruction):**

(1) تربيتي ادارن ۾ سائنس جي تدريس لاءِ ليڪچر ميٿڊ ئي شايد واحد طريقو آهي جو استعمال ڪيو پيو وڃي. تنهن هوندي به ڪوبه طريقو بذات خود خراب ڪونه هوندو آهي. جو به طريقو استعمال ڪيو وڃي سو حالات پٽاندڙ هجي، پوءِ ان طريقي کي مزيد هٿي ڏيڻ لاءِ ۽ بهتر نتيجا ۽ مقاصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوبه ٻيو طريقو جو موزون نظر اچي استعمال ڪري سگهجي ٿو.

(2) ٽيچر ـ ٽريننگ ادارن ۾ طبعي سهوليتن ۽ گهربل ساز و سامان (Equipments) جو وافر مقدار ۾ مهيا هئڻ گهرجي ۽ انهن سان گڏ

ڊمانسٽريشن اسڪول پڻ هئڻ گهرجن تہ جيئن سائنس ۽ سائنسي مضمونن جي درس و تدريس لاءِ نون طور طريقن جو استعمال ممڪن بنائي سگهجي.

(3) زير ـ تربيت استادن کي سائنس ۽ رياضيءَ جي مضمونن جي تدريس جي جديد طريقن ۾ نون ٽيڪنيڪس، طور طريقن ۽ مهارتن حاصل ڪرڻ لاءِ جلد جلد ورڪشاپس ۽ سيمينار ڪرائڻ گهرجن تہ جيئن انهن کي اهڙن مضمونن ۾ جدت ۽ نواڻ کان آگاهہ رکي سگهجي.

(4) سائنس ۽ رياضيءَ جو معيار وڌائڻ خاطر، تربيتي ادارن لاءِ استادن جي ڀرتيءَ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ گهربل قابليت سائنس يا رياضيءَ ۾ ڊگريءَ سان گڏ پيشورانہ تربيت ۽ تربيتي ڪاليجن لاءِ ماسٽرس ڊگري ۽ ان سان پيشورانہ تربيت ماسٽر ليول تائين هئڻ گهرجي. سائنس ۽ رياضيءَ جي استادن کي ٽيڪنيڪل پگهار حاصل ڪرڻ جو حق هئڻ گهرجي.

(5) ڪلاسن ۾ حالات جي حقائق کان آگاهہ رکڻ لاءِ ضروري آهي تہ سائنس ۽ رياضيءَ جي استادن کي پرائيمري اسڪولن ۾ ۽ ٽريننگ ڪاليجز جي استادن کي هاءِ اسڪولن ۾ ڪلاس وٺرائجن.

## نون طور طريقن کي شامل ڪرڻ جي موافقت

**(The Feasibility of Incorporating New Methods & Techniques)**

(1) نون طور طريقن کي شامل ڪرڻ ۽ انهن کي عمل ۾ آڻڻ جي سلسلي ۾ تڪليفن جو اندازو لڳائڻ خاطر جاچ پڙتال (Survey) جو هڪ جامع پروگرام عمل ۾ آندو وڃي. انهن هنڌن تي جتي واڌارو تمام ڍرو هجي اتي خاص توجهہ ڏيڻ کي ترجيح ڏني وڃي.

(2) تربيتي ادارن ۾ ميٿڊ جي ڪورسن جو وري جائزو ورتو وڃي ۽ انهن ۾ جديد طريقن خاص ڪري پروگرامڊ لرننگ (Programmed Learning) ۽ تعليمي ٽيليويزن وغيره جهڙن طريقن کي پڻ استادن جي تربيتي ادارن جي موادي فهرست ۾ شامل ڪيو وڃي.

(3) سائنس گريجوئيٽس جي اڻاٺ سبب سائنس ۽ رياضيءَ جي سکيا گهٽو

ڪري رُڪيل رُڪيل (Handicapped) هوندي آهي. اهڙيءَ اثاث کي منهن ڏيڻ لاءِ، مئٽرڪ پاس شاگردن کي اعليٰ ثانوي ڪلاسن ۾ داخلا وٺڻ لاءِ وڏ ۾ وڏ ۽ پڻ وڏيڪ شرح سان اسڪالرشپون ڏنيون وڃن.

(4) ليسن جي مظاهري يا ڊمانسٽريشن ۽ عملي تدريس (Practice Teach-ing) جي ليسن لاءِ صحيح صحيح ۽ ڪافي انتظام ڪرڻ گهرجن ۽ اهڙيءَ طرح اهڙن مظاهرن لاءِ سيني تربيتي ادارن سان ملحق يونٽ قائم ڪرڻ گهرجن.

(5) سائنسي آلات کي بهتر بنائڻ لاءِ قليل المدت ڪورس شروع رکڻ جو بندوبست ڪيو وڃي.

(6) اهڙيون فلمون جي سائنس ۽ رياضيءَ جي سيکارڻ جا نوان طريقا ڏيکارين، سي تيار ڪيون وڃن ۽ مختلف مرڪزن تي ڏيکاريون وڃن ته جيئن متعلقہ استادن کي نون طريقن متعلق سيکاري سگهجي.

(7) انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن .I.E.R لاهور ۽ ڍاڪا جي سائنس ۽ رياضيءَ متعلق مواد ۽ سکيا جي اوڻاڻين (Draw - backs) تي تنيل تحقيقن کي يڪجا ڪيو وڃي ۽ اهو يڪجا ڪيل مواد حڪومت کي پيش ڪيو وڃي.

### (v) پنجين سيشن جي بحث و مباحثي بعد جون سفارشون (درس و تدريس جي ٽيڪنالاجي)

(1) سمعي و بصري آلات جي ميدان ۾ ضروري هيناهين ڍانچي (Infra - structure) استوار ڪرڻ لاءِ، اهو تمام لازمي نظر اچي ٿو ته گهٽ ۾ گهٽ اٺ وڌيڪ سمعي و بصري آلات جا مرڪز قائم ڪيا وڃن جي ملڪ جي پنهي حصن ۾ برابر ورهايل هجن.

(2) ڍاڪا ۽ لاهور جي موجوده سمعي و بصري آلات جي مرڪزن ۾ سهوليتن کي وڌيڪ مستحڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي ته جيئن انهن (سمعي و بصري آلات) ۾ ملازم استادن کي سندن باقاعده ڪارڪردگين جي دائره ڪار اندر تحقيق کي بہ شامل ڪيو وڃي.

(3) سمعي و بصري آلات جي مرڪزن ۽ قومي و صوبائي نصابي اوسر جي

بيوروز ۾ سرگرم / ڀرپور تعاون قائم هئڻ گهرجي ته جيئن جيڪي سکيا جا معاون (Teaching Aids) تيار ڪيا وڃن سي وقت بوقت تيار ٿيندڙ جديد نصاب تي ٻيڌل هجن.

(4) سمعي و بصري آلات جي مرڪزن کي معقول اسٽاف ملڻ گهرجي ته جيئن اهي وڏي پيماني تي مختلف سکيا جا معاون خاص ڪري چارٽ، ڊائگرامس (Diagrams)، گلوبس (Globes) وغيره جي فراهمي ڪري سگهن ته جيئن انهن جا سيٽ هر اسڪول جي ڪلاس رومس ۾ استعمال ڪري سگهجن.

(5) انهن جي صحيح استعمال کي وڌائڻ خاطر، نيشنل ايجوڪيشن فلمز ايڪسچينج سسٽم کي فوري طور تي اداري ۾ تبديل ڪرڻ جي ضرورت آهي. اهڙي سسٽم هيٺ، سيني تعليمي فلمن، فلم اسٽرپس (فلمي ٽڪرن) ۽ سلائيڊس، جي ملڪ ۾ مهيا آهن، تن جو هڪ جامع ڪئٽلاگ تيار ڪيو وڃي، جنهن ۾ هر هڪ شيءِ جي سامهون انهن ادارن جي مالڪن جا نالا ۽ ائڊريسيون پڻ ڊيڪاريل هجن. ملڪ جي سيني تعليمي ادارن کي ان لائق بڻايو وڃي ته جيئن اهي شيون اُڌار وٺي سگهن. ٻنهي طرفن ڪان جيڪو به خط و ڪتابت تي خرچ اچي تنهن ۾ حڪومت طرفان مدد يا رعايت شامل هئڻ گهرجي. پوسٽل اٿارٽيز توڙي P.I.A. جي مئنيجمينٽ کي اهڙي قسم جي خاص رعايت ڏيڻ تي آماده ڪيو وڃي.

(6) موبائيل (جي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ وڃي سگهن) سمعي و بصري آلات جي يونٽن کي ملڪ جي ضلعي / سب ڊويزنل سطحن تي قائم ڪرڻ لاءِ ڪافي منصوبه بندي جي ضرورت آهي. اهڙا متحرڪ يونٽ تعليمي ادارن طرفان هر ايريا ۾ مجموعي طور قائم ڪري سگهجن ٿا. انهن لاءِ 50% مدد متعلقه صوبائي حڪومت طرفان ملڻ گهرجي.

(7) سمعي و بصري آلات جي مرڪزن کي گورنمينٽ طرفان وافر فنڊ ملڻ گهرجن. تعليمي سيڪٽر لاءِ رکيل رقم جو ڪو حصو يا فيصد حصو سمعي و بصري آلات جي تياري ۽ فراهمي لاءِ ڏيڻ گهرجي، خاص ڪري اهڙا آلات جي انهن هنڌن تي مقامي طور تيار ٿي سگهن ۽ وڏ ۾ وڏ اسڪولن ۾ استعمال ڪري سگهجن.

(8) ادارن ۾ شاگردن کان وصول ٿيندڙ فين جي 25% کي سمعي و بصري آلات جي فراهميءَ لاءِ استعمال ڪرڻ گهرجي.

(9) اسان جي ٽيچر - ايجوڪيشن جي پروگرامن جي نصاب ۾ "سمعي و بصري آلات جي تعليم" جي مضمونن کي خاص اهميت ڏيڻ گهرجي. B.Ed, P.T.I, P.T.C ۽ M.Ed. جي پروگرامن جي سيپني ميٿڊ جي ڪورسن جي مواد جو گهٽ ۾ گهٽ 25% حصو صرف ۽ صرف سمعي و بصري آلات جي ناهڻ ۽ استعمال لاءِ وقف ڪرڻ گهرجي. M.Ed. ۽ M.A. (Education) جي پروگرامن ۾، سمعي و بصري آلات جي تعليم کي ايپاس لاءِ هڪ هلڪي مضمون طور پڙهايو وڃي. وڌيڪ ته، ڪجهه سمعي و بصري آلات جا وڌيڪ اهميت (Advanced) وارا ڪورس B.Ed.، M.Ed. ۽ M.A. (Education) جي سطح تي وڌيڪ اهم اختياري وارا مضمون ڪري آڇيا وڃن. انهيءَ مقصد لاءِ، موزون سمعي و بصري آلات وارن يونٽن ۾ تربيت - يافته اسٽاف پربو وڃي ۽ اهڙا يونٽ ملڪ جي استادن جي تربيتي ادارن ۾ قائم ڪيا وڃن.

(10) جيستائين ڪ موجود سمعي و بصري آلات جي سينٽرن ۾ انهيءَ مد ۾ تحقيق جاري ڪرڻ جا انتظامي بندوبست ڪيا وڃن، تيستائين انهن شاگردن جي ملڪ جي ٽيچر - ايجوڪيشن جي ادارن ۾ ,M.A (Edu.) M.Ed. يا پڻ Ph.D جي پروگرامن ۾ پنهنجي تعليم جاري رکيو وينا آهن تن جي همت افزائي ڪئي وڃي ته هو ڪي اهڙا عنوان ڪٿڻ جي سندن ڊگري پروگرامن جي تحقيقي ضروريات جي پورائي ڪرڻ لاءِ سکيا جي ٽيڪنالاجي سان وابسته هجن.

(11) ملڪ جي پنهي حصن ۾ I.E.Rs، ايجوڪيشن ايڪسٽينشن سينٽرن، ۽ ٽيچر - ٽريننگ ڪاليجن ۾ ان - سروس يعني ملازمت دوران سمعي و بصري آلات جي تعليم فراهم ڪرڻ گهرجي.

(12) استادن کي ٽريننگ يعني تربيت ڏيڻ بعد، انهن لاءِ تدارڪي (Follow-up) پروگرام شروع ڪيا وڃن ته جيئن ڏٺو وڃي ته هو ڪيتري قدر حقيقي طور اهي آلات استعمال ڪن پيا ۽ اهو پڻ ڏسجي اهي استادن کان صحيح طور استعمال ڪيا پيا وڃن.

(13) استادن جي تعليم جي تربيتي ادارن ۾ ڪين پروگرامڊ لرننگ (Programmed Learning) ۾ ضروري تربيت ڏيڻ لاءِ ڪافي بندوبست ڪرڻ گهرجي ۽ ڪين اهڙي قسم جي سکيا ڏيڻ لاءِ ۽ ان ۾ گهربل سکيا جي مواد ڪي استعمال ڪرڻ لاءِ همٿائڻ گهرجي.

(14) تجرباتي طور تي سکيا جي ٽيڪنالاجي اڳتي وڌيڪ (Advanced) خيالن/ تجويزن يا رٿن جهڙوڪ ايجوڪيشنل ٽيليويزن، اوپن يونيورسٽي جو سسٽم ۽ اهڙائي ٻيا خيال، تن ڪي آزمائڻ خاطر جوڳا بندوبست ڪرڻ گهرجن. جيڪڏهن اهڙين تجويزن ڪي في الوقت ملڪ جي دور دراز حصن تائين وڌائي ڪونہ سگهجي تہ ان ڏس ۾ بين الاقوامي ايجنسين سان رابطا شروع ڪرڻ ۽ انهن ڪي سهڪار جي اهڙن پروگرامن لاءِ آماده ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪرڻ گهرجن.

(15) تعليمي ٽيليويزن شروع ڪرڻ لاءِ اها سفارش ڪجي ٿي تہ شروعاتي طور تي سڄي ملڪ جي وس هيٺ آڻڻ لاءِ بوسٽر اسٽيشنون قائم ڪيون وڃن.

(16) استادن جي تربيت جي ادارن ۾ وافر مقدار ۾ فنڊ ۽ سنديافتہ عملو فراهم ڪيو وڃي تہ جيئن سائنسي آلات ۽ سمعي و بصري آلات جي تبديلي، مرمت ۽ انهن ڪي هلائڻ جوڳو رکي سگهجي.

(17) ايجوڪيشنل ايڪئپمينٽ ڊيولپمينٽ بيورو (Educational Equipment Development Bureau) ڪي وڌايو وڃي ۽ ان ۾ باصلاحيت عملو رکيو وڃي تہ جيئن اُهو تعليمي ادارن ۾ سائنسي آلات جي ضرورت ڪي منهن ڏئي سگهي. ۽ اهڙن آلات جي استعمال، درست رکڻ ۽ سنڀال ڪرڻ وغيره جهڙن معاملن ۾ استادن جي تربيت ڪي معقول بنائي سگهي.

(18) مختلف سطحن تي استادن جي هر تربيتي اداري ۾ سمعي و بصري آلات جي تحفظ، مظاهري ۽ ڏيکاءَ وغيره لاءِ مزيد طبعي سهوليتون فراهم ڪيون وڃن.

(19) استادن جي تربيتي ادارن سان ملحق اسڪولن جي ڪلاسن لاءِ هر شاگرد لاءِ 10 چورس فوٽن جي پراڻي خيال بجاءِ 15 چورس فوٽ ڏنا

وجن تہ جيئن سمعي و بصري آلات جو صحيح صحيح ۽ رٿيل استعمال ڪري سگهجي.

**(vi) ڇهين سيشن جي بحث و مباحثي بعد جوڻ سفارشون (JTCs ۽ PITIs ۾ مقاصد، مواد ۽ سيکارڻ جا طريقا)**

(1) ٽيچر ـ ايجوڪيشن کي مربوط رکڻ جي سفارش ڪئي ويئي آهي ڇاڪاڻ ته ها ڳالهہ ڏهرائپ (Duplication) کي ختم ۽ توازن پيدا ڪرڻ لاءِ تمام ضروري آهي. ڇاڪاڻ تہ اهو قدم پروگرام کي مستحڪم ڪرڻ سان گڏوگڏ اسڪولي مضمونن جي مدن (Areas) کي ۽ پروفيشنل ايجوڪيشن جي خاص پروگرام کي استحڪام بخشڻ لاءِ پڻ ڪجهہ جڳهہ پيدا ڪندو.

(2) استادن جي پگهارن جا اسڪيل سندن ڪوائف (Qualifications) مطابق ڏنا وڃن ۽ انهن ۾ اهو خيال نہ رکيو وڃي تہ هو ڪهڙي سطح تي پڙهائي رهيا آهن.

(3) اسڪولي نصاب ۽ ٽيچر ـ ٽريننگ پروگرام درميان گهرو رابطو هئڻ گهرجي.

(4) جيستائين تعليم جي نظريي ۽ تدريس جي طريقن جو تعلق آهي، انهن ۾ بنيادي تبديل اچڻ گهرجي تہ جيئن انهن ۾ حقيقي تدريسي عملن يا ڪارڪردگين ۾ ڪافي ۽ موزون تعلق رهي سگهي.

(5) ان ڳالهہ جي پڻ سفارش ڪئي ويئي آهي تہ استادن جي تعليم کي اسڪول جي نصاب جي ساخت، اوسر، عملي صورت، ۽ جائزي سان ملحق ڪيو وڃي.

(6) تعليمي منتظم (Administrator) کي پنهنجي ڪم ڪي جنهن ۾ اسڪول ۾ مختلف اپياسي ڪورسن کي عملي جامو پهرائڻ ۽ جائزي وغيره کي باصلاحيت سرانجام ڏيڻ لائق بنائڻ لاءِ ضروري آهي تہ ڪيس تعليم جي نظريي ۽ عمل ۾ اينڌڙ جديد اوسر ۽ نت نون رجحانن جي ڏس ۾ وري نئين تازگي (Re-orientation and refresh) ڏيڻ گهرجي.

(7) D.D.P.I کي گذارش ڪئي وڃي ته هو سڀني ادارن بشمول ليباريٽري اسڪولن جي سربراهن کي هدايت ڪري ته اهي استادن جي تربيتي ادارن کي ٽيچنگ پرئڪٽس جي انتظام ۽ اهتمام ۾ پنهنجو پورو پورو تعاون ڪن.

(8) ٽيچنگ پرئڪٽس تڏهن شروع ڪئي وڃي جڏهن زير تربيت استادن تعليم جي نظرياتي ۽ تدريسي طريقن ۾ ڪافي ڪجهه ڄاڻ ۽ حاصلات حاصل ڪئي هجي.

(9) عملي ليسن جو گهٽ ۾ گهٽ تعداد 60 هئڻ گهرجي جيڪو اسڪول جي ٻن مضمونن ۾ هئڻ گهرجي.

(10) اسڪول جي تربيت ـ يافته استادن کي شاگرد ـ استادن (Student Teachers) جي تدريسي ڪمن ۾ شامل ڪيو وڃي ۽ کين اضافي ڪم لاءِ ڪجهه معاوضو ڏيڻ گهرجي.

(11) اسڪولن کي استادن جي تربيتي ادارن ذريعي ٽيچنگ پرئڪٽس دوران تدريسي معاونات يا آلات خريد ڪرڻ لاءِ خاص فنڊ فراهم ڪيا وڃن.

(12) مظاهري وارن سبقن جوڪافي تعداد هئڻ گهرجي ۽ اهي مضمون جي مختلف ضروري پهلوئن تي محيط هئڻ گهرجن ۽ تربيتي اداري جي استادن کي ڏيڻ گهرجن. زير تربيت استادن کان تنقيدي اسباق (Criticism Lessons) به ڪرايا وڃن.

(13) شاگردن جي تدريس جي جوڳي نگراني (Supervision) لاءِ ٽيچنگ پرئڪٽس ۾ عملي اسباق ڏيڻ جي جائزي وٺڻ لاءِ معيار هجي ته:

(الف) زير تربيت استادن جا عادات و اطوار؛

(ب) اسباق جي رٿابندي ۽ تياري؛

(ج) ليسن ڏيڻ جو نمونو ؛

(د) معاوني آلات جوا ستعمال؛

(ه) شاگردن جو تعاون؛

(و) شاگردن (زير تربيت استادن) ۽ اسڪول جي استادن جو تعلق؛ ۽

(ز) اسڪول جي هم – نصابي مشغولين ۾ حصو وٺڻ.

**(vii) ستين سيشن جي بحث و مباحثي بعد جون سفارشون**

**(استادن جي تربيتي ادارن ۾ پرئڪٽس ٽيچنگ)**

(1) اهو خيال ڪيو ويو ته هر صوبي ۾ هڪ عليحده ڊائريڪٽر آف ٽيچر - ايجوڪيشن هجي. انهيءَ سلسلي ۾ پهرين قدم طور هڪ جوائنٽ ڊائريڪٽر جو مناسب عملي ۽ سهوليت سان تقرر ڪيو وڃي ته جيئن هو هر صوبي ۾ ٽيچر - ايجوڪيشن سان تعلق رکندڙ معاملن کي منهن ڏئي سگهي. سپروائيزري عملي جو پڻ تقرر ڪيو وڃي ته جيئن ٽيچر - ايجوڪيشن ادارن ۾ درس و تدريس جي سلسلئہ عمل ۾ بهتريءَ لاءِ آساني پيدا ڪري سگهي.

(2) جيئن ته ٽيچر - ايجوڪيشن جي پروگرامن جي مقاصد لاءِ اهو به مطلوب آهي ته شاگرد - استادن جي ڪارڪردگيءَ جو جامع ۽ مسلسل جائزو ورتو وڃي، تنهن لاءِ اها سفارش ڪئي ويئي ته ٽيچر - ايجوڪيشن جي ادارن کي شاگرد - استادن جي حاصلات يا ڪارڪردگيءَ جي جائزي وٺڻ جي سموري ذميداري سونپي وڃي. انهيءَ مقصد لاءِ هر اهڙي زير - تربيت استاد جو مجموعي رڪارڊ (Comulative Record) رکيو وڃي ۽ ان جو سائنسي انداز ۾ جائزو ورتو وڃي. جي استاد ڪورس جون سموريون تقاضائون بخوبي پوريون ڪن تن کي اهڙن ادارن طرفان سرٽيفڪيٽ ڏنا وڃن.

(3) ٽيچر - ايجوڪيشن جي ادارن جي نصاب کي وقت بوقت نظر مان ڪڍيو وڃي ۽ ان جو جائزو ورتو وڃي ته جيئن ان ۾ گذريل تجربات ۽ نين جدتن (New Developments) جي روشنيءَ ۾ بهتري آڻي سگهجي. موجوده نيشنل بيورو آف ڪريڪيولا اينڊ سليباءِ، تجويز ڪيل صوبائي ٽيچر - ايجوڪيشن جي ڊائريڪٽوريٽ ۽ انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن اينڊ ريسرچ کي پوري پاڪستان اندر انهيءَ سلسلي جون پنهنجيون ڪارڪردگيون يڪجا ڪرڻ گهرجن.

(4) ٽيچر - ايجوڪيشن جي ميدان ۾ نين جدتن جي روشنيءَ ۾، اها سفارش ڪئي ويئي ته ٽيچر - ايجوڪيشن جي نصابي مواد کي وڌين وڌين مدن

(Areas) ۾ تقسيم ڪيو وڃي، جيئن تہ:

(i) جنرل ايجوڪيشن،

(ii) پروفيشنل ايجوڪيشن،

(iii) اسڪولي مضمونن ۾ اسپيشلائيزيشن (خاص مهارت حاصل ڪرڻ)،

(iv) تدريس ۾ عملي تجربا. انهن مدن کي سندن اهميت جي بنياد تي مناسب وزن (Weightage) ڏنو وڃي. اها بہ تصديق ڪئي وڃي تہ هر مضمون کي جيترا ڪلاڪ (وقت) ڏنا وڃن سي حقيقي طور بامعنيٰ ۽ تخليقي تعليمي سرگرمين ۾ صرف ڪيا وڃن.

(5) نيشنل بيورو آف ڪريڪيولا کي جلد ئي هڪ ماهرن جي ڪميٽي مقرر ڪرڻ گهرجي جن ۾ ماهرين، استاد، تربيتي ادارن جا پرنسيپال شامل هجن، تہ جيئن اُهي ملڪ جي تربيتي ادارن جي موجوده حالات، انهن ادارن جي نصاب جي خوبين ۽ خامين، ۽ ملڪ اندر سڀني سطحن تي استادن جي تربيت جي پروگرامن کي بهتر بنائڻ لاءِ اُپائن ونڻ جون تجويزون پيش ڪن.

(6) ٽيچر - ايجوڪيشن جي پروگرامن کي اهڙيءَ طرح مربوط بنايو وڃي جو ان ۾ گهٽ ڪوائف رکندڙ استادن جي تربيت لاءِ ڪافي وسعت (Scope) هجي تہ جيئن هو پنهنجي پگهارن بهتر ڪرڻ خاطر مٿيان سرٽيفڪيٽ ۽ ڊپلوما وغيره حاصل ڪري سگهن. اها بہ سفارش ڪئي پئي وڃي تہ استادن جون پگهارون سندن ڪوائف سان ڏنيون وڃن ۽ حڪومت کي اهو تدارڪ ڪرڻ گهرجي تہ جيئن وڌيڪ ڪوائف وارو استاد بہ پرائيمري اسڪول ۾ ڪم ڪري تہ پگهار ڪيس سندس ڪوائف مطابق ملي.

(7) تعليم جي پيشي لاءِ ذهين افراد (Talented Persons) کي ڪشش ڪرڻ لاءِ شاگرد - استادن لاءِ اسڪالرشپس جي تعداد ۽ رقم ۾ اضافو ڪيو وڃي. جي شاگرد سائنس، ٽيڪنيڪل مضمونن ۽ پيشورانہ مضمونن ۾ تياري جو ارادو رکن تن لاءِ خاص اسڪالرشپس آڇيون وڃن.

(8) سيني انڊر - گريجوئيٽ تربيتي ادارن کي جونيئر ٽريننگ ڪاليجز سان برابر ڪيو وڃي.

(9) P.T. انسٽيٽيوٽس لاءِ تجويز ڪيلُ سليبس (مواد) ڪي وري ڏنو ويو ۽ اها سفارش ڪئي وئي ته تجويز ڪيل مضمون "فوڊ پروڊڪشن (Food Pro-duction) ڪي "ائگريڪلچر (Agriculture)" جـو نالو ڏنو وجي ۽ "سوشيو - ايڪانامڪ ڊيولپمينٽ (Socio-Economic Development) جو عنوان پڻ موزون نموني ٻيو رکيو وڃي.

(10) P.T. ادارن ۾ "نيوٽريشن (Nutrition)" جي مضمون پڙهائڻ لاءِ ماهر استادن جي مقرري لاءِ سفارش ڪئي وئي.

(11) ملڪ جي اسڪولن ۾ درس و تدريس جي معيار وڌائڻ خاطر، اهو خيال ڪيو ويو ته نگرانيءَ کي وڌيڪ بهتر ۽ مستحڪم ڪرڻ جي گهڻي ضرورت هئي. انهيءَ ڳالهه کي نظر ۾ رکندي، هڪ قدم طور اها پڻ سفارش ڪئي وئي ته جاچ پڙتال جي عملي کي نوان نالا جهڙوڪ "نگران (Supervisors)" وغيره ڏنا وڃن ته جيئن نگرانيءَ جو ڪردار صحيح عڪس ۾ اچي وڃي. اها پڻ وڌيڪ سفارش ڪئي وئي ته اهڙي نگرانيءَ جي عملي کي معقول ان - سروس ٽريننگ ڏني وڃي ته جيئن هو درس و تدريس جي سلسلئه عمل جي بهتريءَ لاءِ هڪ نئين عمل پيرا (Catalyst) طور ڪم ڪري پنهنجو ڪردار نڀائي سگهن. اها پڻ سفارش ڪئي وئي ته هر نگران (Supervisor) کي پنجن استادن کان وڌيڪ استادن جي نگرانيءَ جو ڪم نه ڏنو وڃي.

(12) ٽيچر - ايجوڪيشن جي ادارن جي اسٽاف کي ويجهن اسڪولن ۾ نگرانيءَ جي ڪم ڪندڙ استادن جي ڪم سان ملحق ڪيو وڃي.

(13) اها سفارش ڪئي وئي ته شاگرد - استادن ۾ ورهائڻ لاءِ درسي ڪتاب ۽ استادن لاءِ رهنمائيءَ وارا ڪتاب (Teacher's Manuals) جلد تيار ڪرايا وڃن. نگراني ڪندڙ اسٽاف لاءِ پڻ سندن پيشورانه چاڻ ۾ اضافي خاطر تدريسي خبرنامه (Instructional Bulletins) شايع ڪيا وڃن. نيشنل بيورو آف ڪريڪيولم ۽ سليباءِ انهيءَ معاملي ۾ متعلقه ايجنسيءَ کي فنڊز فراهم ڪرڻ واسطي قدم کڻي.

**(viii) اٺين سيشن جي بحث و مباحثي بعد جون سفارشون**

**(ٽيچر ـ ايجوڪيشن پروگرام لاءِ درسي ڪتاب ۽ تدريسي مواد)**

(1) صوبائي سطح تي هڪ بورڊ/ڊائريڪٽوريٽ هئڻ گهرجي جو هيٺين ڪمن جي سنڀال ڪري:

(الف) سيني استادن جي تربيتي ادارن جي ڪارڪردگين، کي يڪجا ڪري ۽ انهن متعلق مشورا ڏئي،

(ب) ٽيچر ايجوڪيشن مواد ، فهرستن ۽ نصاب کي جديد بنائي،

(ج) انڊر – گرئجوئيٽ ليول تي استادن جي تربيتي ادارن لاءِ درسي ڪتاب شايع ڪرائي،

(د) متعلقہ تدريسي مواد شايع ڪرائي ۽ پڻ سمعي و بصري آلات تيار ڪرائي،

(ه) ٽيچر ـ ايجوڪيشن تي وقت بوقت سيمينار / ورڪشاپ / ڪانفرنسون منعقد ڪرائي، ۽

(و) ٽيچر ـ ايجوڪيشن تي تحقيق جاري ڪرائي ۽ ان کي وڌائي ويجهائي.

(2) موجوده ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ يا گورنمينٽ جي ٻي ڪا اهڙي ايجنسي جهڙوڪ تجويز ڪيل "پراونشل بيورو آف ڪريڪيولم ڊيولپمينٽ" کي استادن جي تعليم جي درسي ڪتابن تيار ڪرائڻ جو ڪم سونپيو وڃي. ٽيڪسٽ بوڪ بورڊن کي ان ڳالهہ تي دلچسپيءَ سان توجهہ ڏيڻ گهرجي تہ مٿين مقصد لاءِ معياري ڪتاب مهيا ڪرائڻ لاءِ مستقل (Permanent) ٽيڪنيڪل افراد مقرر ڪرڻ گهرجن.

(3) صوبائي سطح تي گورنمينٽ ايجنسي جا نصاب جي اوسر لاءِ ذميدار هجي تنهن کي مستقل ٽيڪنيڪل اسٽاف جهڙوڪ مضمونن جا ماهر، نصاب جا ماهر، تعليمي ماهرين نفسيات، سمعي و بصري ماهر، پيشہ ـ ور ليکڪ، ايڊيٽر وغيره، هئڻ گهرجي. اهڙن ماهرين کي وڌيڪ بيرون ملڪ اعليٰ تعليم ڏيڻ جا باقاعده پروگرام مهيا ڪرڻ گهرجن.

(4) وڏي پيماني تي تجرباتي تحقيق (Empirical Research) تي خاص زور

ڏيڻ گهرجي. اهڙيون تحقيقون حڪومت جي ايجنسين يا ٻين I.E.Rs. جهڙن لائق ادارن کان ڪرايون وڃن.

(5) درسي ڪتابن کان علاوه ٻيو تدريسي مواد پڻ تيار ڪرايو وڃي. نون ۽ جديد طريقن ۽ پروگرامن جهڙوڪ پروگرامڊ لرننگ ۽ ٽيم - ٽيچنگ کي آشنا ڪرائڻ جي مناسبت کي پڻ ڌيان ڏنو وڃي.

(6) مٿين ڪمن ۾ حصو وٺندڙن کي عزت ڀريو معاوضو ڏيڻ گهرجي. نين ايڊيشن تيار ڪرائڻ جي حالت ۾، ليکڪن کي رائلٽي (Royalty) جو ڪو في صد حصو ڏيڻ گهرجي.

(7) سڀني ڪتابن کي سينٽرل ڪاپي رائيٽ آفيس (Central Copy Right Office) ۾ رجسٽر (داخل) ڪرائڻ گهرجي. ليکڪن لاءِ هڪ اخلاقيات جو قانون پڻ تيار ڪرڻ گهرجي.

(8) ليکڪن (Authors) کي همٿائڻ لاءِ" مايہ ناز (Outstanding) ليکڪن کي اوارڊ (انعام) ڏنا وڃن.

## (ix) نائين سيشن جي بحث و مباحثي بعد جون سفارشون

## (ملازم استادن جي ٽريننگ لاءِ سهوليتون ۽ پروگرام)

(1) هر هڪ هزار پرائيمري اسڪولن جي يونٽ لاءِ هڪ ايجوڪيشن ايڪسٽينشن سينٽر (Education Extension Centre) يا 'تعليمي توسيعي مرڪز' قائم ڪيو وڃي ته جيئن ملازم پرائمري استادن لاءِ 3 کان 6 مهينن لاءِ باقاعده تربيت ڏئي سگهجي.

(2) ڊويزنل هيڊ ڪوارٽر ۾ پڻ هڪ ايجوڪيشن ايڪسٽينشن سينٽر هئڻ گهرجي ته جيئن زيرِ ملازمت استادن جي ٽريننگ جا ڪورس ڪرائي سگهجن.

(3) هڪ خاص طور سان پرائيمري استادن کي تربيت ڏيڻ وارن ادارن جي اسٽاف جي تربيت لاءِ ايجوڪيشن ايڪسٽينشن سينٽر قائم ڪرڻ گهرجي.

(4) رفريشر ڪورسن ڪرائڻ لاءِ وڌيڪ ٽريننگ سينٽر قائم ڪيا وڃن ۽ گهٽ ۾ گهٽ هر ضلعي ۾ هڪ اهڙو سينٽر هئڻ گهرجي ته جيئن پوري

سال دوران اهڙا ڪورس ڪرائي سگهجن (اهو ان وقت جي مشرقي پاڪستان يعني اج جي بنگلاديش متعلق آهي).

(5) غير تربيت يافته استادن جي هڪ وڏي انگ کي تربيتي ادارن ۾ وئڪيشن دوران قليل المدت (مختصر مدت وارا) تربيتي ڪورس شروع ڪرايا وڃن.

(6) پرائمري توڙي سيڪنڊري اسڪولن جي هر استاد لاءِ اهو لازمي هئڻ گهرجي ته هر پنج ساله عرصي دوران هڪ دفعو ڪيس ايجوڪيشن ايڪسٽينشن سينٽر ۾ تربيت حاصل ڪري.

(7) ان - سروس ٽريننگ وٺندڙ استادن جي پگهارن ۾ واڌو اضافا (Increments) ڏيڻ سان ڪين ترغيبات (Incentives) به ڏيڻ گهرجن.

(8) ڪن منتخب ادارن ۾ ملازم استادن ۽ پڻ نون ايندڙ استادن لاءِ خط و ڪتابت (Correspondence) ذريعي تربيت جا ڪورس شروع ڪيا وڃن. اهڙن ڪورسن جي تڪميل تي، هر استاد کي لازماً ٽيچنگ پرئڪٽس ڪرائي وڃي جا تربيتي ادارن جي استادن جي نگرانيءَ هيٺ هجي.

(9) سيئي ان - سروس ٽريننگ ڪورس بالآخر انهن تقاضائن کي پورو ڪن جي مختلف سطحن جي تعليمي سرٽيفڪيٽ/ڊپلوما ۽ ڊگري حاصل ڪرڻ جو رستو پڌائين.

(10) ملازم استادن کي ايجوڪيشن ايڪسٽينشن سينٽرن طرفان مفت ڪتاب ۽ درسي مواد ملڻ گهرجي.

(11) ايجوڪيشن ايڪسٽينشن سينٽرن کي قومي/صوبائي نصاب سازي ۽ اوسر وارن بيورن جي تعاون سان گهٽ ۾ گهٽ سه ماهي رسالا شايع ڪرڻ گهرجن ته جيئن انهن ذريعي تعليمي ميدان ۾ نمودار ٿيندڙ جدتن ۽ نين ترقين (Developments) متعلق ڄاڻ سيني استادن تائين رسائي سگهجي.

جرنل، بليٽن ۽ تحقيقي رپورٽون ۽ مقالا اهڙن ادارن جهڙوڪ انسٽيٽيوٽس آف ايجوڪيشن (I.E.Rs) ۽ ٽيچر - ٽريننگ ڪاليجز طرفان استادن جي تربيت جي ميدان ۾ ميٿڊس ۽ پين سڪيا جي

طريقن بابت نون رجحانن متعلق هجن تہ جيئن عملي طور ڪم ڪندڙ استاد موجود وقت تائين (Uptodate) جي نين ڳالهين ۽ رجحانن سان مسلسل رابطي ۾ هجن.

(12) هر ايجوڪيشن ايڪسٽينشن سينٽر کي مختلف درجن جي استادن لاءِ هر سال سيمينار/ورڪشاپ/ ڪانفرنسون منعقد ڪرائڻ گهرجن تہ جيئن هو تعليمي ميدان ۾ ٽينڊڙ بهترين اصلاحن ۽ ترقين کان باخبر رهي سگهن.

(13) هر ايجوڪيشن ايڪسٽينشن سينٽر ۾ هر مضمون خاص ڪري سائنس ۽ ٽيڪنيڪل ميدان ۾ ڪافي حد تائين تربيت يافتہ عملو هئڻ گهرجي.

(14) تدارڪ (Follow-up) ذريعي، ايجوڪيشن ايڪسٽينشن سينٽرن ۾ تربيت جي معيار کي جاچيو وڃي ۽ معيار کي يقيني بنايو وڃي.

**(x) ڏهين سيشن جي بحث مباحثي بعد جون سفارشون**

**( 'تعليم' کي مضمون طور متعارف ڪرائڻ يا شروع ڪرائڻ)**

(1) ' تعليم' (Education) کي هڪ مضمون طور پهرين ڊگري جي سطح تي ۽ جنرل ڪاليجن ۾ اعليٰ ثانوي سطح تي متعارف ڪرايو وڃي.

(2) 'تعليم' ۾ اڀياس جي وسيع ميدان مان هڪ مضمون چونڊيو وڃي جهڙوڪ:

(i) تعليم جي تاريخ ۽ نظريو بشمول ڪمپريٽو ايجوڪيشن؛

(ii) تعليمي نفسيات،

(iii) تعليمي طريقن جا اصول، ۽

(iv) بنيادي ڪورس ـ تاريخي، سماجي ۽ نفسياتي.

(3) 'تعليم' جي مضمون کي پهرين ڊگري ۽ اعليٰ ثانوي سطحن تي ڪنهن بہ هڪ مليل جُليل (Combined) ڪورس بدران متعارف ڪرايو وڃي.

(4) تعليمي مضمونن کي صرف اسڪول جي مضمونن سان مليل جليل ڪيفيت هجي.

(5) پهرين ڊگريءَ جي سطح تي، جيڪڏهن ممڪن ٿي سگهي ته، پرئنٽڪس ٽيچنگ کي رائج ڪيو وڃي.

(6) 'تعليم' جي مضمون کي سکيا جي مختلف سطحن تي اهڙيءَ طرح ڳنڍيو وڃي جو ڪنهن به هنڌ اهو بيهجي يا ختم ٿي نه وڃي.

(7) اعليٰ ثانوي ۽ پهرين ڊگريءَ جي سطحن تي سکيا جي پروگرامن جن ۾ 'ايجوڪيشن' جو مضمون خاص طور سان شامل هجي، تن جا نالا .Int Arts ۽ .B.A هجڻ گهرجن.

(8) .B.Ed جي هڪ خاص پروفيشنل پروگرام جي حيثيت (Status) سان .B.A جنهن ۾ 'تعليم' جو مضمون شامل هجي، تنهن کان وڌيڪ اڳتي ۽ اهميت واري حيثيت هئڻ گهرجي.

(9) هڪ .B.A جنهن 'Education' يعني 'تعليم' جي مضمون سان ڊگري حاصل ڪئي هجي تنهن کي اسڪولن ۾ تقرري لاءِ هڪ بئي .B.A جنهن وٽ 'تعليم' جو مضمون ڪونه هجي تنهن، تي ترجيح ڏيڻ گهرجي.

(10) اعليٰ ثانوي يا .B.A جي سطحن تي 'تعليم' جو مضمون پڙهائڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ .M.Ed يا .M.A ايجوڪيشن جون ڪوائف هئڻ گهرجن.

(11) 'تعليم' جي مضمون تي درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي لاءِ، درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهميءَ متعلق سيشن کي ڏسڻ گهرجي (ڏسو سيشن انون).

**(xi) سيشن يارهين جي بحث و مباحثي بعد جون سفارشون**

**(ٽيچر - ايجوڪيشن ۾ تحقيق)**

(1) نيشنل بيورو آف ڪريڪيولم ۽ سليباءِ (NBCS) کي تحقيقي مقالن ۽ ٻين ڪمن ۽ انهن جي نتيجن کي گڏ ڪري، اختصار تيار ڪرائي شايع ڪرائڻ گهرجن.

(2) NBCS کي تحقيقي مواد ۽ نتائج وغيره کي شايع ڪرڻ واسطي فنڊز مهيا ڪيا وڃن.

(3) NBCS کي .I.E.Rs ۽ Extension Centres ۽ ٻين تعليمي ادارن سان

هڪ ڪانٽرئڪٽ (Contract) يعني ٺيڪي تي ڪم حوالي ڪرڻ جي اسڪيم طئه ڪرڻ گهرجي ته جيئن اُهي تحقيقي پروجيڪٽس ۾ هٿ ونڊائين.

(4) محققن کي معاوضو ڏنو وڃي ۽ نمايان حيثيت وارن تحقيقي ڪمن لاءِ انعام ۽ شناخت مهيا ڪئي وڃي.

(5) انسٽيٽيوٽس آف ايجوڪيشن کي انسٽيٽيوٽس آف ايجوڪيشن ائنڊ ريسرچ ۾ بدلايو وڃي.

(6) تحقيقي ڪم (Research Work) کي .I.E.Rs جو هڪ شعبو (Cell) سمجهيو وڃي.

(7) ٽيچر - ٽريننگ جي پوسٽ گرئجوئيٽ ادارن ۾ ريسرچ ٽيڪنيڪس (Research Techniques) تي هڪ ڪورس شروع ڪرائڻ گهرجي.

(8) ايجوڪيشن ڊپارٽمينٽ کي تحقيقي ڪم جاري رکڻ واسطي ڪنهن به بد دليءَ کانسواءِ ۽ سچائي سان مدد ڪرڻ گهرجي.

(9) تحقيقي ڪمن جي نتائج کي وڌ ۾ وڌ ممڪن حد تائين بين تائين پهچائڻ گهرجي.

(10) نصاب جي مدن، اڀياس جي مضمونن ۽ موزون آزمائشن جي تياريءَ کي وڌ ۾ وڌ ترجيح ڏني وڃي.

(11) تدريس جي مختلف طريقن (Methods) خاص طور سان پرئڪٽس ٽيچنگ تي زور ڏيندي، تحقيق ڪرائي وڃي ته جيئن انهن جي اثر - پذيري (Effectiveness) کي حاصل ڪري سگهجي.

(12) زير تربيت استادن جي ڪارڪردگين ۽ حاصلات جو مڪمل جائزو وٺڻ لاءِ تحقيق ذريعي ڪنهن سائنسي جائزي جي معيار قائم ڪرڻ لاءِ ڪوششون وٺڻ گهرجن.

(13) عام طور تي ڪثرت سان استعمال ٿيندڙ سمعي و بصري آلات يا معاونين ۽ پڻ استادن جي تيار ڪيل تدريسي معاونين جي موزونيت ۽ افاديت کي ٽيسٽ ڪرڻ لاءِ تحقيق ڪرڻ گهرجي.

(14) مستقبل جي اميد افزا استادن جي رهنمائي (Guidance) ۽ مشاورت (Counselling) لاءِ ڪنهن پروگرام تيار ڪرڻ لاءِ پڻ تحقيق ڪي هٿ ۾ ڪنيو وڃي.

(15) تحقيق جي ڪم ۾ آساني پيدا ڪرڻ لاءِ .I.E.Rs ۽ .E.E.Cs ۾ تعليمي مسئلن ڪي حل ڪرڻ ۽ متعلقه معلومات ڪي هڪ ٻئي تائين پهچائڻ لاءِ تعليم جا صوبائي ڪليئرنگ هائوس (Provincial Clearing Houses of Education) قائم ڪيا وڃن.

(16) ريسرچ يا تحقيق جي نتائج ڪي شايع ڪرڻ لاءِ هڪ 'نيشنل پبلشنگ باڊي' هجڻ گهرجي.

(17) .I.E.Rs ۽ .I.Rs ۾ تعليمي ۽ نفسياتي آزمائشون تيار ٿيڻ گهرجن ۽ انهن ڪي ملڪ ۾ معياري (Standardized) ڪيو وڃي ته جيئن انهن ڪي افراد جي درجي بندي (Classification) ۾ يا انتخاب لاءِ اوزار (Instruments) / ترڪيبون (Devices) ڪري استعمال ڪري سگهجي.

آخر ۾، اهو اطمينان سان ٻڌائي سگهجي ٿو ته نمائندن (Delegates) جي ڪافي سوچ ويچار بعد اخذ ڪيل نتائج ۾، سيمينار جا سمورا غور و حوض هيٺ آيل معاملا دلچسپ ۽ بامقصد هئا. انهيءَ سبب ئي سيني ميمبرن جي پروفيشنل رويي ۽ وقف ٿيل دلچسپي جا اتي ڏيکاري ويئي هئي، ڪافي بيش بها تجربا حاصل ٿيا. اجا به پاڪستان ۾ اينڊڙ وقت لاءِ ٽيچر - ايجوڪيشن ۾ نصابي اوسر لاءِ ڪافي ڪجهه دور - رس د شواريون پيش اينديون جن تي وقت سر سوچڻو پوندو.

## باب پنجون

## ٽيچر - ٽريننگ ادارن ۾ هلندڙ رياضيءَ ۽ سائنس جي مضمونن جي تدريس جي مقاصد، نصابي مواد ۽ طريقن جو جائزو ۽ نون طريقن ۽ ٽيڪنيڪن کي شامل ڪرڻ جي مناسبت

اهڙيءَ طرح مٿيون عنوان ٻن حصن تي مشتمل آهي: پهريون تہ هڪ تجزياتي جائزو ورتو آهي تہ سائنس ۽ رياضيءَ جي مضمونن جا تدريسي مقاصد، انهن جو نصابي مواد ۽ پڻ تدريس جا طريقا ڪيئن ۽ ڪهڙا آهن؟ ٻيو تہ تدريس جا ڪي نوان طور طريقا جي ٽيچر - ٽريننگ ادارن ۾ تدريس لاءِ شامل ڪري سگهجن، تن کي تجويز ڪرڻ.

### 1.0 ٽيچر - ٽريننگ ادارن ۾ سائنس ۽ رياضيءَ جي مضمونن جي تدريس جا مقاصد، نصابي مواد ۽ طريقن جو جائزو:

اهو اڪثر چيو ويندو آهي تہ پرائيمري ۽ سيڪنڊري اسڪولن ۾ معيار جو دارومدار اتي جي استادن جي معيار تي دارومدار رکي ٿو. ٽيچر - ايجوڪيشن تازو ڪافي حد تائين اسان جي قومي تعليمي سسٽم ۾ پنهنجي اهميت حاصل ڪئي آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو روز افزون محسوس ڪيو پيو وڃي تہ پرائيمري ۽ سيڪنڊري اسڪولن جي تعليم جو معيار انهن استادن سان

ئي وڏي سگهي ٿـو جن اسـان جي تربيـتي ادارن ۾ مـوزون مـعـيـاري تربيت حاصل ڪئي آهي.

تازو اهوبہ محسوس ڪيو ويو آهي تہ سيڪنڊري اسڪول ليول تي سائنس ۽ رياضيءَ جي مضمونن جي تدريس جو معيار ڪافي حد تائين ڪري چڪو آهي. انهيءَ ڪرنڌڙ معيار جو هڪ ازالو اهو ٿي سگهي ٿو تہ سائنس ۽ رياضيءَ جا اهڙا بهتر استاد پيدا ڪيا وڃن جن وٽ نہ صرف تدريسي مواد ۾ مهارت هجي بلڪ هو تدريسي طور طريقن ۾ پڻ مناسب طرح سان تربيت يافتہ هجن.

سوال اهو اُٿي ٿو تہ اسان جي سائنس ۽ رياضيءَ جي استادن کي ڪهڙي قسم جي ٽيچر - ايجوڪيشن ڏيڻ جي ضرورت آهي؟ انهيءَ نقطي تي ڪجهہ فلسفانہ سوال اڀرن ٿا.

جيڪا تعليم تربيتي ادارن ۾ زيرِ تعليم استادن کي ڏني وڃي ٿي ۽ اها تعليم جا اسان جي اسڪولن ۾ نوجوان کي ڏني وڃي ٿي، انهن درميان ڪهڙو تعلق آهي؟ جيڪي ڪجهہ اسڪولن ۾ ٿي رهيو آهي تنهن جو اثر يا ان کي طئہ ڪرڻ ئي اهو طئہ ڪري ٿو تہ انهن تربيتي ادارن ڇا ڪجهہ ٿئي، ۽ ان تي ڪيتري قدر ۽ ڪيتري حد تائين انهن جو اثر ٿئي؟ گهٽو ڪري، ان ڳالهہ جو **ساراسن** ***(Sarason)*** ۽ ٻين جي خيال ۾، اهو جواب آهي تہ: "ٽيچر - ايجوڪيشن جو مواد ۽ طريقہ ڪار جو عموماً اسڪولن ۾ حقيقي تدريس سان ڪو ظاهري تعلق ڪونہ آهي."(10)

اچو تہ ٽيچر - ايجوڪيشن ۾ سائنس ۽ رياضيءَ جي مضمونن ۾ ٽيچر - ٽريننگ پروگرام جي ٽن اهم پهلوئن کان ڏسون ۽ جائزو وٺون:

(i) مقاصد؛ (ii) نصابي مواد؛ ۽ (iii) تدريس جا طريقا.

## 1.1 سائنس ۽ رياضيءَ ۾ تدريس جي مقاصد جو جائزو:

ان کان اڳ ۾ جو اسين اهوڏسون تہ تربيت جي ڪورس دوران هڪ استادن جو استاد (Teacher Educator) پنهنجي زير تربيت شاگرد - استادن کي پنهنجي تربيت منجهان ڇا حاصل ڪرائي ٿو يا ان تربيت جا ڪهڙا مقاصد آهن؟ اچو تہ ڏسون تہ اهڙا شاگرد - استاد، ٽيچر - ٽريننگ

پروگرام ۾ داخلا وٺڻ ذريعي ڪهڙي حاصلات جي اميد رکن ٿا ؟

جڏهن انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن يونيورسٽي آف سنڌ جي .B.Ed يعني (Bachelor of Education) جي ڪورس ۾ داخلا وٺندڙ ٻن گروپن، هر گروپ ۾ تقريباً 200 اميدوارن کان تعليمي سالن 70-1969ع ۽ 71-1970ع دوران کان پڇيو ويو ته سندن اهڙي ڪورس ۾ داخلا وٺڻ مان ڪهڙي فائدي جي اميد آهي ته، ٻين سان گڏ هيٺيان سندن اميدن جا اظهار بيان ڪيا ويا جي انهن جي مقاصد جي حاصلات لاءِ سندن سنجيدگي ۽ صحيح آمادگي ڏيکارين ٿا. هنن ٻڌايو ته کين اميد آهي ته:

1- هو تدريسي عمل لاءِ بهتر شعور وڌائيندا.
2- تدريسي ڪمن ۾ وڌيڪ قابليت (Competence) وڌائيندا.
3- متعلقه مضمون جي استاد جي حيثيت سان خود اعتمادي وڌائيندا.
4- هو پنهنجي شاگردن کي بهتر طور تي سمجهندا.
5- اسڪول ۾ هڪ لائق استاد ثابت ٿيڻ لاءِ شخصيت استوار ڪندا.
6- تعليم جي نوعيت ۽ تعليمي سلسلئه عمل متعلق سمجهه وڌائيندا.
7- ڪلاسن ۾ نظم و ضبط (Discipline) قائم رکڻ لائق ٿيندا.
8- تدريس ڏيڻ جا نوان ۽ بهتر طريقا ۽ ٽيڪنيڪس سکندا.
9- ڪلاسن ۾ روزمره جي حالتن / مسئلن کي بهتر طور سان منهن ڏيڻ سکندا.
10- تدريسي پيشي سان بهتر طور سان هم ـ آهنگ ٿيندا.

اهي بيان، بيشڪ، سڄي پاڪستان جي تقريباً سيني ٽيچر -ٽريننگ ادارن سان چڱيءَ حد تائين وابسته اميدن جو اظهار ڪن ٿا.

ٽريننگ جي ڪورسن جي فائدن يا مقصدن متعلق آئينده جي شاگرد - استادن (Teacher - Trainees) جي اهڙن اميد ڀريل اظهارن جو، استادن جي استادن (Teacher-Educators) جي خيالات سان ڪيتريقدر هم ـ آهنگي آهي؟ ڇا اهڙا ماهر استاد ڪي اهڙا مقاصد تيار ڪن ٿا جي شاگرد - استادن کي پنهنجي تربيت دوران حاصل ڪرڻا آهن؟ ٽيچر - ٽريننگ ادارن کي ڪهڙا مقاصد، جيڪڏهن ڪي آهن ته، حاصل ڪرڻا آهن؟

ڪجهہ ٽيچر – ٽريننگ ادارن جي جاچ پڙتال (Survey) مان معلوم ٿيو آهي تہ رياضي ۽ سائنس جي انفرادي استادن کي مشڪل سان ڪي خاص مقاصد ذهن ۾ آهن يا هئن ڪي تفصيلي طور پنهنجي شاگرد – استادن کي ڪي ظاهري طور تدريسي مقاصد ٻڌايا هجن جي انهن لاءِ تربيتي ڪورس مڪمل ڪرڻ تي انهن ۾ ڪي ڪرداري انداز (Behavioural) ۾ تبديلين جو مظهر ٿيندا. عام طور تي مضمون جون ڪي مختصر ۽ خاص خاص ڳالهيون(Course Outlines) جي عام لفظن ۾ سکيا جي انهن مدن کي ظاهر ڪن ٿيون جي ڪورس دوران پوريون ڪرڻيون پونديون اهن سي ٻڌايون وڃن ٿيون. هڪ بہ ادارا اهڙا هئا جي جاچ پڙتال دوران سامهون آيا جن ڪجهہ وسيع مقاصد سامهون رکيا هئا پر انهن جو حصول پڻ تربيت دوران مفقود نظر ٿي آيو چاڪاڻ تہ انهن ادارن ۾ بہ شاگردن توڙي استادن جو واسطو چٽڪ امتحان جي نقطئہ نظر کان رٿيل ڪورس کي طئہ ڪرڻو هو. چٽڪہ ڪين تربيت جي ڪورس پوري ڪرڻ بعد بہ اهڙين ڳالهين تي ڪوبہ خاص ڌيان ڪونہ ڏنل هو جهڙوڪ گهربل مُهمن، مهارتن، چاڻ، روين ۽ پسنديدگين جي سنڌن پيشورانہ زندگين جو حصو ٿينديون، يا گهٽ ۾ گهٽ، شاگرد ـ استادن کي تربيت مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ مددگار ثابت ٿينديون. اهڙيءَ طرح، اهو محسوس ڪيو پيو وڃي تہ ٽيچر – ٽريننگ ادارن جوڪافي تعداد اهڙو آهي جنتي ڪنهن خاص محسوس ڪُن انداز ۾ شاگردن جي شعوري (Cognitive) ۽ احساسي (Affective) پهلوئن تي مؤثر طور اثرانداز ٿيڻ ڪانسواءِ ئي انهن ۾ تدريسي سلسلو جاري آهي.

تہ پوءِ ٽيچر ٽريننگ ادارن ۾ سائنس جي سکيا ۽ رياضيءَ جي تدريس جا مقاصد ڪهڙا ٿيڻ گهرجن؟

حقيقت ڪري ٽيچر ـ ٽريننگ ادارن ۾ سکيا جي مقاصد کي انهن مقاصد جي حصول کان مختلف هئڻ گهرجي جي اسڪولن ۾ شاگردن کي حاصل ڪرڻا آهن۽ جنتي شاگرد – استادن کي پنهنجي تربيتي ڪورس مڪمل ڪرڻ بعد ئي تدريسي عمل جاري رکڻو آهي. انهيءَ بجاءِ، ڪيترائي استادن جا استاد سائنس ۽ رياضيءَ جي مضمونن سيکارڻ دوران فقط هڪ ئي مقصد تي توجہ ڏين ٿا جو آهي تہ "پنهنجي شاگرد – استادن

(Trainees) کي تربيتي ڪورس جي اختتام تي امتحان لاءِ تيار ڪرڻ" . اهو سڀ ڪجهه، بي شڪ، رياضيءَ ۽ سائنس جي سکيا جي وڏيڪ جٽادار ۽ اهميت وارن مقاصد جي خرچ تي ڪيو پيو وڃي.

**1.1 (a) سائنس جي سکيا جا مقاصد:**

ٽريننگ دوران سائنس جي مضمون جي سکيا، زير ـ تربيت استادن ۾ هيٺين خوبيون اجاگر ڪري:

1- توجهه ۽ سلسليوار مشاهدي (Observation) جي عادت.
2- تنقيدي سوچ عمل ۾ آڻڻ جي لياقت.
3- مسئلن جي حل ڪرڻ ۾ سائنسي طريقن جي استعمال ڪرڻ جي صلاحيت.
4- نين حالتن ۾ ڄاڻ ۽ اصولن کي استعمال ڪرڻ جي مهارت.
5- سائنسي رويو (Scientific attitude)
6- سائنس لاءِ پسنديدگي (Appreciation) جو جذبو ۽ پڻ اسڪولي شاگردن ۾ سائنس جي مضمون لاءِ اهڙيءَ پسنديدگيءَ/لڳاءُ جي جذبي پيدا ڪرڻ جي مهارت.
7- اسڪول ۾ سائنس جي مضمون پڙهائڻ لاءِ مختلف ٽيڪنيڪس استعمال ڪرڻ جي اهليت ۽ عنوان ۾ شاگردن جي دلچسپي پيدا ڪرڻ جي مهارت.
8- سائنس جي مضمون ۾ ڪارڪردگي يا حاصلات (Achievement) ۽ رجحان (Aptitude) جون آزمائشون تيار ڪرڻ ۽ استعمال ڪرڻ جي اهليت ۽ پڻ انهن آزمائشن جي نتيجن جي تجزيي ۽ تشريح ڪرڻ جي لياقت.
9- اسڪولن ۾ جي سائنس جا مضمون پڙهايا وڃن ٿا تن جيٰ معقول ڄاڻ.
10- سائنسي آلات (Science apparatus) کي ڪيئن استعمال ڪجي ۽ سنڀالجي، انهن کي سائنس ليبارٽريءَ ۾ ڪيئن ڪتب آڻجي، سائنٽيفڪ ماحول کي سمجهائڻ خاطر ڪافي چارٽ وغيره جي تياريءَ ۾ شاگردن جي دلچسپيءَ اُڀارڻ لاءِ مناسب اڀياسي دورا (Study excursions) وغيره ڪرائڻ لاءِ ضروري مهارتون.
11- نوجوان شاگردن کي ڪنهن به ڳالهه کي ڪيئن ذهن نشين ڪرائجي، تنهن جي ڳولا جي لياقت.
12- ديسي شين يا مواد مان سائنسي آلات ڪافي حد تائين ڪيئن تيار ڪجن ۽ ڪيئن وڌيڪ بهتر بنائي سگهجن، اهڙي مهارت.

**1.1 - (b) رياضيءَ جي سکيا جا مقاصد:**

ٽيچر – ٽريننگ ادارن ۾ رياضيءَ جي مضمون جي سکيا زيرِ تربيت استادن کي ڏني وڃي ته جيئن هو پاڻ ۾ هيٺين خوبيون پيدا ڪري سگهن:

1- استقرائي (Inductive) ۽ استخراجي (Deductive) دلائل ۽ انهن جي چنڊڇاڻ (Analysis) ڪرڻ جي اهليت.

2- سوچ ۽ خيالات ۾ جدت، نواڻ ۽ اصليت (Originality) پيدا ڪرڻ جي لياقت.

3- صحيح صحيح ۽ منطقي فيصلن ڪرڻ جي لياقت.

4- رياضيءَ کي، ان جي مختلف برانچن يا حصن کي گڏ ڪري هڪ ئي واحد مضمون طور سمجهڻ ۽ سيکارڻ جي مهارت.

5- پورو پورو اندازو لڳائڻ ۽ صحيح حساب ڪتاب ڪرڻ جي مهارت.

6- مسئلن جي حل ڪرڻ ۾ خود – انحصاري (پاڻ تي پاڙڻ (Self-reliance) جي صلاحيت.

7- انفرادي اختلافن کي سمجهڻ ۽ انهن لاءِ راهه هموار ڪرڻ جي لياقت.

8- اسڪولي نصاب ۽ جديد رياضيءَ جي پڙهائڻ لاءِ نئون شعور.

9- موجوده کان نئين حالتن ڏانهن ويندڙ عام اندازن ۽ اصولن کي استعمال ڪرڻ جي لياقت.

10- اسڪولن ۾ جا رياضي پڙهائي پئي وڃي تنهن جي چڱي خاصي ڄاڻ.

**1.2 سائنس ۽ رياضيءَ جي نصابي مواد جو جائزو:**

انهيءَ کان اڳ جو اسين ٽيچر ـ ايجوڪيشن ادارن ۾ سائنس ۽ رياضيءَ جي مواد جو جائزو وٺون، اچو ته ڏسون ته ڪي تربيت ـ يافته استاد ٽيچر – ٽريننگ جي ادارن ۾ سائنس ۽ رياضيءَ جي سکيا متعلق ڇا تاثر رکن ٿا؟

پنج گروپ، هر گروپ ۾ 10 اهڙا استاد جن پنهنجي اسپيشل ميٿڊ جي مضمونن ۾ سائنس ۽ رياضي کنيا، شامل ڪيا ويا. انهن کان پڇيو ويو ته هنن جن مضمونن ۾ اسپيشلائيز ڪيو (خاص مهارت حاصل ڪئي) تن متعلق ڏنل سوالن لاءِ پنهنجو ردِ عمل ۽ نقطئہ نظر بيان ڪن.

# جدول -1

ٽيـــچـــر ـ ٽريننگ ادارن مـــان ســـائنس ۽ رياضيءَ جي تدريس ۾ اسپيشلائيز ڪنڊڙ تربيت ـ يافته استادن کان پڇيل سوالن جا جواب هيٺ ڏيڪاريل آهن.

| نمبر | سوال | "هائو" لاءِ ڏنل جوابن جو فيصد | |
|---|---|---|---|
| | | سائنس | رياضي |
| .1 | ڇا مضمون ۾ وڌيڪ دلچسپي پيدا ڪرڻ ۽ دلچسپين جا نوان ميدان پيدا ڪرڻ ۾ هي ڪورس توهان لاءِ فائديمند ثابت ٿيو؟ | 70 | 62 |
| .2 | ڇا مضمون جو مواد توهان کي دلچسپ لڳو؟ | 62 | 69 |
| .3 | ڇا توهان پنهنجي معيار يا پنهنجي فهم جي سطح مطابق ڪورس جي مواد کي ڪافي پاتو؟ | 46 | 48 |
| .4 | توهان ليڪچر نوٽس کان علاوه ڪي درسي ڪتاب ۽ ڏسيل مواد پڙهيو؟ | 38 | 42 |
| .5 | توهان جي خيال ۾ مضمون جو جيڪو مواد توهان کي پڙهايو ويو ۽ توهان جيڪي ڪجهه ڄاڻ اڳ ۾ رکندا هيو، ان ۾ ڪو فرق آيو؟ | 62 | 56 |
| .6 | ڪورس جي پيشڪش جو ٽيڪنيڪ توهان کي دلچسپ لڳو؟ | 69 | 74 |
| .7 | ڇا توهان جي خيـال ۾ توهان کي جيڪي مـواد سيکاريو ويو آهي تنهن توهان جي حقيقي طور اسڪول ۾ تدريس ڏيڻ جي صلاحيت وڌائي آهي؟ | 49 | 46 |
| .8 | ڇا ان ڪورس ۾ تربيت، توهان ۾ وڌيڪ خـود ـ انحصاري پيدا ڪئي آهي؟ | 66 | 58 |
| .9 | ڇا توهان هاڻي وڌيڪ اُن لائق ٿي ويا آهيو ته پنهنجي سائنس ليبارٽري کي بهتر طور ناهي، هلائي سگهو ۽ پڻ سائنسي آلات ۽ تجربا اڳي کان وڌيڪ بهتر نموني ڪري سگهو؟ | 39 | - |

سوال نمبر 7,4,3 ۽ 9 جا جواب سائنس ۽ رياضيءَ جي ڪورسن جي مواد لاءِ ناراضپي جو مظهر آهن ۽ زيرِ تربيت استادن لاءِ ڪنهن خاص چئلينج جي گهٽتائي کي پڻ ڏيکارين ٿا. اهو مشاهدو ڪيو ويو آهي ته ثانوي اسڪولن ۾ نصاب کي عام طور نئين سر ترتيب (Revision) ڏنو ويو آهي ۽ ان کي ڪثير الانواع (Dirversified) بنايو ويو آهي ۽ ساڳئي وقت سائنس ۽ رياضيءَ جي مضمونن جي مواد کي پڻ، خاص طور، جديد ڪيو ويو آهي ته وري ٽيچر ـ ٽريننگ ادارن ۾ به اسپيشلائيزيشن جي مضمونن جي مواد کي بدلائڻ جو ڪنهن حد تائين رجحان ڏنو ويو آهي. جيڪو مواد سائنس ۽ رياضي ۾ پڙهايو وڃي ٿو سو شاگرد - استادن وٽ سندن چاڻ جي سطح کان هيٺ آهي. ڪن ادارن وٽ ته سائنس ۽ رياضيءَ جي پروگرامن ۾ جي سندن نصاب جو حصو آهن، تن ۾ ڪا خاص ڪشش ڪونه آهي، جو زيرِ تربيت استاد انهن ڏانهن مائل ٿين ۽ انهن کي اسپيشل مضمونن طور ڪڻن. تنهن کان علاوه، ڪن تربيتي ادارن ۾ استادن لاءِ پرئڪٽس ٽيچنگ جوعملي ڪم، ڪين تعليم ۽ ان جي عملي جي نظريي جي واضح پس منظر سيکارڻ کان اڳ ۾ سندن ٽيچنگ پرئڪٽس (اسڪولن ۾ ليسن ڏيڻ جو عملي ڪم) شروع ڪيو ٿو وڃي. نتيجتاً اهڙن شاگرد - استادن جي تعليمي نظريي ۽ اصولن متعلق ڄاڻ جيئن ئي ڪنهن حد تائين وڌي ٿي ته هوڏانهن وري ٽيچنگ پرئڪٽس جو عملي ڪم ختم ٿيووڃي. انهيءَ ڪري، اهو هنن لاءِ ممڪن ئي ڪونه ٿي ٿو سگهي ته هو اهڙا تعليمي نظرياتي اصول ڪنهن ماهر استاد جي نگرانيءَ هيٺ حقيقي طور آزمائي سگهن. اهڙيءَ طرح، انهن زيرِ تربيت استادن جو هڪ وڏو انگ پنهنجن تربيتي ادارن مان بنا آزمايل ۽ اڌوگابرن تنقيدي اشارن (Critical Notions) سان ڪورس مڪمل ڪري نڪري وڃن ٿا ۽ سندن اهڙي ڄاڻ جلدي وسري ذهن مان نڪري وڃي ٿي. هاڻي سوال آهي ته پوءِ سائنس ۽ رياضيءَ ۾ ڪهڙو نصابي مواد هئڻ گهرجي؟

ٽيچر ـ ايجوڪيشن جي ادارن ۾ سائنس ۽ رياضيءَ ۾ نصابي مواد کي هيٺين ڳالهين تي مشتمل هئڻ گهرجي:

(الف) بنيادي تصورات (Concepts) اصول ۽ مهارتون، ۽

(ب) ميٿڊالاجي (Methodology) يعني تدريسي ٽيڪنيڪس، ۽
(ج) اسڪولن ۾ رائج ڪورسن جو مطالعو.

## 1.2 (a) بنيادي تصورات ۽ اصول

ڪورس جي انهيءَ حصي ۾ هيٺيون ڳالهيون شامل هئڻ گهرجن:

1- اسڪولي سطح تي مضمون جي سکيا جا ارادا ۽ مقاصد.
2- اسڪول جي مجموعي نصاب ۾ مضمون جي حيثيت.
3- مختلف سطحن (Stages) لاءِ ڪورس جي فهرستن جي رٿا ۽ تياري.
4- اسڪول جي ٻين مضمونن سان ڪورس جي مناسبت.
5- ليباريٽري، ان جي جوڙجڪ ۽ سنڀال.
6- لائبرري ۽ ان جو ڪردار.
7- ليباريٽري ۾ عملي ڪم ڪرڻ ۽ تجربا ڪرائڻ.
8- سينني ضروري آلات ۽ سازو سامان جي ڄاڻ، ڪيئن خريد ڪجن ۽ مختلف ايجنسين جتان اهو سازو سامان خريد ڪجي، انهن جي واقفيت.
9- سائنسي شُغل ۽ انهن جي رٿا ۽ جوڙجڪ.
10- اپيا سي دورا ۽ تفريحي سفر منعقد ڪرڻ.
11- سائنس ليباريٽري لاءِ اڳواٽ تحفظاتي اقدام، وغيره.
12- ڪنهن ٽول باڪس يا ڪِٽ (Kit) ڪي استعمال ڪرڻ، تاڪي لڳائڻ (Soldering) جي مهارت، شيشو ڪاٽڻ ۽ شيشو پگهاري شيون ٺاهڻ (Glass - blowing) وغيره.

## 1.2 (b) ميٿڊالاجي (Methodology) يعني تدريسي ٽيڪنيڪ يا طور طريقا

استادن جي استاد کي هيٺ 1.3 ۾ ڏنل تدريس جي طريقن درميان فرق واضح ڪرڻ گهرجي. انهيءَ مقصد لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو ۽ نه هر هر، انهن جو استعمال ۽ انهن جو مقصد زير تربيت استادن لاءِ مقصد صاف صاف واضح ڪرڻ گهرجي.

### 1.2 (c) اسڪولي نصاب جو مطالعو

تربيتي ادارن ۾ سائنس ۽ رياضيءَ جي ڪورس ۾ نصابي مواد جو وقت بوقت جائزو وٺڻ گهرجي ته جيئن مضمونن جي اسڪولي نصابي مواد کي تازو (Up-todate) رکيو وڃي.

### 1.3 سائنس ۽ رياضيءَ جي مضمونن جي سکيا جي طريقن جو جائزو

استادن جي تربيتي ادارن ۾ سائنس ۽ رياضيءَ جيئن مضمون کي اسپيشل ميٿڊ طور پڙهائڻ جي مواد جو هڪ تڪڙو جائزو وٺندي هيٺ جدول -2 ۾ سائنس ۽ رياضيءَ جي تدريس جي طريقن کي ڏيکاريو ويو آهي جن متعلق شاگرد - استاد پنهنجي تربيت دوران ڪافي ڪجهه پڙندا رهندا آهن.

## جدول -2

ٽيچر ـ ٽريننگ انسٽيٽيوشنز يعني استاد جي تربيتي ادارن ۾ سائنس ۽ رياضيءَ مضمونن سيکارڻ لاءِ تدريسي طريقا:

| هيٺين مضمونن لاءِ تدريسي طريقا | |
|---|---|
| سائنس | رياضي |
| 1- ليڪچر يا بياني طريقو | 1- انڊڪٽو يعني استقرائي طريقو |
| 2-ڊِمانسٽريشن يعني ڏيکاءَ وارو طريقو | 2- ڊِڊَڪٽو يعني استخراجي طريقو |
| 3- ليبارٽري طريقو | 3- اينليٽڪ يعني تجزياتي طريقو |
| 4-ڊيولپمينٽ يعني اوسر وارو طريقو | 4- سنٿيٽڪ يعني تاليفي طريقو |
| 5- هيورسٽڪ يعني کوجنا وارو طريقو | 5-هيورسٽڪ يعني کوجنا وارو طريقو |
| 6- ٽاپڪ ـ ميٿڊ يعني عنواني طريقو | 6- ليبارٽري طريقو |
| 7- هسٽاريڪل يعني تاريخي طريقو | 7- پروجيڪٽ يعني منصوبي وارو طريقو |
| 8-ڪنسينٽرڪ يعني مرڪوزيت وارو طريقو | 8- مانٽيسوري طريقو |
| 9- پرابليم يعني مسائل وارو طريقو | |
| 10- پروجيڪٽ يعني منصوبي وارو طريقو | |
| 11- ڊالٽن پلان طريقو | |

اسان جي تربيتي ادارن ۾ سائنس ۽ رياضيءَ جي تدريسي طريقن جي تجزيي ڪرڻ کان اڳ ۾، اڇو تہ ڏسون تہ تربيت يافتہ استادن جي هڪ گروپ، سندن سکياجي صلاحيتن ـ "تدريسي طريقن" (Teaching Methods) جو ڪيتري قدر حصو آهي، جڏهن اسين انهن کي تربيتي ادارن ۾ سندن تربيت جي مدن (Areas)، سان ڀيٽ ڪريون ٿا:

تازو تربيت ـ يافتہ 50 استادن جي هڪ گروپ کي چيو ويو تہ هيٺين مضمونن مان هر هڪ مضمون، مشغولين، ۽ انهن جي تربيت جي مدن ۾ انهيءَ ڳالهہ کي خيال ۾ رکنديءَ تہ انهن مان هر هڪ ڪيتري حد تائين سندن تربيت کان پوءِ جي تدريسي ڪم ۾ ڪين مدد ڪئي آهي يا آسان بنايو آهي، هنن تن ڳالهين مان هڪ تي نشان ڏيو:

(1) ڪو خاص فرق ڪونہ پيو؛ (2) ڪجهہ فائدو ٿيو ؛ (3) ڪافي فرق پيو.

1- تعليمي نفسيات (Educational Psychology)

2- تعليمي نظم و نسق (Educational Administration)

3- فلسفئہ تعليم (Philosophy of Education)

4- پيمائش ۽ آزمائشون (Measurement and Tests)

5- رهنمائي (Guidance)

6- پرئڪٽس ٽيچنگ (Practice Teaching)

7- ٽيچنگ ميٿڊس/ ميٿڊالاجي Teaching Methodology)

تجزيو ڏيکاري ٿو تہ جواب ڏيندڙن ۾ وڌ ۾ وڌ في صد انهن جو هيو جن چيو تہ "ٽيچنگ ميٿڊس" جيئن تربيتي ادارن ۾ سيکاريون ويون تن جو سندن تربيت کان بعد جي تدريسي ڪم تي "ڪو خاص فرق ڪونہ پيو." ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي تہ گهڻا استادن جا استاد سندن سائنس جي تدريس ۾ ليڪچر ميٿڊ کي هڪ روايتي روزمره جو طريقو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڊمانسٽريشن يا ليباريٽري ميٿڊ استعمال ڪندا رهيا آهن. اهي بمشڪل ڪڏهن ئي ڪا اهڙي تڪليف وٺندا آهن جنهن ذريعي شاگرد - استادن کي سندن تربيتي ڪورس دوران ٽيڪنيڪس سيکارڻ ۽ استعمال ڪرڻ جو مظاهرو ڪن يا سائنس جي ڪن يونٽن سيکارڻ لاءِ تدريس لجي ٻين طريقن

ڪي استعمال ڪن. جيئن ته اهڙن شاگرد - استادن کي اهڙن سائنس سيکارڻ جي مختلف طريقن کي سمجهڻ ۽ استعمال ڪرڻ لائق بڻائين ۽ ائين ڪرڻ سان ڪين اسڪولن ۾ حقيقي ڪم ڪرڻ لاءِ مؤثر طور لائق بنائي سگهبو. ليڪچر ميٿڊ کي گهٽي استعمال ڪرڻ ۽ سائنس جي ٻين طريقن کي اڪثر ڪري ڪونه استعمال ڪرڻ لاءِ سبب اهو ڏنو ٿو وڃي ته سائنس جو تربيتي ڪورس گهٽو ڏکيو ۽ ڊگهو آهي ۽ وري ڪورس پوري ڪرائڻ جو مدو تمام گهٽ آهي. انهيءَ کان علاوه، اها به شڪايت عام ٻڌڻ ۾ اچي ٿي ته تربيتيي ڪوَرس دوران تدريس جي مختلف طريقن کي استعمال ڪرڻ لاءِ ڪافي سهوليتون موجود ڪونه آهن.

هاڻي سوال اُڀي ٿو ته ٽيچنگ ميٿڊس جي انتخاب لاءِ ڪهڙين ڳالهين کي خيال ۾ رکڻ گهرجي؟ استادن جي استاد کي لازماً اها ڳالهه خيال ۾ رکڻ گهرجي ته سندس زير تربيت استادن کي ڏيکارڻ ۽ سمجهائڻ خاطر عملي طور مختلف طريقا استعمال ڪرڻ گهرجن اهو انهي ڪري به ضروري آهي ته هو سکيا جي نين حالتن ۾ انهن طريقن کي وقت ضرورت هم - آهنگ ڪري سگهن. هڪ استادن جي استاد کي ڪنهن خاص طريقي چونڊڻ لاءِ هيٺين ڳالهين کي ڌيان ۾ رکڻ گهرجي:

(i) شاگرد - استادن جون دلچسپيون ۽ ضرورتون،

(ii) جيڪو ليسن يا سبق سيکارڻو آهي ان جي نوعيت، ۽

(iii) ڪنهن خاص ليسن جي يونٽ کي سيکارڻ جا متوقع مقاصد يا حاصلات.

## 2.0 ٽيچر - ٽريننگ ادارن جي پروگرامن ۾ نون ميٿڊس ۽ ٽيڪنيڪس کي شامل ڪرڻ لاءِ تجويزون

سڄي دنيا، خاص ڪري ترقي يافته ملڪن جي گروپ ۾ تعليمي سرشتي يا نظام، تعليمي ٽيڪنالاجيءَ ۾ اپڏي ته ترقيءَ ۽ سکيا جي نون طريقن ۾ واڌ کي ڏنو آهي جنهن جو مثال اڳ ڪونه ٿو ملي. ائين ڪٿي چئجي ته سڄي دنيا ۾ تعليم جا نوان عناصر "ايجوڪيشنل ٽيڪنالاجي" جي صورت ۾ آهن. ساڳئي وقت پاڪستان ۾ استادن جا استاد ۽ اسڪولن جا استاد تقريباً ساڳئي حالت ۾ اڃا روايتي ليڪچر ميٿڊ سان هٽ پيير

هٽي رهيا آهن يا وري ڪڏهن ڪڏهن ڪا ڊمانسٽريشن (مظاهري واري) يا ليباريٽري ميٿڊ استعمال ڪن ٿا. حالانڪه ايشيا ۾ اسان جا دوست ملڪ جهڙوڪ فلپائين، ۽ انڊونيشيا ۾ جڪارتا، پنهنجي تعليمي سرشتن ۾ ايجوڪيشنل ٽيڪنالاجي اڳ ۾ ئي متعارف ڪرائي ڇڏي آهي. انهن ملڪن ٽيليويزن ۽ پروگرامڊ لرننگ (پروگرام ٽيل سکيا) ذريعي تدريس متعارف ڪرائي ڇڏي آهي. يورپي ملڪن ۽ آمريڪا ۾، انهن ڪان علاوه، سکيا يا تدريس جا ٻيا ڪيترا ئي نوان طريقا جهڙوڪ، تدريسي مشينيون (Teaching Machines)، لئنگئيج يعني ٻولي سيکارڻ لاءِ ليباريٽري، ريڊيو ۽ خط و ڪتابت ذريعي سکيا ۽ تازو ويجهڙائيءَ ۾، مابين تجزياتي (Interpersonal analysis) طريقو.

جيڪڏهن انهن نون ميٿڊس يا طريقن کي پاڪستان جي اسڪولن ۾ ڪاميابيءَ سان شروع ڪرڻو آهي ته اهو مناسب ٿيندو ته ٽيچر - ايجوڪيٽرس يعني استادن جي استادن کي اهڙن ٽيڪنيڪس جي نوعيت ۽ استعمال لاءِ مڪمل طور تربيت - يافته ڪرڻو پوندو ته جيئن هو زيرِ تربيت استاد کي اهڙن طريقن جي مؤثر استعمال لاءِ تربيت ڏئي ۽ رهنمائي ڪري سگهن.

سکيا جي اهڙن نون طريقن کي تعليمي نظام ۾ متعارف يا رائج ڪرڻ بعد انهن جي نظرثاني ڪرڻ ۽انهن جي ڪاميابيءَ جي جاچ پڙتال ۽ جائزي وٺڻ جوهڪ مسلسل سلسلئہ عمل تيار ڪرڻو پوندو.

مٿي ذڪر ڪيل نون طريقن ۾، راقم (Writer) جي خيال ۾ سائنس ۽ رياضيءَ جي مضمونن جي تدريس ۾ تڪڙي شروعات ڪئي وڃي. اهڙن طريقن ۾ شروعاتي طورتي پروگرامڊ لرننگ ۽ ڪلوزڊ - سرڪٽ (محدود دائري ۾) ٽيليويزن وارن طريقن کي استادن جي تربيتي ادارن مان ڪن منتخب ادارن ۾ ڪامياب نتائج سان شروع ڪيو وڃي. بعد ۾ تدريس کي ٽيليويزن سسٽم ۽ ٽيچنگ مشينس ذريعي رائج ڪيو وڃي.

جيڪڏهن استادن جا استاد، سائنس ۽ رياضيءَ جهڙن مضمونن ۾ نون طريقن مثلاً پروگرامڊ لرننگ، ٽيچنگ مشينس وغيره کي سکيا لاءِ

استعمال ڪرڻ جي مهارتن جي حاصلات لاءِ پنهنجي اڳواڻيءَ يا قيادت (Leadership) ظاهر ڪن ته ڪو شڪ نه آهي جو پاڪستان پنهنجي تعليمي خامين ۽ بدعنوانين جو جلد ازالو ڪري سگهي.

تعليمي حلقن ۾ پنهنجي تعليمي نظام ۾ اهڙين سکيا جي نين ٽيڪنالاجين کي متعارف ڪرائڻ لاءِ ڪيترائي ڊپ ڊاءَ ۽ شڪ شبها پڻ محسوس ڪيا پيا وڃن ته آخر اهڙيون ٽڪنالاجيز استادن کي بالآخر هٽائي ڇڏينديون يا انهن لاءِ ملازمت جا دروازا بند ڪري ڇڏينديون.

اهڙا خوف خطرا ۽ شڪ شبها حقيقتن بي بنياد آهن ۽ اهي غلط معلومات جو نتيجو آهن. سچ ته اهو آهي ته، پاڪستان ۾، تعليمي نظام ۾ تعليمي ٽيڪنالاجي جي شروع ڪرائڻ سان، استاد پنهنجي تعليمي نظام ۾ وجايل مرڪزي حيثيت ۽ مرتبو وري حاصل ڪري سگهندا ۽ هڪ نئين قسم جي ايجوڪيشنل ٽيڪنالاجسٽس ۽ ڪلاس رومس ۾ سکيا جي ڊائريڪٽر جي حيثيت ۽ متحرڪ مظهر حاصل ڪري سگهندا.

مٿي بيان ڪيل ٽيڪنيڪس يا طريقن مان هيٺ پروگرامڊ (ڪنهن مناسب نموني سان سکيا جو عمل آهستي آهستي قدم با قدم اڳتي وڌائڻ جو هڪ ڻاهيل طريقو) سکيا جي نوعيت ۽ ان جي عمل جو تفصيلي جائزو پيش ڪيو ويو آهي.

## 2.1 "پروگرامڊ" سکيا (Programmed Instruction) ڇا آهي؟

پروگرامڊ سکيا، تدريس جو هڪ نئون طريقو آهي جو هڪ طرف ته تدريس کي بهتر بنائڻ لاءِ مؤثر آهي ته وري ٻئي طرف، مؤثر ۽ عملي سکيا کي هٿي ڏيڻ جو ذريعو پڻ ثابت ٿئي ٿو. ائين ڪٿي چئجي ته سکيا جي سائنس جو تربيتي ۽ تعليم جي مقرر ڪيل ڪمن (Tasks) لاءِ عملي طريقو آهي. (11)

"پروگرامڊ انسٽرڪشن" اضافي مدد (Reinforcement) جي اصول تي ٻڌل آهي. انهيءَ اصول مطابق گهربل عمل جي پوري ڪرڻ تي تحسين (Reward) حاصل ٿئي ٿي انهيءَ لاءِ ته جيئن اهو عمل ٻيهر دهرائجي يا ٻيهر انهي تي عمل ڪرڻ جي ترغيب ملي. جيڪا سکيا گهربل هوندي آهي سا

پروگرامڊ سکيا ذريعي وري وري مدد ملڻ سان خودبخود ظاهر ٿيندي ويندي آهي ڇاڪاڻ تہ اهڙي طريقي ۾ شاگرد کي هر صحيح ردِ عمل (Response) لاءِ تصديق ٿيندي ويندي آهي." (2)

پروگرامڊ لرننگ نہ تہ سمعي و بصري معاون آهي ۽ نہ ئي ڪا روايتي آزمائش آهي. "پروگرامڊ سکيا ليڪچر ميٿڊ جي بنيادي اوڻاين کي ختم ڪري ٿي،" (13) ڇاڪاڻ تہ ان ۾ سکيا جي سلسلي کي چست، خبردار، فائديمند يا معنيٰ خيز (Productive)، انفرادي ۽ زوداثر ڪيو وڃي ٿو. سکيا جي انهيءَ طريقي کي پروگرامڊ يعني سلسليوار يونٽن ۽ پروگرامڊ درسي ڪتابن سان تشڪيل ڏئي سگهجي ٿو.

ڪڏهن ڪڏهن، درسي ڪتابن ۾ هر باب لاءِ پروگرامڊ يونٽن (Programmed Units) کي ڪتابن ۾ ڏنل مواد جي متوازي (Parallel) تيار ڪيو ويندو آهي. انهن يونٽن کي جيڪڏهن اڳ ۾ ڏسڻ (Pre-view) ۽ نہ تہ نظرثاني (Review) لاءِ استعمال ڪيووڃي، تہ ان جو فائدو اهو ٿئي ٿو تہ شاگرد ڪتاب جو باب بامعنيٰ ۽ وڌيڪ فهم سان پڙهي سگهي ٿو.

پروگرامڊ انسٽرڪشن (Programmed Instruction) جون هيٺيون خصوصيتون آهن:

1- سکيا جو مواد جيڪو بہ پيش ڪيو آهي سو ننڍين ننڍين اڳتي وڌندڙ اقدام (سبقن جي ننڍڙن يونٽن ۾) جي ڪنهن منطقي انداز ۾ ترتيب ڏنل هوندو آهي.

2- هر قدم تي شاگرد کي سرگرم ردِ عمل ڏيکارڻو آهي جو ڪيس وڌيڪ مؤثر طور تي سکيا حاصل ڪرڻ جي ترغيب ڏئي ٿو.

3- شاگرد کي فوري طور تي تڪڙي ڄاڻ مهيا ٿئي ٿي تہ جيئن هو پنهنجي ردِ عمل يا جواب جي درستگي حاصل ڪري سگهي.

4- اهڙا اقدام ڪيترن ئي لفظن (Terms) يا تصورن (Concepts) جي هر هر دهرائڻ (Repetition) جو موقعو فراهم ڪن ٿا.

نفسيات جي مضمون ۾ هڪ مختصر پروگرامڊ يونٽ جو مثال:

1- ٻـک هـک .....طور ڪم ڪري سگهي ٿي ڇاڪاڻ تہ اُها جاندار کي ڪنهن ڪم ڪرڻ تي اُياري ٿي. (مُحرڪ)

2- جيڪڏهن ڪو جانور اُڃ سبب متحرڪ ٿئي، ته هن جو پاڻيءَ جي.... وجهه متوقع آهي. (طرف)

3- ڪنهن به جسماني گهٽتائي يا کوٽ کي جسم جي ..... چيو ويندو آهي. (ضرورت)

4- ڪي محرڪ جي سنئون سڌو جسماني ڪيميڪل ڪنٽرول هيٺ هوندا آهن تن کي ..... چيو ويندو آهي. (هارمونس يا رطوبت)

5- جيڪڏهن ڪو انسان پنهنجي ڪنهن عمل جي حقيقي سبب کان واقف نه هوندو آهي ته، اسين چوندا آهيون ته اهو سندس ..... محرڪ آهي. (اعصابي)

انهيءَ پروگرامڊ يونٽ ۾، شاگردکي صحيح جواب ڪاغذ سان ڪابي پاسي لڪائڻا پوندا. هو سوال يا بيان پڙهندو ۽ چڱيءَ طرح سمجهڻ کانپوءِ، پنهنجو جواب خالي جڳهه تي لکندو. پوءِ هو پنهنجو پيپر يا ڪاغذ جنهن سان اڳ ۾ لکيل صحيح جواب لڪايل هوندا، تنهن تان هٽائيندو ته جيئن صحيح جواب ڏسي سگهجي. جيڪڏهن سندس جواب ڏنل جواب سان هڪجهڙو يا ساڳيو آهي ته ان لاءِ ڪيس مارڪ يا تحسين ملندي. پر جيڪڏهن سندس جواب غلط آهي ته پوءِ ڪيس پنهنجي جواب کي ڪراس (X) يعني غلط ڪرڻو پوندو ۽ انجي مٿان صحيح جواب لکندو.

پنهنجو يونٽ پورو ڪرڻ کانپوءِ، شاگرد درسي ڪتاب ۾ متعلقہ باب ڏانهن پڙهڻ خاطر وڏندو، ۽ اهڙي طرح اڳتي هلندو رهندو.

سائنس ۽ رياضيءَ جي مضمونن ۾ پروگرامڊ يونٽ ۽ پروگرامڊ درسي ڪتاب بهتر درس و تديس لاءِ وڏي خبرداريءَ سان لکيا ويندا ۽ رٿيا ويندا آهن.

ٽيچر - ٽريننگ ادارن ۾ سائنس ۽ رياضيءَ جي ڪجهه منتخب عنوانن جي تدريس تعليمي ٽيليويزن ذريعي شروع ڪري سگهجي ٿي. انهيءَ سلسلي ۾، حڪومتِ پاڪستان اڳ ۾ ئي بڌايو آهي.ته وتس ثانوي سطح تي ايجوڪيشن ٽيليويزن سروس ذريعي سائنس ۽ رياضيءَ جي مضمونن۾ شروعات ڪرڻ جون رٿائون آهن. جيڪڏهن ٽيليويزن ذريعي تدريس جا شروعاتي تجربات مطلوبہ ڪاميابين سان همڪنار ڪن ٿا ته پوءِ سائنس ۽

رياضيءَ جو سمورو ڪورس جو ٽيچر - ٽريننگ ادارن ۾ ڪرايو پيو وڃي
تنهن ڪي ٽيليويزن جي استعمال ذريعي ڪرايو ويندو. ۽ ان طرح سان استادن
جي استادن کي پنهنجي ڪوشش ۾ هٿي ملندي. پاڪستان ۾ T.V. جي
تنظيم ۽ جوڙجڪ ۾ عام طور تي بهتري اچڻ سان، مستقبل قريب ۾ 'The
University of the Air' (هوا جي دوش تي يونيورسٽي) يا 'Open
University' سڏڻ لاءِ کليل يونيورسٽي يا اوپن يونيورسٽي جو وجود
ممڪن ٿي ويو آهي، جا اسڪولي مضامين ۾ سکيا جا پروگرام اسڪولن
جي لاءِ نشر ڪرڻ جي ترتيب ڏيندي، سنياليندي ۽ براڊ ڪاسٽ يا نشر ڪندي.

پروگرامڊ سکيا ۽ تعليمي ٽيليويزن، پنهي ٻنهي جي استعمال سان، ٽيچر ـ
ٽريننگ ادارن ۾ درس و تدريس ۾ يقيناً بهتري ايندي ڇاڪاڻ ته انهن سان
انفرادي سکيا لازم ملزوم هوندي، جا خاص طور سان ذهين طلبا کي
للڪاريندڙ (Challenging) مواد فراهم ڪندي ته جيئن هو پنهنجي عالمانه
اڀياس (Scholastic Study) طرف تيزيءَ سان اڳتي قدم وڌائي سگهن.
ساڳئي وقت عام شاگرد پنهنجي صلاحيتن کي سٺي نموني بروئي ڪار
استعمال ڪري سگهن، نه صرف ايترو پر گهٽ صلاحيت واري شاگردڪي پڻ
پنهنجي رفتار سان ڪافي ڪم ڪرڻ جو موقعو ملندو.

# باب ڇهون

## جمهوري اقدار، اسان جي تعليم جو سرشتو ۽ نصاب
## (Democratic Values, Our system of Education and Curriculum)

قومي تعميرِ نو ۽ ڪردار سازي جو جمهوري اقدار سان چولي دامن جو واسطو آهي. اسان جي موجوده وقت جا تعليمي ادارا اڪثر ڪري مضمون جي موادِ سيکارڻ تي انحصار ڪن ٿا، جڏهن ته قومي تعميرِ نو ۽ ڪردار سازي گهري ٿي ته اسان جي نوجوانن ۾ تعليمي سلسلئہ عمل ذريعي جمهوري سوچ ۽ اقدار ذهن نشين ڪرايا وڃن.

جمهوري اقدار جي حوصلہ افزائي، صبرَ جي برداشت، شائستگي و ذوقِ سليم لاءِ اعتدال پسندي، اختلافي خيال آرائي لاءِ معقوليت ۽ عزت، ۽ ڊيڄارڻ ڌمڪائڻ ۽ زور زبردستيءَ کان پاسو ڪرڻ ـ اهي سڀئي خوبيون تربيتي پروگرامن جي دائره ڪار اندر اچي وڃن ٿيون ۽ اهي ان لائق آهن ته انهن کي اسان پنهنجي تعليمي پاليسيءَ جو هڪ اهم حصو ڪري تسليم ڪريون ته جيئن انهن سڀني کي مناسب تناسب سان تعليم جي ابتدائي سطح يعني پرائيمري تعليم کان يونيورسٽي تعليم تائين رائج ڪري سگهون.

’جمهوريت‘ ڇا آهي؟ اها پنهنجي حقوق ۽ ٻين جي حقوق، انهنجي حصول لاءِ دل جمعي سان ڪوشش ڪرڻ ۽ پنهنجي ذميدارين کي پنهنجي سماج جي بهترين صلاحيت مطابق هڪ ٻئي سان تعاون ڪرڻ جو هڪ مجموعي احساس آهي. اهو سماج يا سوسائٽي ڪيئن ڦلندي ۽ ڦُلندي جنهن جي عوام الناس جو ڪثير تعداد ناخوانده هجي ۽ ڪين حقوق ۽ ذميدارين، مابين تعلقات سان ڪابہ دلچسپي ڪونہ هجي؟ اهڙي سماج جي افراد ۾ پنهنجي حقوق لاءِ ڪابہ بيداري ڪونہ هوندي آهي ۽ نہ ئي وري ذميدارين نڀائڻ ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ جو ڪو حقيقي احساس.

اها ڳالهہ نوٽ ڪرڻ جوڳي آهي تہ افراد، سماج ۽ حڪومتون پنهنجي طاقت ۽ استحڪام ۽ وجود، بنيادي تصورات، اعتقاد ۽ اعتماد، اقدار ۽ قانوني اصولن کي جامع ڪرڻ سان ۽ انهن درميان هم ـ آهنگي پيدا ڪرڻ سان ئي قائم رهي سگهن ٿا. اهڙا بنيادي تصورات ۽ اعتماد افراد جي پنهنجي ضمير منجهان ئي پروان چڙهندا آهن. ضمير ئي انسان کي پروان چڙهائيندڙ طاقت آهي، ۽ وري اقدار جو تعلق سماج سان آهي. جمهوري اقدار کي پائڻ لاءِ حقيقت ڪري انهن بنيادي، مرڪزي ۽ اهم تصورات جو حاصل ڪرڻ تمام ضروري آهي جن جو اسان جي زندگين تي مثبت اثر پوي ٿو. اهڙيءَ طرح سان، اقدار کي نروار ڪرڻ ۽ ڦهلائڻ جٽڪم انهن بنيادي ۽ اهم ڪارنامن جي حوصلہ افزائي ڪرڻ آهي جن سان اسان جي زندگين کي مجموعيت ۽ افراد جو ڳانڍاپو يا هڪ ٻئي سان رشتو لاڳاپيل آهي.

اهڙن جمهوري اقدار کي پروان چڙهائڻ لاءِ حوصلہ افزائي بلڪل گهر يا ’ڪتنب‘ ڪان شروع ڪرڻ گهرجي. اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جو نصاب ۽ تربيت بعد ۾ اچن ٿا. والدين پنهنجي ٻارن لاءِ پهريان ماڊل (تقليد جا نمونا) آهن. پر سوال اهو ٿو اٿي تہ ڇا اسان جي سماج ۾ والدين جو ڪثير تعداد اهڙن جمهوري اقدار کي پروان چڙهائڻ لاءِ اهڙي طرح لائق آهي جو هو اهڙو ماڊل پيش ڪري سگهي جو سندن اولاد ۾ پنهنجي ڪرڻ لاءِ رشڪ پيدا ڪري سگهي؟

جڏهن ٻارڙا اسڪولن ڏانهن تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ قدم کڻندا آهن تہ

انهن جو نصاب منجهان سکڻ کان اڳ ۾ پهريون قدم آهي پنهنجي استادن سان لهه وچڙ ۾ اچڻ. ڇا اسين اها راءِ قائم ڪري سگهون ٿا ته اسان جي پرائيمري اسڪولن جي استادن جُو ڪثير تعداد پنهنجي شاگردن لاءِ سهپ، قرب، عزت ۽ راءِ جي اختلاف جهڙن تصورات هيٺ، ۽ پاڻ ڪي طاقت جي استعمال کان پري رکڻ جي لحاظ کان هڪ مثالي ماڊل جو آئينه دار آهي؟

انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته ڪجهه استاد انفرادي طور اهڙين خصلتن جو مظهر آهن، تنهن هوندي به اها هڪ ڪلي حقيقت آهي ته اهي ملڪ جي مروجه تعليمي نظام جي پيداوار ڪونه آهن. اهي سندن انفرادي گڻ آهن ۽ اهڙا گڻ استاد ڪميونٽيءَ ۾ بمشڪل نظر اچن ٿا. اهڙيءَ حالت ۾، نصاب ذريعي نظم و ضبط پيدا ڪرڻ صرف اهڙيءَ صورت ۾ قائم ٿي سگهندو جڏهن استاد بذاتِ خود جمهوري اقدار اپنائين ۽ انهن کي پنهنجي ظاهري ڪردار ذريعي نمودار ڪري ڏيکارين.

اهي استاد ئي آهن جن جي ڪلهن تي سکيا ڏيڻ ۽ جمهوري اقدار ٻارڙن ۽ نوجوانن جي ذهنن ۾ منتقل ڪرڻ جو بار آهي. اُن جو نتيجو اهو ٿو نڪري ته سماج ۾ جمهوري ثقافت پروان چڙهي ٿي. حقيقتاً، اهي استاد ئي آهن جي قومي ڪردار استوار ڪرڻ ۾ سنئون سڌو حصو وٺن ٿا. تنهن ڪري اسانجي تعليمي نظام تي اها ذميداري عائد ٿئي ٿي ته اهو اهڙا استاد مقرر ڪري جي اهڙين گهربل اقدار جو عملي مظاهروڪندي پنهنجي سکيا ذريعي انهن کي پروان چڙهائين.

جيڪڏهن استاد ۽ والدين صرف زباني خرچ ذريعي اهڙن جمهوري اقدار جو پرچار ڪندا پر عملي طرح اهڙي هلت چلت جو مظاهرو ڪندا جا سندن پرچار جي بلڪل برعڪس هوندي ته اهڙيءَ صورتحال جو اثر نوجوانن جي ذهنن تي ڇا پوندو؟

تنهن هوندي به جمهوري اقدار وڌائڻ خاطر انهنجي نصاب ۾ شموليت لازمي آهي. پر سوال اهو ٿو اٿي ته اقدار جي مضموني مواد کي ڪهڙي طرح سان نصاب جو لازمي حصو ڪري ترتيب ڏجي جو اهو اقراري (Commited) ۽ وقف (Dedicated) افراد پيدا ڪرڻ لائق ثابت ٿئي؟ مرڪزي ڪورسن (Core courses) کي انهي مقصد لاءِ بهتر طور تي

استعمال ڪري سگهجي ٿو. ثانوي اسڪول جي سطح تي، نصاب جو هڪ حصو لازمي مضمونن تي مشتمل هوندو آهي. اهڙا سبق تيار ڪيا وڃن جن ذريعي جمهوري اقدار سڌي طرح ساگردن جي ڪردار ۾ منتقل ٿي سگهن. استاد اهڙن جمهوري اقدار کي اهڙي طرح سان پاڻ ۾ ڳنڍين جو اهي سبقن کي ڀرپور نموني مؤثر ۽ بامعنيٰ بنائي سگهن.

ڪاليج ليول تي پڻ، اهڙو نصابي مواد جو جمهوري اقدار جي ذهن نشينيءَ کي آسان بنائي، تنهن کي قومي و صوبائي لٽريچر، زبانن (ٻولين)، اسلاميات، اخلاقيات ۽ پاڪستان اسٽڊيز ۾ شامل ڪرڻ گهرجي. انهيءَ مقصد لاءِ، قومي ليول تي رهنمائي جا خطوط (Guidelines) تيار ڪري سگهجن ٿا تہ جيئن ملڪ جون يونيورسٽيون پنهنجي دائره اختيار هيٺ ايندڙ ڪاليجن جي لازمي مضمونن جي نصاب ذريعي جمهوي اقدار پروان چڙهائڻ لاءِ معقول راه عمل تيار ڪرڻ لائق ٿي سگهن.

في الوقت اهڙن استادن جي تقرري يا ساليانہ رپورٽون لکڻ وقت ۽ ترقي (Promotion) ڏيڻ وقت، انهن استادن کي ترجيح ڏني وڃي جي نہ صرف جمهوري اقدار کي پنهنجو ڪن ٿا پر انهن کي وڌائڻ ويجهائڻ خاطر عملي مظاهرو پڻ ڪن ٿا. ساڳئي طرح جمهوري اقدار کي ڪاليج جي سطح تي غير - تدريسي مشغولين (Extra - Curricular Activities) ذريعي جمهوري اقدار کي وڌائڻ لاءِ پڻ اقدام ڪري سگهجن ٿا ۽ اهڙين مشغولين کي قومي امنگن ۽ توقعات سان مربوط ڪري سگهجي ٿو.

جيستائين يونيورسٽي ليول تي جمهوري اقدار وڌائڻ جو تعلق آهي تہ اهو ڪاليج ليول تي ڪنيل اقدام جو هڪ لاڳيتو سلسلئہ عمل ٿيندو.

اهو بہ عيان آهي تہ جمهوري اقدار جي واڌ ويجهہ لاءِ مؤثر مواد کي نصاب ۾ شامل ڪرڻ ئي صرف ڪافي نہ آهي. اهو تہ صرف نظرياتي ڄاڻ جو هڪ بنياد ٿيندو. ان جي عملي صورت لاءِ والدين جي جمهوري اقدار لاءِ آمادگيءَ ۽ اثرائتي تيزي؛ اهڙن استادن، جي پنهنجي ظاهري عمل ۽ ڪردار سان انهن اقدار کي اڳتي وڌائين ٿا تن جو لحاظ، تعليمي ادارن کي عملي سياست ۽ سياسي پارٽين کان پاسيرو رکڻ، ۽ اهڙا ادارا جي شاگردن کي

جمهوري اقدار کي حقيقي طور پنهنجي ڪرڻ لاءِ عملي تربيت فراهم ڪن ٿا ، تن مدد جي مدد -- اهي اهڙيون ترجيحات آهن جن تي ڌيان ڏيڻ لازمي آهي. اهي حڪمت عملي لاءِ ڪجهه اهڙا اقدام آهن، جي غور طلب آهن. منهنجو مطلب انهن غير ـ تدريسي مشغولين سان آهي جي آزادي سان عمل ۾ آڻي سگهجن ٿيون ۽ اهي بيروني سياسي پارٽين جي اثرات ۽ مداخلت کان آزاد آهن. اهڙين مشغولين کي اثرائتي طور تعميري هئڻ گهرجي. سياسي پارٽين جي غير ضروري ڪاهي ايندڙ اثرات اڪثر ڪري وڌندڙ منفي پهلوئن سان همڪنار ٿيندا آهن. اهوئي حال آهي جو اسان جي تعليمي ادارن جي تاريخ ٻڌائي ٿي. اهڙن سياسي اثرات کي تعليمي ادارن کان پري رکي، اسين پنهنجي غير ـ تدريسي سرگرمين کي جمهوري اقدارِ جي وڌائڻ ۽ ويجهائڻ لاءِ اهڙيءَ طرح تبديل ڪري سگهون ٿا جو اهي شاگردن جي جمهوري اقدار جي صحتمندانه حصول کي نئين صرف آسان بنائي سگهنديون. عام طور تي، اسان جي سياست ۾ ڪنهن مؤثر سياسي نظام جي عملي سياسي تربيت مقصود هئڻ باعث، جمهوي اقدار جي اثاث ايڏي ته وڌي ويئي آهي جو ائين پيپولگي ته اهو مناسب ۽ محفوظ ٿيندو جو اڄ اسين پنهنجي تعليمي ادارن کي انهن جي اثرات کان پاسيرو رکون.

غور ڪريو ته اسين ڪيتري عرصي کان ڪهڙا سماجي رويا حاصل ڪري رهيا آهيون؟ پڻ سوچيوته "انهن روين ۾ ڪنهن تبديليءَ آڻڻ کانسواءِ اسين ڪهڙن جمهوري قدرن جي توقع رکي سگهون ٿا ؟ غور طلب صورت حال اها آهي ته اسان جي پنهنجن گهرن ۾ خوش خلقي، ملنساري ۽ درگذر جون صلاحيتون دستياب ڪونه آهن. اسان جي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ اهڙيون خصلتون ڪٿان ٿيون لين ۽ پوءِ اسين انهن جو ٻاهرين عملي زندگي ۾ مظاهري جي ڪٿان ٿا اميد ڪري سگهون؟ ڏسو ته والدين پنهنجن ننڍن کي معمولي معمولي ڳالهين تي ڪيئن نه غير ضروري داٻ ٿا وجهن؟ اسين پنهنجن پاڙيسرين، دوستن ۽ واقف ڪارن سان ڪيئن ٿا هلون؟ اسان مان ڪيترا پنهنجي برتاءَ ۾ باهمي فهم و فراست کان ڪم ٿا وٺن ۽ پاڻ ۾ راءِ جي اختلاف کي مناسب اهميت ٿا ڏين؟ اهي ئي رويا آهن جي اسان جي نئين ٽهي اڳين کان حاصل ڪري ٿي. اهي ئي برتاءَ آهن جي اسين ايندڙ سالن

۾ غير جمهوري طور طريقن سان پنهنجن نوجوانن ۾ منتقل ڪنداسين. جڏهن اسان جي مجموعي عملي سماجي هلت چلت ۽ هڪ ٻئي سان باهمي تعلقات ڪيترن ئي منفي ڪثيرالانواع عناصر تي ٻڌل هجن ته پوءِ اسانجا تعليمي ادارا ڇا ٿا ڪري سگهن ۽ ڪهڙيون تبديليون ۽ ڪيتري حد تائين آڻي ٿا سگهن؟ جمهوري اقدار ڪي پروان چڙهائڻ تڏهن ئي آسان ٿي سگهي ٿو جڏهن اسان جو سياسي نظام جمهوريت قائم ڪري. جڏهن ان جا مٿيان توڙي هيٺيان ادارا هر طرح سان ۽ هر سمت ۾ جمهوري هجن ۽ جڏهن راءِ جي اختلاف ڪي عفوو درگذر، خوش خلقي ۽ مستقل مزاجيءَ جي پوري اهميت حاصل هجي. انهن ۾ صرف تلقين ۽ تبليغ ڪون هجي. پوءِ ئي اهڙن جمهوري اقدار جي عوام جي ذهنن ۾ يڪجا ٿيڻ جي توقع ڪري سگهجي ٿي.

جمهوري اقدار ڪي پروان چڙهائڻ جو مسئلو، حقيقت ڪري، اسان جي نوجوان نسل جي اصلاح جومسئلو آهي. اسان ته ان سلسلي ۾ اجان تائين اهو ڪجهه نه ڪيو آهي جو ڪجهه ڪرڻ گهرجي ها.

جمهوري اقدار ڪي وڌائڻ ويجهائڻ لاءِ اسانجي سماج ۾ تعليم ڪي هر هڪ جي پهچ تائين رسائڻو پوندو. اسانجي گهرو حالات ۽ ماحول ڪي سڌارڻو پوندو. والدين ۽ استادن ڪي پاڻ ڪي اهڙي طرح بدلائڻو پوندو جو هو اهڙا مثالي نمونا (Models) ٿي پون جو شاگرد انهن جي تقليد ڪندي پنهنجي عملي زندگي ۾ انهن جمهوي اقدار ڪي پنهنجوڪري سگهن.

علم ۽ عمل ساڳئي سڪي جا ٻه پهلو هئڻ گهرجن ۽ اها ڳالهه هن وقت موجود نه آهي، هڪ سٺو نصاب اهوآهي جو شاگرد ڪي پنهنجي علم ڪي عملي طور ڪتب آڻڻ لاءِ ترغيب ڏئي. ان جو مطلب اهو ٿيو ته اهڙو نصاب جو هئن ۾ اهڙيون عملي خصوصيتون اُجاگر ڪري جن جي سماج ڪي ضرورت آهي. اهڙي نصاب جو خاڪو (Design) تيار ڪرڻ ڪا سولي ڳالهه نه آهي، ايمانداري ۽ اعتماد، ديانتداري، صبر ۽ استحڪام، دليري، عزت و احترام، مساوات ۽ ٻڌي، نماڻائي ۽ برداشت، خوش اسلوبي، اختلاف راءِ جو احترام، قوت جي استعمال کان پاسو -- اهي سڀئي پهلو ۽ اقدار،

قومي مزاج جا مستقل حصا هجن، جن لاءِ نظرياتي توڙي عملي ڪوششون اسانجي نصاب ۾ شروع ڪيل هجن. ساڳئي طرح ڪن منفي عادتن ۽ اطوار جي جاچ پڙتال لاءِ ڪي طور طريقا تجويز ڪرڻ پڻ لازمي آهي.

نصاب سازيءَ جي سلسلئہ عمل ۾: سماجي براين جهڙوڪ: خود غرضي، بي اعتمادي، قومي اقدار ۽ نظرياتي خد و خال کي غير مستحڪم ڪرڻ ۽وطن سان غداري وغيره کان تحفظ جا طريقا پڻ تجويز ڪيا وڃن. اهڙين سماجي براين کي معيوب ۽ قابلِ نفرت سمجهڻ جو پهلو بہ درسي ڪتابن ۾ درج هئڻ گهرجي ۽ ساڳئي وقت مواد کي عملي - ترغيب ڏيندڙ سرگرمين تي واضح طور سان مشتمل ڪيو وڃي.

نوجوانن، خاص ڪري شاگرد ڪميونٽي کي تعليمي ادارن ۾ اهڙن جمهوري اقدار کان هٽائڻ لاءِ ڪهڙا عناصر ذميدار هئا ؟ اها صورتِ حال حقائق جي ڇنڊڇاڻ گهري ٿي جنهن تي شايد اسان نصاب سازيءَ کي نئين سر تيارڪرڻ، جديد بنائڻ يا وري ترتيب ڏيڻ وقت ڪومناسب ڌيان ڏئي سگهون. نصاب جي اوسر يا نصاب سازي هڪ مسلسل سلسلئہ عمل آهي پر اهڙي عمل دوران انهن عناصر جي ڇنڊڇاڻ، جي اسان جي شاگردن کي ذهني خلفشار ۾ گهيري وڃن ٿا ۽ نتيجتاً ڪين جمهوري اقدار جي حاصلات کان محروم رکن ٿا؛ تن جو جائزو وٺڻ بلڪل مفيد ٿيندو.

جيڪڏهن مشاهدو ڪيو ويندو تہ اهو ڏٺو ويندو تہ ڪي شاگرد تعليمي ادارن ۾ پنهنجي روش اهڙي رکن ٿا جو بالآخر هو سرڪش، ضدي، ڏاڍا ۽ تشدد وارا مڙس ثابت ٿي ادارن کان نڪريو وڃن.

اقدار جي مسئلي کي، پوريءَ دنيا ۾جيڪو ثقافتي بحران آيل آهي تنهن جي تناظر ۾ ڏسڻ گهرجي جو سيٽلائيٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا سبب اسان جي گهرن ۾ گهڙي آيو آهي ۽ اسان وٽ ان جي منفي اثرات کي منهن ڏيڻ لاءِ مؤثر اُپاءَ ڪونہ آهن. تربيتي ادارن جي ماحول کي قوم جي اهڙي ذلت ۽ پستي ۽ ثقافتي بحران کان بچائڻ خاطر اسان کي پنهنجي تعليمي ادارن ۾ صحتمند نصابي و غير ـ نصابي سرگرمين کي وڌائڻ ۽ استادن جي سوچ جي طور طريقن ۽ اخلاقي اسنواري ۾ بهتري آڻڻ ذريعي اصلاح بلڪل أتي سگهون ٿا.

مطلب تہ، اهڙا مسئلا اجا مزيد غور طلب آهن. اسانجي قوم جو مستقبل انهن سان وابستہ آهي. اسانجي سوچ ۽ ثقافت ۾ اهڙن بحرانن کي تعليمي نظام ۾ ئي مؤثر اقدام ڪرڻ سان بهتري آڻي، منهن ڏئي سگهجي ٿو. جيترو جلد بهتريءَ لاءِ ڪوششون ورتيون وينديون اوترو ئي بهتر ٿيندو. اسان کي قومي هم ـ آهنگي کي وڌائڻ لاءِ اهو سڀ ڪجهہ هڪ اثرائتي قومي تعليمي پاليسيءَ جي ذريعي هيٺ ڪرڻو پوندو.

# باب پهريون

## اسان جي امتحانن جي عمل جو اصلاح
## (Improving our Practice of Examination)

امتحان سموري تعليمي نظام جي هڪ اهم حصي جي حيثيت رکن ٿا. امتحان تعليمي سلسلئہ عمل ۾ جو بنيادي اهم ڪردار ادا ڪن ٿا تنهن جو اندازو انهيءَ حقيقت مان واضح ٿئي ٿو تہ سنا امتحان شاگردن ۾ آمادگي پيدا ڪن ٿا، ڪين سندن خوبين ۽ خامين کان آگاه ڪن ٿا ۽ استادن کي پڻ پنهنجي درس و تدريس جي بهتريءَ لاءِ نون طور طريقن کي آزمائڻ لاءِ مواقع فراهم ڪن ٿا. اهي ڪنهن مقصد جي حصول لاءِ ذريعي جي حيثيت رکن ٿا. امتحانن جا مقاصد، خاص طور تعليمي مقاصد تي منحصر هوندا آهن. جيڪڏهن تعليم جومقصد اهو آهي تہ اهڙا اشخاص پيدا ڪيا وڃن جن کي ڪلارڪن جي حيثيت سان پرتي ڪري سگهجي تہ امتحانن کي بہ اهڙيءَ طرح ترتيب ڏبو ۽ انهن جو عمل ڪرايو ويندو جيئن گهربل مقصد حاصل ٿئي. جيڪڏهن تعليم جو مقصد آهي تہ اهڙا سنا شهري پيدا ڪيا وڃن، جي محب وطن هجن، تخليقي ۽ آزاد سوچ جا مالڪ هجن، تہ پوءِ امتحانن کي شاگردن ۾ اهڙين خوبين ۽ لياقتن جي واڌ ويجهہ لاءِ استعمال

ڪيو ويندو. اهڙيءَ طرح امتحانن جي نوعيت تعليم جي نصاب ۽مقاصد مطابق طئہ ڪئي ويندي. ڪنهن ملڪ ۾ تعليم جو خاص مقصد شاگردن کي آئنده جي زندگي لاءِ تيار ڪرڻ، ۽ پڻ انهن ۾ پنهنجي ماحول ۾ پنهنجن مسائل کي منهن ڏيڻ ۽ موزون نموني حل ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ڪرڻ ٿيندو تہ جيئن هو پنهنجي سماج جا بهتر ۽ ڪارآمد افراد ٿي اُڀرن.

اسان جي موجوده امتحانن جي عملي صورت، نصاب تي حاوي هجڻ سان گڏوگڏ، شاگردن کي ان لائق هرگز ڪونہ ٿي آزمائي جوهُو حاصل ڪرده ڄاڻ ۽ معلومات کي حقيقي طور زندگيءَ جي نين حالتن ۾ عملي طور استعمال ڪري سگهن. اهڙي طرح اسان جا شاگرد پنهنجي اسڪولن ۽ ڪاليجن مان پاس ٿي تہ نڪرن ٿا پر هو نين حالتن کي منهن ڏيڻ يا انهن سان موزون نموني هم ـ آهنگ ٿيڻ جي لياقت جو مظاهرو ڪونہ ٿا ڪن. انهيءَ سبب، ڪيترا ئي سندیافتہ گرئجوئيٽ (ڪاليج پاس شاگرد) جڏهن پنهنجي عملي زندگيءَ ۾ داخل ٿين ٿا تہ اهي ناموزون ۽ ناڪام ثابت ٿين ٿا. اسان جي امتحانن جو عمل ناقص آهي ڇاڪاڻ تہ اهو ملڪي ضروريات کي نہ تہ منهن ڏئي سگهي ٿو ۽ نہ ئي وري سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي ميدانن ۾ تازين ۽ تيز تڪڙين ترقين کي مدِ نظر رکندي گهربل نتائج فراهم ڪري ٿو.

امتحاني سرشتي جي ڪوتاهين جو حوالو ڏيندي، پهرين پنج - سالہ رٿا (The First Five -Year Plan) ٻڌائي ٿي تہ:

"امتحان، تعليمي مقاصد بجاءِ پين ڪن مقاصد جي حصول لاءِ ثابت ٿيا آهن ۽ پڻ اهي پاڻ ئي مقصد ٿي پيا آهن نہ ڪہ مقاصد جي حصول لاءِ ڪو ذريعو." (13) قومي تعليمي ڪميشن، امتحانن جي موجوده طريقئہ ڪار تي اطمينان ظاهر ڪندي، سفارش ڪري ٿي تہ: "امتحانن جي سرشتي تي نظرثاني ڪئي وڃي." (14) ڪميشن اهو خيال ظاهر ڪيو آهي تہ: "موجده طريقئہ ڪار تحت امتحانن جي نتائج تي مڪمل انحصار ڪيو پيو وڃي، ۽ جنهن ۾ امتحان شاگردن کي درسي مواد ۽ ليڪچر نوٽس کي ياد ڪرڻ جي لياقت کي آزمائڻ کانسواءِ وڌيڪ ڪجهہ بہ ڪونہ حاصل ٿو ٿئي جنهن جو لازماً اهو نتيجو نڪري ٿو تہ امتحان نصاب کي طئہ ڪن ٿا." (14) ماهرِ تعليم ايمر. اي. قاضي پاڪستان جي مختلف يونيورسٽين ۾ امتحانن جي

طريقن جي ڪوتاهين کي واضح ڪندي ٻڌائي ٿو ته: "اها هڪ مڃيل حقيقت آهي ته پاڪستان جي مختلف يونيورسٽين ۾ امتحانن وٺڻ جا موجوده طور طريقا ڪافي حد تائين ناقص ۽ فرسوده ثابت ٿيا آهن ۽ انهن جي فوري اصلاح جي ضرورت آهي." (15)

اسانجي امتحان جي طريقه ڪار ۾ اهڙين ۽ ڪيترن ئي ٻين ڪوتاهين سبب انهن کي تبديل ڪرڻ ۽ نئين سر ترتيب ڏيڻ جي ضرورت آهي.

### ڪوتاهيون (The Shortcomings):

جيڪڏهن اسانجي موجوده امتحاني طريقه ڪار جي جاچ پڙتال ڪئي وڃي، ته اهو ڏٺو ويندو ته ان جي سلسله عمل ۾ اصل کان ئي ڪي خاميون موجود آهن. ساڳئي وقت ڪي نقص وري انتظامي اسباب تحت ته ڪي وري ممتحن (Examiner) جي سکيا جي مقاصد کان بي خبريءَ سبب آهن. اهڙين ڪوتاهين جو شمار هيٺينءَ طرح ڪري سگهجي ٿو:

1- امتحان ڇٽڪ شاگردن جي سوچ جي قوت، ۽ معلومات کي ترتيب ڏيڻ ۽ تشريح ڪرڻ جي صلاحيت پرکڻ کان وڌيڪ سندن ياداشت جي مهارتن جي پيمائش لاءِ آهن.

2- امتحان اڪثر ڪري روايتي نموني جا آهن، جي تحريري يا مضمون وارن ڊگهن جوابن پڇڻ لاءِ سوالن تي مشتمل آهن. سوال گهڻو ڪري پنهنجي مطلب ۾ واضح يا مفصل ڪونه هوندا آهن. اهڙن سوالن لاءِ شاگردن جا جواب گهڻو ڪري ڊگها ۽ مبهم ملندا آهن ڇاڪاڻ ته سوال ئي خود پنهنجي نوعيت ۾ مبهم هوندا آهن. انهيءَ ڪري ممتحن به جوابي ڪاپين جاچڻ ۾ تعصب مائل ٿي پوندا آهن. ممتحن پڻ اڪثر ڪري اهڙن نامناسب عناصر تحت لڙهڪجي ويندا آهن جهڙوڪ: تحرير جي خوبصورتي، يا شاگردن جا اثر ڪندڙ وڏا وڏا يا دقيق الفاظ جي پنهنجي جوابي مضمون ۾ استعمال ڪن ٿا. تنهن ڪري ممتحن به پنيلجي سندن لکيت کي (ته انهن ڪيڏو نه سٺو لکيو آهي) وڌيڪ اهميت ڏين ٿا بنسبت انهيءَ جي ته انهن ڇا لکيو آهي.

3- سوال جي امتحانن ۾ ترتيب ڏنا وڃن ٿا سي پنهنجي گهربل مُعتبريت

(Reliability) کان قاصر ٿين ٿا چاڪاڻ تہ انهن ۾ ضروري جاڻ ۽ اپياسي ڪورس جو گهربل نمونو گهٽ هوندو آهي. اهڙي طرح شاگرد اتفاق يا خوش قسمتيءَ جي عنصر سبب پاس ٿي وڃن ٿا يا وري سموري اپياسي ڪورس تي محنت ڪرڻ بجاءِ ڪي خاص خاص عنوان پڙهي امتحان ۾ ڪامياب ٿي وڃن ٿا.

4- جيئن تہ امتحان شاگردن جي تدريس لاءِ رکيل درسي ڪتابن جي مواد کان وڌيڪ ڪجهہ ڪونہ ٿا آزمائين، تنهن ڪري شاگرد حوالن جي مواد جي ڳولا لاءِ پاڻ کي مجبور ڪونہ ٿا سمجهن. اهڙي طرح ڪين متاچري جاڻ حاصل ٿئي ٿي جا امتحان پوري ٿيڻ بعد چند هفتن تائين وٽن رهي ٿي.

5- اسان جي امتحانن جو طريقئہ ڪار نام نهاد خارجي يا ٻاهرين امتحان (External Examination) جي زير اثر رهي ٿو جنهن جو نتيجو اهو ٿو نڪري تہ شاگرد پنهنجو سمورو زور ۽ ڌيان انهيءَ ڳالهہ سان وابستہ رکن ٿا تہ خارجي يا بيروني امتحان جي "ڀوت" (Monster) کي منهن ڏيڻ لاءِ پاڻ کي تيار رکن. انهيءَ ڪري هو ڪلاس نوٽس، استادن جي ليڪچرس، حاضري ۽ گهربل نظم و ضبط جي روين وغيره کي ڪا خاص اهميت ڪونہ ٿا ڏين.

6- شاگرد اهڙن امتحانن کان خوف محسوس ڪندا آهن چاڪاڻ تہ هڪ تہ اهي تعليمي سال جي اختتام تي هڪ دفعو ٿيندا آهن، ۽ ٻيو تہ انهن جي نتيجن تي اينترو تہ انحصار ڪيو ويندو آهي جو ڪين هڪ قسم سان قسمت جي فيصلي صادر ڪرڻ جي اوزار طور استعمال سمجهيو ويندو آهي. شاگردن جي اهڙي خوف جو نتيجو اهو ٿو نڪري جو هو پنهنجي گهربل تيار کان قاصر بہ رهن ٿا تہ وري سندن خود – اعتمادي بہ گهٽجي ٿي. اهڙيءَ حالت زار سبب شاگرد پاڻ کي اهڙين شديد نفسياتي حالتن تحت امتحانن لاءِ تياري ڪن ٿا، جي سندن اعصابي سرشتي تي ڪافي دٻاءُ وجهن ٿيون ۽ ڪين پريشان، حد کان وڌيڪ بي چين يا ڳڻتي ۾ مبتلا ڪن ٿيون ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ ڪين دماغي طور غير۔ متوازن ڪري ڇڏين ٿيون.

7- ممتحن صاحبان وري انهيءَ ڳالهه کان بي خبر رهن ٿا تہ ڪو ڪيئن شاگردن ۾ انهيءَ ڳالهه جي جاچ ڪرڻي آهي تہ ڪيئن تعليم جي انهن مقاصد کي بہ ڏسڻو آهي، جي تعليمي سال جي شروعات ۾ انهن لاءِ رکيا ويا هئا، سي حاصل ٿيا يا نہ؟

8- جائزي جي موجوده نظام سکيا جو جڳڪ مول مقصد اهو رکيو آهي تہ فقط امتحان پاس ڪجي. امتحان جڳڪ سکيا جي مڪمل سلسلئہ عمل تي اثر انداز ٿيڻ لاءِ وجود ۾ آيا آهن.

موجوده امتحاني نظام جو حوالو ڏيندي، ڪميشن آن نيشنل ايجوڪيشن اهو ٻڌايو آهي تہ: "ڪيترن ئي شاگردن لاءِ امتحان، علم يا ڄاڻ حاصل ڪرڻ کان وڌيڪ اهميت جو مالڪ آهي. شاگردن پنهنجي سکيا يا حصولِ علم کي سموي وقت علاوه ڪن چند هفتن قبل از امتحان، لاءِ مؤخر ڪري ٿا ڇڏين. نتيجو اهو ٿو نڪري جو هو مسلسل جدوجهد ۽ عمليت جي عادت وڃائي ويهن ٿا." (13)

ڪم و بيش اهي سيئي نقص يا ڪمزوريون امتحانن ڪرائڻ جي مول مقصد کي فوت ڪيو ڇڏين.

### اصلاحي تدبيرون (The Remedies):

اسان جي موجوده امتحانن جي طريقئہ ڪار ۾ بهتري آڻڻ لاءِ ڪجهہ عملي اقدام هيٺ تجويز ڪجن ٿا:

1- هڪ سٺي امتحان لاءِ پهريون ضروري شرط، ان جي معتبريت (Reliability) آهي. تحريري مضمونن وارن امتحانن (Essay -type Examinations) کي ڪافي حد تائين معتبر يعني اعتبار جوڳو بنائي سگهجي ٿو جيڪڏهن انهن ۾ سوالن جا بيان وڌيڪ واضح ۽ پنهنجي معنيٰ ۾ غير مبهم هجن ۽ انهن کي اهڙي طرح ترتيب ڏنو وڃي جيئن اهي ڪورس جي مواد جو واضح نمونو پيش ڪن.

2- امتحانن ۾ جي سوال ڏنا وڃن سي اهڙا هجن جو اهي شاگردن جي تخليقي سوچ کي اُڀارين، سندن ذهن کي مقابلي لاءِ اُڪسائين، ۽ ڪيئن

حاصل ڪرده علم کي روزمره جي مسئلن جي حل ڪرڻ لاءِ سندن عملي استعمال جي لياقت کي آزمائين.

3- امتحانن جي هڪ سٺي نظام کي شاگردن جي مڪمل شخصيت جو جائزو وٺڻ لائق هئڻ گهرجي. ان کي شاگردن جون لياقتون، صلاحيتون، گڻ، رويا ۽ خصوصيتون جاچڻ گهرجن ته جيئن ڪين ملڪ جي ضروريات مطابق گهربل شخصيات جي تقرري لاءِ، مناسب انفرادي رهنمائيءَ کي يقيني بنائي سگهجي. انهيءَ ڳالهه کي فرانس ۾ ڪيئن ٿو ڪيو وڃي، تنهن جو مثال هيٺين عبارت ۾ ڏنو ويو آهي:

"هر شاگرد جي انفرادي طور حتي المقدور مڪمل معلومات گڏ ڪئي وڃي ٿي جنهن لاءِ هڪ طريقو جنهن کي شاگرد جو بايوٽائيپولاجيڪل (Biotypological) امتحان چيو ويندو آهي. ان ذريعي شاگرد جي شخصيت جي سيني پهلوئن - جسماني افزائش جي پيمائش، ڪيميائي، جسماني، نفسياتي، عمومي، طبي، دماغي امراض وغيره جو احاطو ڪيو ويندو آهي ۽ انهن متعلق سموري معلومات جو رڪارڊ رکيو ويندو آهي. اهڙن جائزن جا تفصيل ماهرن جي گروپ کان حاصل ڪيا ويندا آهن جن ۾ ٻارن جي موروثي ۽ ذاتي واقعن ۽ پڻ سندن اسڪول ۾ روش متعلق معلومات گڏ ڪئي ويندي آهي. بعد ۾ شاگرد جي شخصيت جي ڪيترن ئي پهلوئن جي جاچ پڙتال ڪرڻ سان انهن مختلف پهلوئن جي درميان باهمي تعلق ذريعي، ان ڳالهه جي دعوي ڪري سگهجي ٿي ته مليل تمام مفيد معلومات اهو واضح ڪندي ته شاگرد ۾ اهڙين ڪهڙين خصوصيتن جي گروپ جي موجودگي آهي جن جي موجودگي ڪيس صحيح تعليم فراهم ڪرڻ ۾ معاون ثابت ٿي سگهي ٿي. اهڙي ريڪارڊ ۾ وقت گذرڻ سان اضافو ٿيندو ئي رهي ٿو جو سندس سموري تعليمي ڪورس دوران ساڻس گڏ گڏ هلي ٿو." (16)

شاگردن جي تعليمي حاصلات ۽ ترقيءَ جو هڪ مجموعي ريڪارڊ (Comulative Record) جنهن ۾ سندن ڪارڪردگين جون عادات و اطوار ۽ رويا شامل هوندا آهن، سو پڻ بقاعده رکڻ گهرجي. (14) اهڙو ريڪارڊ سيني شاگردن لاءِ ڪافي مددگار ثابت ٿئي ٿو، خاص طور سان

سٺن ۽ سراسري شاگردن لاءِ ان وقت جڏهن هو صحت جي خرابي يا ٻين ڪن معقول سببن ڪري فيل ٿين ٿا. ادارن طرفان شاگردن متعلق معلومات سندن والدين يا سرپرستن کي باقاعده فراهم ڪرڻ گهرجي ته جيئن سندن ٻارن يا نوجوانن جي تعليمي ترقي ۽ ٻين متعلق ڳالهين کان ڪين باخبر رکي سگهجي. ساڳئي طرح ٻين ادارن ۽ ڪارخانن يا فرمن (Firms) کي پڻ وقت ضرورت مجموعي رڪارڊ جي بنياد تي معلومات فراهم ڪري سگهجي ٿي.

4- سوال اهڙيءَ طرح تيار ڪرڻ ۽ ترتيب ڏيڻ گهرجن جيئن شاگردن جي اپياسي حوالن جي مواد ۽ مطالعي جي جستجو ۽ سندن اهڙن وسائل جو لازمي طور جائزو پڻ وٺي سگهجي. نه صرف ايترو بلڪ شاگردن جي مواد تي دسترس جو جائزو ۽ پڻ انهن جو نون مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ استعمال جو پڻ جائزو وٺي سگهجي.

5- جيڪڏهن ممتحن کو جوابن جو نمونو يا گهٽ ۾ گهٽ ڪي خاص نقطا جي هر سوال جي جواب ۾ شامل ٿي سگهن، اڳ ۾ تيار ڪري رکي ته نه صرف سندس پيپرن جاچڻ جو ڪم آسان ٿي پوي پر نسبتاً معروضي پڻ ثابت ٿئي. اهڙيءَ طرح امتحان ڏيندڙ شاگرد گهٽ ۾ گهٽ ممتحن جي ممڪنه بغض يا عداوت يا ٻئي ڪنهن حسد ساڙ کان بچي سگهي ٿو.ا ها تجويز ڏني پئي وڃي ته امتحان جو ڪجهه حصو معروضي (Objective) قسم جي سوالن جو هجي ته بهتر.

معروضي آزمائشن جي حالت ۾ مارڪن ڏيڻ وقت ممتحن جي ذاتي مداخلت (Subjectivity) جو سوال عملي طور ختم ٿي وڃي ٿو ڇاڪاڻ ته اهڙيون موزون ڪُنجيون يا حل (Keys) جن سان جوابي پيپرن جاچڻ جو ڪم بلڪل درست، آسان ۽ باسهوليت بڻائي سگهجي ٿو.

6- اهڙا امتحان جي اسڪول جي روايتي ٽائيم - ٽيبل مطابق هڪ يا ٻن پيرڊن تي مشتمل هجن سي هفتي يا ٻن هفتن ڪانپوءِ منعقد ڪرڻ گهرجن. هفتي - وار آزمائش جا نقاد اهو بحث ڪندا آهن ته اهڙيون آزمائشون ۽ اهڙن مقاصد لاءِ ٻيون ڪي آزمائشون جلد جلد ڪرايون

وينديون تہ اُهي شاگرد کي انهن لاءِ اعتراض ڪرائينديون ۽ مخالف بنائينديون. اهي نقاد اها ڳالهہ وساري ٿا ڇڏين تہ آهڙين آزمائشن ڪرائڻ ڪان اڳ ۾ شاگردن ۾ انهن لاءِ اندروني محرڪ ۽ آمادگي پيدا ڪرڻ گهرجي. اهڙي آمادگي استاذن طرفان پيدا ڪئي ويندي آهي. ايماندار ۽ مستقل مزاج استادن طرفان شاگردن ۾ اهو احساس پيدا ڪيو ويندو آهي تہ وقتائتي آزمائشن(Periodic Tests) جا مختلف الانواع ڪم آهن، جهڙوڪ: درس و تدريس جي سلسلہ عمل جو جائزو وٺڻ، شاگردن کي پنهنجي پاڻ سڃاڻڻ ۽ لياقتن کان واقف ڪرڻ، شاگردن کي پنهنجي ابياسيَ/سکيا ۽ ڪم جي عادتن کي بهتر بنائڻ، سندن ذهن ۾ ڄاڻ ۽ معلومات کي تازو رکڻ ۽ پڻ کين ساليانې يا آخري امتحان لاءِ تيار ڪرڻ، وغيره.

وقتائتي آزمائشون (Periodic Tests) باقاعده وٺڻ گهرجن ۽ انهن جي نتيجن کي نوٽيس بورڊ تي لڳائي شاگردن کي آگاهہ ڪرڻ گهرجي. اهڙين آزمائشن جي نتيجن کي گهربل اهميت ڏيڻ گهرجي. (14) تعليمي سال جي آخر ۾ هڪ دفعو امتحان وٺڻ ذريعي شاگردن جي حقيقي لياقت جي پيمائش جو پتو ڪونہ ٿو پئجي سگهي ۽ اهڙن نتيجن تي وري اعتماد سان ڀروسو بہ ڪونہ ٿو ڪري سگهجي. وقتائتي امتحانن ۽ آزمائشن کي شاگردن جي علمي حاصلات ۽ حقيقي ڄاڻ تائين محدود نہ رکڻ گهرجي پر انهن جي ذهني، گهربل روين، تخليقي صلاحيت، سماجي لياقت ۽ اخلاقي پهلوئن جي واڌ ويجهہ جي جائزي وٺڻ لائق پڻ هئڻ گهرجي.

7- اهو بہ محسوس ڪيو پيو وڃي تہ تعليمي ادارن ۾ داخلائون خاص ڪري ڪاليج ليول تي رجحاني آزمائشن ۽ ذاتي انٽرويو ذريعي منتخب ڪرڻ جي بنياد تي ڪيون وڃن تہ جيڪر ناپاس ٿيندڙ شاگردن جو انگ گهٽائي سگهجي ٿو ۽ ڪارڪردگيءَ جي صلاحيت پڻ وڌائي سگهجي ٿي. اهڙي طرح سان لائق ۽ موزون اميدوارن کي سندن اعليٰ تعليمي ادارن ۾ جيتريقدر سهوليتون ميسر آهن تن مان ڀرپور فائدي حاصل ڪرڻ لائق ڪري سگهجي ٿو.

8- انفرادي اختلافن جي بنياد تي تدريس جي عمل تي زور ڏنو ويندو آهي. انهيءَ سبب.استادن طرفان شاگردن جي ذاتي طور همت افزائي، سکيا لاءِ اُڪسائڻ (Stimulation) ۽ رهنمائيءَ ذريعي تدريسي عمل جون راهون کلن ٿيون. جلد ئي ڏنو ويندو تہ ڪارڪردگيءَ ۽ حاصلات جي معيار ۾ چڱو خاصو اضافو ٿي رهيو آهي. بي شڪ، انهيءَ لاءِ اهڙن تربيت ـ يافتہ استادن جي ضرورت پوندي جي شاگردن جي انفرادي ضرورتن ۽ دلچسپين جي بنياد تي ذاتي توجهہ ڏئي سگهن.

پهرين پنج ـ سالہ رٿا (First -Five Year Plan) جي شق نمبر 164 (صفحو 573) جيڪي اصلاح تجويز ڪيا آهن تن ڪي موجوده امتحاني نظام ۾ تبديلين آڻڻ يا وري نئين سر مرتب ڪرڻ لاءِ ڌيان ۾ رکڻ گهرجي.

قومي تعليمي ڪميشن (The Commission on National Education) مختلف سطحن تي الڳ الڳ موجوده امتحانن جي نظام ۽ طريقئہ ڪار کي نئين سر مرتب ڪرڻ ۽ ان کي متعارف ڪرائڻ لاءِ بلڪل واضح ۽ مخصوص اقدام جي سفارش ڪئي آهي.

پڙهندڙ جو ڌيان ڪميشن آف نيشنل ايجوڪيشن جي رپورٽ جي متعلقہ مدن ۽ انهن سامهون ڏيکاريل صفحن ڏانهن ڇڪايو پيو وڃي: (14)

| مد ـ نمبر | صفحا |
|---|---|
| 45-48 | 23-25 |
| 22-23 | 67-68 |
| 15 | 80-81 |
| 36 | 99-100 |
| 15 | 107 |
| 57-75 | 122-125 |
| 48 | 160 |

امتحانن جي موجودو نظام ۾ جيڪي تبديليون مٿي بيان ڪيون ويون آهن، اميد آهي ته انهن جي روشنيءَ ۾ امتحانن جو نظام ملڪي ضروريات سان موافق بنائڻ لاءِ مڪمل طور تبديل ڪري متعارف ڪرايو ويندو. امتحانن جي طريقئه ڪار ۾ مٿي بيان ڪيل خطوط تي ترتيب شاگردن توڙي استاد جي هر سطح خاص طور تي سيڪنڊري، ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ جي امتحانن ۾ ڪارڪردگيءَ جي معيار توڙي مقدار ۾ يقيناً وڏو سڌارو ۽ بهتري آڻيندي.

# نئين طرز جون آزمائشون ۽ حاصلاتي يا ڪارڪردگيءَ جي امتحانن ۽ اشخاص جي منتخب ڪرڻ ۾ انهن جو استعمال

# New type of Tests and their use in Achievement Testing & Personnel Selection

قومي تعليمي ڪميشن ۽ قومي تعليمي پاليسين جي مختلف سفارشن کي عملي جامو پهرائڻ جي نتيجي ۾ ۽ امتحانن جي طريقہ ڪار کي متعارف ڪرائڻ جي نقطئہ نظر کان چند ڪي اهڙيون تبديليون آنديون ويون آهن. تنهن هوندي بہ امتحاني سرشتي ۾ ڪيتريون ئي بنيادي تبديليون آڻڻ مقصود آهن. عمليت جي نقطئہ نظر کان، پرائيمري کان وٺي يونيورسٽيءَ تائين سڀني سطحن تي، امتحانن ۾ ايندڙ سوالن جا قسم ۽ نوعيت فوري طور تي تبديلي گهرن ٿا. اڄا تائين جيڪي سوال ترتيب ڏنا وڃن ٿا سي روايتي مضمونن واري قسم (Essay-type) جا آهن. تنهن ڪري مضمونن واري قسم جي امتحانن واريون اهي سڀئي خاميون انهن ۾ موجود آهن جهڙوڪ: مواد جو ادنيٰ ۽ ناڪافي طورتي پورو ڪرڻ، مارڪن ڏيڻ ۾ ممتحن جي ذاتي مرضي، سوالن جو مبهم ۽ غير واضح هجڻ، ساڳئي جوابن واري ڪاپيءَ تي مارڪن ڏيڻ ۾ ٻن يا وڌيڪ ممتحن جي نااتفاقي، اهڙن سوالن جي جوابن لکڻ ۾ شاگردن جو بلف ڪرڻ (Bluffing) يا چڪر

ڏيڻ وغيره. وڏيڪ تہ، سوالن جي پيپرن ۾ سؤ فيصد يا اجا بہ وڏيڪ تائين پنهنجي مرضيءَ سان سوال چونڊڻ لاءِ آچ تيل هوندي آهي، انهيءَ ڪري اڳ ۾ ئي ادنيٰ معتبريت وارا امتحان، وڏيڪ غير معتبر (Un -reliable) ثابت ٿين ٿا. علاوه ازين، مضموني سوالن جي ترتيب ڏيڻ جو رجحان ڪجهہ اهڙو آهي جو شاگردن ۾ گهٽي حد تائين رٽڻ (Rote memory) ڪي ترغيب ڏئي ٿو، ۽ ڪلاس جي تدريس بہ گهٽو وقت شاگردن ۾ منطقي / تنقيدي سوچ، لياقت ۽ ڄاڻ جي عملي استعمال بدران ياد ڪرڻ ڪرائڻ تي مرڪوز رهي ٿي. اها حالت زار، گهٽي وقت کان هلندڙ تعليمي معيار کي وڏيڪ بگاڙي ۽ خراب ڪري سگهي ٿي.

اهڙي نقص جي ازالي لاءِ، سڄي ملڪ جي سيني سطحن تي پيپر ناهيندڙن ۽ ممتحن صاحبان لاءِ خاص تربيت جا ڪورس منعقد ڪيا وڃن. اهڙا تربيتي ڪورس آزمائش جي ترتيب ۽ تياري جي طريقن متعلق انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن ۽ ريسرچ ۽/ يا فئڪلٽي آف ايجوڪيشن، پري - سروس ٽريننگ انسٽيٽيوشنز، ان - سروس ايڪسٽينشن سينٽرس ۽ نيشنل ايڪيڊمي آف هاير ايجوڪيشن جهڙن ادارن جي زير نگراني منعقد ڪرايا وڃن تہ جيئن هو آزمائشن ۽ سوالن جي ترتيب ۽ تياريءَ متعلق اصولن جو ادراڪ ڪري سگهن ۽ اهڙيءَ طرح هو سنن، صاف ۽ واضح معروضي يعني آبجيڪٽو ۽ مضموني سوالن جي لکڻ جي اهميت جو قدر ڪري سگهن. نہ صرف ايترو بلڪ ان سان گڏ شاگردن جي ڄاڻ، سندن تنقيدي سوچ جي لياقت ۽ ان جي استعمال جي مهارتن، اپياسي مواد جو موزون نمونو تيار ڪرڻ، جن ۾ سوالن جي آچ جو گهٽ استعمال ڪرڻ جهڙين لازمي ڳالهين متعلق سندن فهم وذائڻ شامل هئڻ گهرجي. وڏيڪ تہ، جيڪڏهن ڏگهن مضموني سوالن کي مختصر مضمونن وارن سوالن ۽ آبجيڪٽو يا معروضي سوالن سان هٽي ڏني وڃي تہ جيڪر روايتي ڏگهن مضموني سوالن وارن امتحانن جون ڪيترين ئي خاميون ڪافي حد تائين گهٽجي وڃن.

اهو مشاهدو ڪيو ويو آهي تہ استاد گهٽو ڪري روايتي مضموني سوالن وارين آزمائشن کي معروضي سوالن وارين آزمائشن تي ترجيح ڏيندا آهن ڇاڪاڻ تہ اُهي ناهڻ سولا آهن.

حقيقت تہ مضموني امتحانن کي آسانيءَ سان بامقصد، غير جانبدار،

مارڪن ڏيڻ ۾ سولائيءَ سان بدلائي ڪونہ ٿو سگهجي. استادن کي پنهنجي شاگردن جي ترقيءَ جي پيمائش لاءِ روايتي ڍگهن مضموني آزمائش لاءِ سندن جوش خروش گهٽائڻ پڻ مشڪل ٿو نظر اچي.

تنهن هوندي بہ خوش قسمتيءَ سان، تربيت ـ يافتہ استادن جو هڪ وڏو تعداد غير روايتي معروضي آزمائشن کي سکيا جي مقاصد جي حصول کي جاچڻ جي حد ۽ درجي تائين استعمال ڪرڻ جي حق ۾ آهن.

موجوده دور جي دنيا ۾ جتي مقابلا (Competitions) روز بروز سخت ٿيندا پيا وڃن، جتي انفرادي حيثيت، انفرادي قابليتن ۽ صلاحيتن سان طئہ ٿيندي پئي وڃي ۽ جتي غيرجانبداري ڏسڻ ۾ ائين پيو لڳي تہ زندگيءَ جي هر شعبي ۾ داخل ٿي چڪي آهي پلي اها ڪلاس ۾ ذهني صحت جي ڳالهہ هجي، آفيس ۾ پيشي لاءِ هم ـ آهنگي هجي يا وري چوڌاريءَ جي دنيا ۾ سماجي هم ـ آهنگيءَ جو سوال.

پاڪستان ۾، انتخاب (Selection) جي طور طريقن ۾ محدود پيماني تي معروضي ذهني آزمائشن کي استعمال ڪرڻ جي صحتمند شروعات 1970ع وارن سالن دوران ڪئي ويئي آهي. معروضي رجحاني آزمائشون فوج ۾ ڀرتيءَ جي انتخاب لاءِ ۽ پڻ ٽيڪنيڪل ادارن ۾ داخلا وٺندڙ اميدوارن جي مناسب ڇنڊڇاڻ (Screening) ڪرڻ واسطي استعمال ڪيون پيون وڃن. سينٽرل سپيريئر سروس (Central Superior Service) جي امتحانن ۾، پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن طرفان، عام واقفيت جي استعدادي صلاحيت ڏسڻ خاطر تحريري معروضي آزمائشون پڻ استعمال ڪيون پيون وڃن. نيشنل انسٽيٽيوٽ آف سائڪالاجي ۽ انسٽيٽيوٽس آف ايجوڪيشن ائنڊ ريسرچ اڳ ۾ ئي استعدادي صلاحيت ۽ رجحاني پيمائش لاءِ اهڙيون آزمائشون تيار ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون آهن. ساڳئي وقت منسٽري آف ايجوڪيشن تحت نيشنل بيورو آف ڪريڪيولم بہ اهڙن نندن نندن سوالن (Items) جي بئنڪ يا ذخيرو ڪرڻ جي عمل ۾ رڌل آهي تہ جيئن ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي سطحن تي مختلف مضمونن جي سيڪاريل مدن ۾ مختلف حاصلاتي نمونا تيار ڪري سگهجن.

پاڪستان ۾ امتحاني نظام جي نئين سر تنظيم / جوڙجڪ ڪرڻ

جي اهم مقاصد مان هڪ اهو ته ملڪ جي تعليمي ادارن ۾ ڪنهن خاص ڪلاس ليول تي تعليمي معيار ۾ ڪنهن حد تائين هڪجهڙائي آڻجي. اهڙي طرح صوبي اندر يا مختلف صوبن درميان شاگردن جو تبادلو(Transfer) نه صرف آسان ٿي پوندو پر باضابطي ۽ باترتيب پڻ ٿي پوندو. تعليمي معيارن جي اهڙي يڪسانيت حاصل ڪرڻ لاءِ معياري تعليمي بئٽريون (مختلف مضمونن تي مشتمل آزمائشن جا مجموعا) دستياب آهن. انهن ذريعي شاگردن جي ترقيءَ کي پرکي سگهجي ٿو ۽ اهو فيصلو ڪري سگهجي ٿو ته ڪهڙي ڪلاس يا درجي ۾ درخواست گذارن کي داخلا ڏئي سگهجي ٿي. معياري آزمائشون جي خاص طورسان نفسياتي خصوصيتن يا عملن جي پيمائش ڪري. سگهن ٿيون سي ترقي يافته ملڪن ۾ به ڪنهن فرم، صنعت، يا فوج يا شهري ملازمت ۾ خالي جاين تي درخواستن گذارن مان پرتيون ڪرڻ لاءِ موزون اشخاص جو انتخاب ڪرڻ لاءِ يا وري تعليمي ادارن ۾ اميدوارن کي موزون ڪلاسن يا درجن ڏيڻ لاءِ داخلائن جي فيصلن ڪرڻ خاطر استعمال ڪيون وينديون آهن.

جيتوڻيڪ قومي سطح تي انجنيئرنگ، ميڊيڪل ۽ زراعت جي تعليم لاءِ رجحان واريون معروضي آزمائشون تيار ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون پيون وڃن ٿنهن هوندي به اهڙن پيمانن کي معياري بنائڻ ۾ ڪافي وقت لڳندو ته جيئن انهن جا قدر (Norms)، اعتباريت جا نشان، درستگيءَ جي معلومات وغيره انفرادي ادارن ۾ استعمال لاءِ دستياب ٿي سگهن، ۽ جيستائين ڪ کي چڱيءَ طرح سوچيل سمجهيل ڀرپور ڪوششون نه ورتيون وينديون ۽ انهن کي تيز نه ڪيو ويندو تيستائين آئٽيمس يا سوالن لکڻ، انهن جي چونڊڇاڻ ڪرڻ، ۽ آزمائشن کي معياري بنائي انهن جو وڏ ۾ وڏ استعمال ڪرڻ ممڪن ٿي ڪونه سگهندو.

معروضي آزمائشن جي تياري هڪ اهڙو عمل آهي جو انهن جي معياري بنائڻ جي عمل کان قطعي مختلف آهي. ٻنهي مان هر هڪ ڪارنامو مسلسل ڪوششون ۽ لاڳيتي قوت ۽ سٺي رٿابندي گهرن ٿا. ڪوبه هڪ فرد اڪيلو ٻنهي مان ڪو ڪم خوش اسلوبيءَ ۽ ماهرانه طور سرانجام ڪونه ٿو ڏئي سگهي. انهن مان هر هڪ لاءِ خاص ماهرن ۽ تربيت ـ يافته افراد جي

گڏجي ڪم ڪرڻ، باهمي تعاون ۽ قوتن ۽ صلاحيتن کي يڪجا ڪري پنهي ڪارنامن لاءِ گهربل مختلف اقدام جي تڪميل ۾گڏجي صرف ڪرڻ جي ضرورت آهي.

معروضي آزمائشون پنهنجي وقعت تڏهن ئي حاصل ڪنديون ۽ ملڪ ۾ مقبول ٿينديون جڏهن اسان جي ملڪ جا تعليمي ادارا ۽ تربيتي ڪاليجون پنهنجي تربيت ـ يافته عملي کان اها توقع ڪنديون ته هو شاگردن جي ترقيءَ جي جائزي وٺڻ لاءِ سئيون، غير روايتي، استادن جون ٺهيل آزمائشون تيار ڪن. وڌيڪ، ته ڪجهه ادارا گڏجي هڪ آزمائشن جو مرڪز (ٽيسٽ سينٽر) قائم ڪن. ان جو ڪم اهو هئڻ گهرجي ته ڪثير الانواع ضرورتن کي منهن ڏيڻ لاءِ استعدادي يا حاصلاتي (Achievement)، رجحاني ۽ شخصيت جون معياري آزمائشون تيار ڪرائين ۽ انهن کي معياري بنائين. نفسياتي ۽ تعليمي آزمائشن جي مقبوليت ۽ ڪين باضابطي ڪرڻ جومقصد حاصل ڪرڻ لاءِ به ڪافي وقت درڪار ٿيندو جيستائين نيشنل ٽيسٽنگ سروس جهڙا ادارا، آمريڪا جي ايجوڪيشنل سروس، پرنسٽن جهڙن ادارن جي نقش قدم تي هلندي ۽ جي ممڪن ٿي سگهي ته پنهنجيون برانچون (ذيلي ادارا) ڊويزن ۽ ڊسٽرڪٽ ليول تي قائم ڪن ته جيئن گهربل رهنمائي، آزمائشن جي تياري ۽ اوسر ۽ مناسب ڪنٽرول، نظم و ضبط ۽ آزمائشي مواد جي ورهاست کي يقيني بنائي سگهجي.

ضروري آهي ته اسان جي ملڪ ۾ تعليمي ادارن ۾ مختلف مقاصد لاءِ سئين معروضي آزمائشن جو استعمال ۽ اشخاص جي انتخاب جا پروگرام امتحان ڏيندڙن توڙي ممتحن صاحبان پنهي لاءِ مختلف قسم جون سهوليتون فراهم ڪيون وڃن ۽ امتحاني نتيجن کي استحڪام ۽ معتبري جا ڪي پيمانا متعارف ڪرايا وڃن، اهڙن نتيجن جي آڌار تي ورتل فيصلا يقيناً اُصولي ۽ اعتبار جوڳا ثابت ٿيندا آهن.

# باب ٽيون

## تعليم کي هڪ سائنس جي حيثيت سان ترقي ڏيارڻ ۾ سائڪو ــ ميٽرڪس (نفسياتي پيمانن ذريعي پيمائش) جو ڪردار

## (The role of Psychometrics in the Development of Education as a science)

'تعليم' جو مضمون اڄ 'سائنس' جي حيثيت سان شمار ڪيو ويو
وڃي. ان جي اندروني عناصر ۾ ان جو چڱيءَ طرح اُسريل تعليمي نظريو ۽
ان جي بلڪل برابر چڱيءَ طرح قائم ٿيل ان جي عملي صورت (Practice)
شامل آهن. ٻين عناصر ۾ هڪ اهم جز جنهن 'تعليم' کي سائنس طور
هڪ مضمون جي حيثيت ڏيارڻ ۾ خاص ڪردار ادا ڪيو آهي سا آهي ان
جي اها لياقت جنهن سان اها تعليم جي ميدان ۾ سائنسي بنيادن تي
معلومات گڏ ڪرڻ، ترتيب ڏيڻ، ڇنڊڇاڻ ڪرڻ، ۽ بياني ۽ استخراجي طور
تي سائڪوميٽرڪ (نفسياتي پيمانن ذريعي پيمائش) نظريو ۽ طور طريقا
استعمال ڪري ٿي.

**' سائڪو ميٽرڪس' نفسياتي پيمائش جو اڀياس يا علم آهي.**
نفسياتي گُڻن يا خصوصيتن جي **پيمائش جي طور طريقن ۽ عمل کي**

**'سائڪوميٽرڪ ميٿڊس** (Psychometric Methods)' سمجهيو ويندو آهي.
سائڪوميٽرڪ ٿيوري (Psychometric Theory) وري اهڙن اصولن سان واسطو رکي ٿي جي متعلقہ نفسياتي آزمائشن جي تياريءَ ۽ پيمائش جي طريقن ۾ شموليت جي اهم حيثيت رکندا آهن. **پيمائش** (Measurement) جي تشريح آهي تہ: **"قاعدن مطابق مقاصد يا واقعات (Events) کي عدد/ نشان/انگ (Numbers) ڏيڻ جي عمل جو سلسلو."**

ڪنهن بہ سکيا جي مضمون کي هڪ سائنس جي حيثيت هيٺين ڳالهين جي بنياد تي ڏٺي سگهجي ٿي:

(i) رياضيءَ جا طور طريقا جي اهو مضمون استعمال ڪري ٿو جو نمونو ۽ وسعت،

(ii) انهن طريقن جومعياري هجڻ ۽ انهن جي پيمائش،

(iii) خصوصيتن جي پيمائش ۾ وقعت يا حقيقت پسندي،

(iv) جي پيمائش لاءِ پيمانا استعمال ڪيا وڃن تن جا قسم ۽ انهن جي پيمائش جي سطح،

(v) سائڪو ميٽرڪ پيمائش جي معيار کي مطمئن ڪرڻ لاءِ جي جائزي جا اوزار يا طريقا استعمال ڪيا وڃن تن جي وسعت، وغيره. جيڪڏهن 'تعليم' کي انهيءَ ڪسوٽيءَ تحت توربو تڪيو وڃي تہ معلوم ٿيندو تہ 'تعليم' اهڙي معيار تي پوري اچي ٿي.

'تعليم' ، هڪ مضمون جي حيثيت سان تازو پنهنجا جاچ ۽ امتحان جا پراڻا ۽ دقيانوسي طريقا ڇڏي تجربن، جاچ، کوجنا ، چندچاڻ ۽جائزي جون نيون ۽ متحرڪ راهون ۽ ٽيڪنيڪ استعمال ڪيا آهن. تعليم ۽ نفسيات ۾ پيمائش جو استعمال جو اڳ ۾ ليبارٽرين ۾ حسي و حرڪي (Sensori-motor) سرگرمين صرف آزمائش خاطر استعمال تائين محدود هو، هاڻي اهو افراد جي استعدادي صلاحيتن، ذهن ۽ شخصي حدود سان منسلڪ ڪيو ويو آهي تہ جيئن انهن جي اسڪولن ۽ حقيقي حالتن ۾ آزمائشن جي طورطريقن ۽ پيمانن سان پيش خبري (Prognostic)، ۽ پڻ تشخيصي و تحقيقي عملن کان باخبر ٿي سگهجي. وڏيڪ تہ عام ۽ خاص

ٽيسٽ بڻتربون عنصر - تجزياتي طريقي (Factor - analytic Approach) تحت تيار ڪيون ويون آهن جن تعليم ۾ نوان رخ پيدا ڪري ڇڏيا آهن ڇاڪاڻ ته انهن ذريعي لياقتن ۽ مهارتن جي پيمائش ڪري سگهجي ٿي. اڄان به وڏيڪ تقاضا آهي ته اهڙيون آزمائشون جي ذڪرڪيل خصوصيتون ماپڻ ٿيون تن جي صحت، سچائي ۽ معتبريت ۽ حقيقت پسندي جي خيال کان بهتر طور تي معقوليت پيدا ڪئي وڃي.

اسڪول استادن جون ٺهيل ۽ پڻ معياري آزمائشون وڏي پيماني تي استعمال ڪندا آهن، جن جو مقصد شاگردن کي متين ڪلاس ۾ وڌائڻ، تشخيص ڪرڻ ۽ پڻ ذهين شاگردن کي شناخت ڪرڻ هوندو آهي. اڄ ڪلهه اهڙيون آزمائشون مختلف قسم جي مقاصد لاءِ استعمال ڪيون پيون وڃن. انهن کي شهري، فوجي، صنعتي ۽ ڪاروباري ملازمتن لاءِ درخواست گذارن مان انتخاب ڪرڻ، درجه بندي ۽ تربيتي ضرورتن لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي.

سچي دنيا مان وڏ کان وڏ افراد انهي راءِ کان مسحور ٿيندا پيا وڃن ته پيش - خبري ڏيندڙ اوزار بلڪل سچي ۽ پوري پوري واضح انداز ۾ پيشنگوئي ڪري اميدوارن کي پيشي متعلق ۽ سندن تربيت لاءِ پرتي متعلق سندن ايندڙ ڪاميابي يا ناڪامي جا راز ٻڌائين ٿا. جڏهن ته سائڪوميٽرڪس جا ماهر جي هر قسم جي آزمائشن جي سائنسي معيارن تي زور ڏين ٿا ۽ پڻ تعليم ۽ نفسيات جا ماهر تمام خوش آهن ته اهڙن سائنسي اوزارن جي عملي استعمال سان يقيناً اهي سائنسي معيار تي پورا اچي سگهندا.

اهڙيءَ طرح، سائوميٽرڪس ۽ گڏن ۽ خصوصيتن جي پيمائشن ۽ جائزي جي باقاعده وڌندڙ استعمال جي ڪري چئي سگهجي ٿو ته 'تعليم'، هڪ 'سائنس' جي مضمون طور پنهنجي حيثيت ۽ وقار حاصل ڪري ورتو آهي.

# باب پهريون

## انتظاميہ ۽ ترقي: معاملا ۽ مسئلا
## (Management and Development: Issues and Problems)

تعليم هجي يا ملڪي تعمير جا ٻيا ڪي شعبا، انتظاميہ جو معاملو انهن سان بلڪل وابستہ رهي ٿو. ڪنهن بہ ملڪ جي ترقيءَ جو اندازو ان جي انتظاميہ جي ان سطح مان لڳائي سگهجي ٿو جتي اها پهتي هجي. قومي انتظاميہ جومعيار وري انجي برعڪس ملڪ جي سماجي و اقتصادي حيثيت ۽ ترقيءَ جي رخ ۽ وسعت کي طئہ ڪري ٿو. انهيءَ ڪسوٽيءَ کي استعمال ڪندي، اهو بحث ڪري سگهجي ٿو تہ ڪو ملڪ غير ترقي ـ يافتہ آهي ۽ ان لاءِ ٻين عناصر سان گڏ اهو بہ تہ انتظاميہ جي حڪمتِ عملي ۾ ضرور ڪا خرابي آهي ۽ان جي اصلاح جي ضرورت آهي.

اهو توڙي ڪٿي سست اقتصادي ترقي، يا وڌندڙ قيمتن جي رجحان، ملازمن جو گهٽجڻ، تعليم يافتہ افراد جي بيروزگاري، اُپت جي گهٽتائي، وڌندڙ شهري آبادين، اقتصادي خود انحصاريءَ جي گهٽتائي، نوجوانن ۾ وڌندڙ پرڏيهي ثقافتي رجحان، شهري ۽ ڳوٺاڻي آبادين وچ ۾ خدمات جي فراهمي ۾ وڌندڙ ناهمواريون، ماحولياتي آلودگيءَ جو بد کان بد تر ٿيڻ، يا وري صوبن درميان غير برابرين جو سوال هجي، اسان ڏسنداسين تہ ترقي

پذير ملڪن ۾، انتظاميه جو معيار ئي انهن سڀني مسئلن سان وڏ ۾ وڏ واسطيدار ۽ عمل جي مدن جوابده نظر ايندو.

انتظاميه ايتري قدر ته اهم هوندي آهي جو اسين اڪثر ڪري تعجب ڪندا آهيون ته اسين ان ذريعي آخر ڇا حاصل ڪرڻ ٿا چاهيون؟ ڇا اسين پنهنجي انتظاميه جا ارادا ۽ مقاصد اڳوات شناخت ڪرڻ ٿا چاهيون؟ ڇا صلاحيت اسان جو مقصد آهي؟ ڇا حق ۽ انصاف اسان جو مقصد آهي؟ ڇا اسين پنهنجي شهري توڙي ڳوٺاڻي غريب عوام جو ڀلو ڪرڻ چاهيون ٿا؟ ڇا اسان جو مقصد پنهنجي سماجي حلقي ۾ سڀني لاءِ هڪجهڙيون سهوليتون فراهم ڪرڻ آهي؟ ڇا اسان ڪي اهڙي انتظاميه هجي جا امير طبقي ڪي وڏائي ۽ اهڙيءَ طرح سماج جي چند منتخب طبقن جي ضرورتن جو پورائو ڪري يا وري هڪ اهڙو ڍانچو هجي جو سڀني لاءِ برابر حق و انصاف فراهم ڪري؟ جيستائين مقاصد غير واضح ٿيل هوندا ته انتظاميه جو عمل به هڪ اهڙي ٻيڙي (Ship) وانگر هوندو جنهن جو ڪو رُخ موڙڻ جو اوزار (Rudder) ئي ڪونه هجي.

هڪ مڪمل انتظاميه جو مول مقصد اهو هئڻ گهرجي ته اهڙا فيصلا ڪيا وڃن جي بهتر ثمر - آوري (Productivity) طرف گامزن هجن ۽ پڻ سهوليتن ۽ خدمتن جي بهتر ورڇ ڪري سگهن. فيصلن ڪرڻ لاءِ صحتمند ڄاڻ ۽ معلومات درڪار هوندي آهي ته جيئن با معنيٰ فيصلن، مختلف واٽن مان سٺي ۾ سٺي عمل ڪي پسند ڪرڻ ۽ چوندڻ لاءِ ميدان هموار ٿي سگهي.

صحتمند ڄاڻ ۽ متعلقه معلومات جو مهيا ٿيڻ وري انهيءَ ڳالهه تي منحصر آهي ته ڄاڻ مهيا ڪندڙن، وٺندڙن ۽ استعمال ڪندڙن جي وچ ۾ ڪيتري قدر خبر - رساني (Communication) جا سلسلا آهن. جيڪڏهن خبر - رسانيءَ جي حڪمتِ عملي ناقص آهي ته جيڪا به ڄاڻ/معلومات فراهم ٿيندي تنهن تي پروسو ڪونه ڪري سگهبو.

## نظم و نسق جي حڪمتِ عملي ۽ انتظاميه جو سلسلهٔ عمل:
## Administrative Mechanism & Management Process

ڪيترن ئي ترقي - پذير ملڪن وانگر، پاڪستان ڪي به ڪيترن ئي

قسمن جي ضرورتن جي پورائي لاءِ وسائل جي ڪمي ۽ محدود ذريعن سان واسطو آهي. انهيءَ ڳالهه جي تڪميل لاءِ، پاڪستان انتظاميه جي اشخاص ڪي جديد چاڻ، مهارتن جي حاصلات ۽ باصلاحيت انتظاميه ۽ نظم و نسق جي مؤثر ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙڻو پوندو.

جيڪڏهن ڪنهن به سسٽم ۾ نظم و ضبط جي حڪمتِ عملي انتظاميه سائنس تي ٻڌل هوندي ۽ مسائل جي حل ۽ فيصلن ڪرڻ جا جديد طريقا استعمال ڪندي ته پوءِ ڪو سبب نه آهي جو انتظاميه جو سلسلئه عمل آسان ٿي پوي ۽ ترقياتي ڪم ترتيب سان ۽ تيزي سان عمل پذير ٿي سگهن.

## انتظاميه جا لازمي جُز (Essentials of Management):

اها هڪ مسلمه حقيقت آهي ته ڪنهن به انتظاميه جي سلسلئه عمل لاءِ رٿابندي (Planning)، جوڙجڪ (Organization)، عمليت يا عملي اقدام (Implementation)، خبر ـ رساني (Communication)، هدايتن ۽ معلومات جي فراهمي (Monitoring) ۽ ضابطو يا ڪنٽرول (Control)، ان جا نهايت ئي اهم جُز آهن. اسان جي صورتِ حال ۾، انهن جُزن (Elements) مان هر هڪ ائين پيو نظر اچي ته پنهنجي قوت ۽ وسعت ۾ ناقص آهي.

جيڪڏهن رٿابنديءَ کي ڏسون ته اهو جلد ئي ظاهر ٿيندو ته اهو اڪثريت جي اڪثر ضرورتن سان يا ته غير حقيقي يا وري غير متعلقه هوندو. اهدف (Targets) جاٽي بجهي پنهنجي وقت اندر حصول کان تمام وڏيڪ رکيا ويندا آهن يا انهن مقاصد جي لاءِ رکيل رقمن کان وڏيڪ رقمن سان حاصل ڪيا ويندا آهن. پاليسين کي عملي صورت ڏيڻ جا اهڙا حربا اڪثر ڪري حالتن جي تقاضائن سان موافقيت ڪونه رکندا آهن: ديسي، ڌارين ۽ درآمد ٿيل تي قربان ڪيا ويندا آهن.

اسان جا اڪثر اصلاح پوريءَ طرح عمليّ صورت ڪونه ٿا حاصل ڪن، چاڪاڻ ته:

(i) انهن سان متعلقه جوڙجڪي تنظيم پنهنجي ڦڙتي، ارتباط يعني منسلڪ يا ڳانڍاپي هجڻ، اڳواٽيءَ جي ڪوتاهي، ۽

(ii) انهن کي پروان چڙهائڻ لاءِ نه ته نيت ۽ نه ئي وري کا آمادگي. اصلاحن جي آڏو اچڻ ۽ مخالفت ڪرڻ ۾ به ڪي ذاتي مفاد آهن. اسانجون ڪيتريون ئي قومي پاليسيون نتائج برآمد ڪرڻ ۾ ناڪام ويون آهن ڇاڪاڻ ته انهن جي عمل جي حڪمت عملي ۾ ڪيتريون خرابيون هيون۽ انهن ۾ مناسب ۽ موزون خبر - رسانيءَ جي راهن ۾ پڻ ڪي ڪوتاهيون رهيون. ڪيترن چڱيءَ طرح رٿيل منصوبن جو تڪميلي ۽ عملي سطح تي حشر خراب ٿيو.

مانيٽرنگ (معلومات ۽ هدايتن جي فراهمي) ۽ ڪنٽرول اهڙيون ترڪيبون آهن جن سان ڪنهن به منصوبي جي تڪميل جي مرحلي جي واڌاري يا ترقي (Progress) جي رپورٽ ۽ پڻ انهن جي وقت بوقت نظرداري (Check) ڪري سگهجي ٿي. مقصد اهو هوندو آهي ته جيا پوئواري جي خبرچار (Feed- back) ملندي رهي تنهن جي آڌار تي جيڪڏهن مطلوبه مقاصد ڪونه ٿا حاصل ٿي سگهن يا حاصل ٿي ڪونه سگهندا ته منصوبي جي تڪميل جو رخ صحيح سمت ۾ موڙي سگهجي.

## پاڪستان ۾ قومي انتظاميه جا معاملا ۽ مسئلا:

## (Issues & Problems in National Management in Pakistan)

هيٺيون مدون (Areas) اهڙيون شناخت ڪيون ويون آهن جن ۾ انتظاميه جا اهڙا بلڪل واضح مسئلا ڏنل آهن جن انتظاميه جي سرشتي کي باصلاحيت ۽ مؤثر هجڻ ۾ رنڊڪون وڌيون آهن:

### رٿابندي (Planning):

بلڪل صحيح صحيح، اعتبار جوڳي ۽ تازه ترين معلومات ۽ اعداد و شمار (Statistics) اڪثر ڪري دستياب ڪونه هوندا آهن، تنهن ڪري منصوبي جي تڪميل ۾ حقيقت ڪري ڇا ٿي رهيو آهي، ان جي صحيح حالت واضح ٿي نه سگهندي آهي جنهن ڪري منصوبي کي اڳتي وڌائڻ ۽ آئينده لاءِ تجويزن جو انهن جي صحيح حيثيت سان واسطو ڪونه رهندو آهي. انهيءَ ڪري اهڙيون تجويزون يا پيشنگويون نه ڇا ٿيندو ۽ عموماً ڇا حقيقت

۾ ٿئي پيو، سان هنر ـ آهنگ ڪونہ ثابت ٿينديون آهن. اها صورتحال اعتماد جوبحران پيدا ڪري ٿي. اڪثر ڪري اسانجي رٿابندي عارضي بنيادن تي هوندي آهي. آئينده لاءِ سوچڻ يعني ڏهہ، ويهہ ۽ پڻ ٽيهہ سال اڳتي جو سوچڻ ۽ طئہ ڪرڻ تہ جيئن متعلقہ ڳالهين جو صحيح تناظر تہ ان حالت جو صحيح تخمينو ڇا آهي، ۽ آئينده جي نسلن لاءِ ڇا متوقع هجڻ گهرجي ـ اها گهٽتائي آهي.اسان وٽ پاليسين کي زيرِ نظر رکڻ يا مستقبل جي روشنيءَ ۾ ڏسڻ جي روايت ڪونہ آهي.

### (2) جوڙجڪ يا تنظيم (Organization) ۽ بناوتي ڍانچو (Structure):

جيئن تہ مختلف سطحن تي آفيسرن ۾ سندن ذميدارين جون ڪي واضح حدون مقرر ڪونہ آهن تنهن ڪري انهن ۾ ڪافي حد تائين دوهرائپ (Duplication) موجود هوندي آهي. اختيار (Authority) جي پڻ ورهاست ڪونہ آهي (مثلاً مٿين سطح کان متعلقہ وزارت ۾ سخت ڪنٽرول ۽ ڪيترن ئي عوامي منصوبن جي حالت ۾ جدت يا نواڻ پيدا ڪرڻ واسطي ڪا وِٿي ڪونہ ڇڏيل هوندي آهي) نتيجتاً سندن اختيار بنهہ وڏيڪ مرڪوز ٿيو وڃي. اڪثر ڪري، مختلف عهدن ۽ حيثيتن جي ڪمن تہ ڪين ڇا ڇا ڪرڻو ۽ ڪيئن ڪرڻو آهي، تنهنجي ڪوشش ئي ڪونہ ڪئي ويندي آهي، ڪنهن بہ تنظيم ۾ تنظيمي چارٽن جي غير موجودگي، ان ڳالهہ جو هڪ ظاهر ظهور ثبوت آهي. عمودي (مٿان کان هيٺ ويندڙ اختيار) حيثيتون ۽ اختيار، برابر يا هم سطحي اختيارن ۽ وابستگين جي نقصان تي زور پڪڙيندا آهن. اهڙن سلسلن جا محڪما اڪثر ڪري پنهنجي حڪومتي ۽ دفتري زور تي روان دوان هوندا آهن جنهن جو نتيجو اُهو نڪرندو آهي تہ آفيسن جي ڪمن ۾ ۽ عوام کي خدمات پهچائڻ ۾ بي جا سُستي ۽ رڪاوٽون پيدا ڪيون وينديون آهن.

### (3) طريقا (Procedures):

ڪيترن ئي ادارن ۾، طريقن جي يڪسانيت کي مقصدن جي يڪسانيت تي ترجيح ڏني ويندي آهي. ڪنهن بہ سرگرمي جي خصوصيتن کان وڌيڪ ان جي نموني تي توجهہ ڏنو ويندو آهي. طريقا جي رواج ۾ آهن

سي اينرا تہ تڪليفده، سخت ۽ غير لچڪدار آهن جو معاملن جو تڪڙي ۽ باصلاحيت نبيتائڻ مشڪل نظر ٿو اچي. نتيجو اهو ٿو نڪري جو متعلقہ اسٽاف توڙي پبلڪ بي چيني ۽ مايوسي مائل ٿي پون ٿا.

### (4) اختيار ۾ حصيداري (Sharing of Authority):

موجوده صورتحال ۾، اڪثر ادارن يا انهن جون تنظيمن ڪي پنهنجي طاقت ۽ اختيار ۾ ٻين ايجنسين کي حصيدار (Sharing) ڪرڻ ناپسند هوندو آهي. مثال طور، ضلعي/مقامي انتظاميہ انهيءَ لاءِ ڪڏهن بہ تيار ڪونہ هوندي آهي تہ ان جي اختيار جي ڪنهن حصي ۾ ضلعي/لوڪل ڪائونسل ڪنهن بہ طرح ڀهرو وٺي. اهڙي صورت ۾ ضلعي/لوڪل ڪائونسليون غير مؤثر ۽ پستيءَ جو شڪار رهنديون آهن.

جڏهن اختيار جي طاقت مرڪزي هوندي آهي تہ اختياريءَ جو رجحان بہ مرڪزي آفيس جي حوالي ۽ ان وٽ مرڪوز هوندو آهي. پوءِ مرڪز ڪڏهن ان ڳالهہ تي راضي نظر نہ ايندو آهي تہ اختياري طاقت ۾ ڪا ذيلي آفيس بہ ڀهرو وٺي. نتيجو لازمي طور فيصلن ڪرڻ ۾ سستي ۽ مسائل جي تڪڙي حل ڪرڻ ۾ هرو ڀرو جون اڙيون وڌيون وينديون آهن.

### (5) اسٽاف (Staff):

ڪابہ آفيس، تنظيم يا ادارو تڏهن ئي پنهنجا فرائض خوش اسلوبيءَ سان سرانجام ڏئي سگهندو جڏهن ان جو اسٽاف سنديافتہ (Qualified)، باصلاحيت ۽ اهل اشخاص تي مشتمل هوندو. ڏنو وڃي تہ اسان جي آفيسن ۾ اسٽاف ۽ اشخاص جو هڪ وڏو انگ نہ تہ مناسب طور تي سنديافتہ آهي نہ ئي وري ڪو باصلاحيت. آفيسون ۽ ادارا وزي گهربل ملازمن (Staff) ڪان وڌيڪ ۽ اهڙن افراد تي مشتمل آهن جي غير تربيت يافتہ ۽ گهٽ تجربو رکندڙ آهن ۽ انهن جي حوالي جيڪي انتظامي ڪم ڪيا وڃن ٿا انهن لاءِ پڻ انتظامي اهليت کان قاصر آهن. انهن جا فرائض ان ڪري بہ النوا ۾ پون ٿا جو انهن جون جلد جلد بدليون ٿينديون رهن ٿيون ۽ جن جون بدليون ٿين ٿيون تہ وري انهن بدران ٻيا افراد جلد ڪونہ ٿا رکيا وڃن. لائق اسٽاف، جن

جي ضرورت ۾ گهُر به آهي، گورنمينٽ جي هڪ ملازمت ڇڏي ٻيءَ لاءِ واجهائيندا ٿا وٺن يا وري بهتر ملازمت، پگهار ۾ ٻين فائدن خاطر پرائيويٽ حلقي ۾ هليا وڃن ٿا. لائق مستحق ۾ سٺن آفيسرن لاءِ نه ڪو فوري انعام و تحسين آهي ۽ نه وري انهن نالائق ۾ غير تسلي بخش ملازمن لاءِ ڪا تڏي تي سزا. نگرانيءَ لاءِ گهربل گهڻو ڪجهه ڇڏيل آهي. آفس/انتظاميه جي ڍانچي ۾ پيشورانه رويي جي ڪميءَ جا ڪيترائي مثال ملي سگهن ٿا. باالترتيب انتظامي اشخاص ۾ انتظامي ذهن تيار ڪرڻ جي وڏي ضرورت آهي.

**(6) محاسبو (Accountability):**

اها هڪ حقيقت آهي ته ڪي اهڙا افراد حڪومتي شعبن جي پبلڪ ادارن ۾ آفيسر آهن جي اهو محسوس ڪندا آهن ته هو نه ته عوام ۾ ڪنهن فرد ۾ نه وري حڪومت ۾ ڪنهن ڏانهن جوابده آهن سواءِ انهن جي جي سندن مٿان بالاعملدار آهن تن جو خيال رکڻو ۽ انهن کي خوش رکڻو آهي.

ساڳئي وقت اهڙا آفيسر عوام سان پڻ سخت رويي ۾ هلت سان پيش ايندا آهن ۾ پنهنجو بي سود وقت آفيسن ۾ گپ شپ ۾ ڏيکاءَ لاءِ فائيلن کي هيٺ مٿي ڪرڻ ۾ گذاريندا آهن. مزيد اهو ته هو ڪيترين ئي مالي بي قاعدگين جا مرتڪب هوندا آهن جي موزون وقت اندر سندن آڊٽ رپورٽ ۾ ظاهر ٿيندڙيون آهن جن کي هو صاحب نفرت جي نگاهه سان ڏسندا آهن.

پبلڪ سيڪٽر جي انتظامي ڍانچن متعلق به ساڳيو ڪجهه چئي سگهجي ٿو. انهن جي حالتِ زار به ساڳئي آهي. جيڪڏهن هو ڪي عوامي خدمات فراهم ڪن ٿا، يا ڪو سازو سامان يا ٻي ڪا حاصلات پيدا ڪن ٿا ته انهن ۾ گهربل معيار جو هجڻ، يا انهن جو دستياب هجڻ يا انهن جي قيمتن متعلق ڪين ڪا پرواهه ئي ڪونه هوندي آهي.

**(7) خبر رساني (Communication) ۽ رابطو (Coordination):**

ڪيترائي اهڙا مثال آهن جن ۾ ڪو هڪ شعبو ساڳئي حلقي، اداري يا ڊپارٽمينٽ جي ٻئي شعبي يا حصي جي ڪم، فرائض ۾ سرگرمين کان باخبر هجي. اسٽاف ميٽنگن ۾ ورتل فيصلن کان فوري طور تي ٻين متعلقه افراد کي آگاهه ڪونه ٿو ڪيو وڃي ۽ جڏهن وري ائين ٿئي ٿو ته خبر رسائي

اهڙي طرح ڪئي ٿي وڃي جو جيڪو پيغام يا اطلاع ڏيڻو آهي سو نامڪمل رهجي ٿو وڃي يا وري انجو تدارڪي عمل (Follow-up-action) رهجي ٿو وڃي.

پاليسي ۽ انجي حصول لاءِ رسائي جي عمل جي هڪجهڙائي کي طئہ ڪرڻ لاءِ سڀني متعلقہ افراد ۽ شعبن وچ ۾ ربط يا لاڳاپو (Coordination) ضروري آهي. منسٽري جي مختلف شعبن درميان نزديڪي جو ميل جول ۽ اتفاق هئڻ گهرجي ۽ ڪين پنهنجين پاليسين، ڪوششن ۽ رٿائن جي حڪمت عملين کي مؤثر، ڪفايت شعار ۽ مختلف حصن ۾ يڪسانيت پيدا ڪرڻ لاءِ انهن ۾ "رابطو هئڻ ضروري آهي.

بين ڊپارٽمينٽس يا شعبن يا ادارن وانگر مقامي ڪائونسلين جي ڪارڪردگين درميان بہ رابطن ۽ خبر - رسانيءَ جي ڪوتاهي آهي. (مثال طور لوڪل ڪائونسل جي ميٽنگ دوران هڪ قومي ترقياتي اداري جي آفيسر کي مسلسل غير حاضر قرار پئي ڏنو ويو ڇاڪاڻ تہ لوڪل ڪائونسل جي آفيس وارن کي ساڳئي وقت دوران ان آفيسر جي ضلعي/لوڪل انتظاميہ سان هلندڙ ميٽنگن جو ڪو پتوئي ڪونہ هو. تنهن ڪري جيڪڏهن خبر رساني ناقص آهي ۽ رابطا ڪونہ آهن تہ پوءِ بن ڊپارٽمينٽن يا شعبن جي ڪارڪرديءَ ۾ غير ضروري تاخير ۽ ساڳيو ڪم هروڀرو ٻئو دهرايو ويندو.

### (8) انساني/عوامي تعلقات (Human/Public Relation):

ائين ڏٺو ويو آهي تہ ڪيترائي ڳوناٺا يا غريب ماڻهو پنهنجي حقيقي مسئلن جي حل ڪرائڻ لاءِ بااختيار آفيسرن تائين پنهنجي رسائي يا تہ آفيسرن جي خوف سبب يا وري آفيسن جي طور طريقن کان ناواقفيت يا انهن متعلق گهٽ ڄاڻ سبب، تمام مشڪل پائيندا آهن. هو غريب ويچارا آفيسرن اڳيان يا انهن ادارن ۾ پنهنجو وجود عتاب هيٺ محسوس ڪندا آهن ۽ آفيسن جو ماحول پڻ پنهنجي لاءِ عداوت يا دشمني وارو سمجهندا آهن. وڌيڪ اهو تہ، جڏهن ڪنهن اداري اندر اسٽاف ميمبر پنهنجي اداري اندر ڇڪتاڻ وارو ماحول يا وري حقيقي مشڪلاتن ۽ مسئلن کي پيش ڪرڻ لاءِ پنهنجي بالا عملدارن سان ملڻ مشڪل محسوس ڪندا آهن تہ انهن جي اداراتي صلاحيت ۽ ڪارڪردگي متاثر ٿين ٿيون. اها ڳالهہ متعلقہ افراد جي مطمئن ڪن انساني ۽ عوامي تعلقات قائم ڪرڻ جي سلسلي ۾ سندن

ناڪاميءَ جي مظهر آهي. اهڙين حالات ۾ ڪارڪردگيءَ جي تعلقات پيدا ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي ته جيئن اسٽاف ۾ پبلڪ (عوام) جو اخلاقي حوصلو بلند ٿئي. مرڪزي آفيس، ذيلي آفيسن، خودمختيار ادارن، غير حڪومتي ادارن ۾ عام عوام جو خوف ۽ غلط فهميون دور ٿين.

**صلاحيتي معيارن جي ضرورت (Need for Efficiency Standards):**

صلاحيت ڪڏهن ڪڏهن ان ڳالهه تي ٻڌل هوندي آهي ته آفيسن ۾ ڪيترن فائيلن کي اُڪلايو ويو يا وري ڪيترا معاملا نبيريا ويا يا ڪنهن وقت اندر ڪيترا هدف حاصل ڪيا ويا. اها ڳالهه غير ـ معتبر ۽ مشڪوڪ نظر ايندي آهي ڇاڪاڻ ته اهڙين ڳالهين ۾ ڪم جي نوعيت ۽ شڪل مختلف آفيسن ۽ ادارن ۾ مختلف ٿئي ٿي ۽ انهيءَ سبب جڏهن هڪ آفيس هڪ ڏينهن ۾ 20 فائيل اڪلائي ٿي يا ٻين لفظن ۾ "ٻڌو ٿيو" ڏئي ٿي، ٻي آفيس هڪ ڏينهن ۾ وري 2 يا 3 فائيل به ڪونه ٿي ڇڏائي سگهي. تنهن ڪري ڪنهن خاص ترتيبوار ڪسوٽي يا اصولن مروج ڪرڻ جي ضرورت آهي ۽ پڻ اهڙن معروضي معيارن جي، جن تحت صلاحيتن کي طئه ڪري، پرکي ۽ حاصل ڪري سگهجي.

**نتيجو (Conclusion):**

ادارن ۾ خدمتن، افراد يا سازو سامان جي انتظاميه جو سوال هجي يا وري ٽيڪنيڪل – صنعتي (Technical - industrial) يا سماجي (Social) حلقن ۾، انتظاميه جي اصلاح جو سوال هجي؛ انتظاميه جي حڪمت عملي ۽ ان ۾ شامل افراد جون خصوصيتون ۽ پڻ سندن تربيت، اهي سڀئي ڳالهيون مرڪزي اهميت جون حامل هونديون آهن.

انتظاميه جي سلسلئه عمل ۾ جي افراد شامل آهن سي پاڻ ڏانهن ۽ ملڪ لاءِ ان ڳالهه لاءِ جوابده آهن ته ان ڳالهه کي يقيني بڻائين ته عوامي معاملات جلد حل ۽ سٺي نموني ۽ گهٽ خرچ سان اُڪلايا وڃن ۽ پڻ عوام کي فيصلن ڏيڻ ۽ خدمتون فراهم ڪرڻ ۾ گهٽ ۾ گهٽ تڪليف ڏني وڃي. وڌيڪ اهو خيال ڪيو وڃي ته نااتفاقين کي حل ڪيو وڃي ۽ عوامي آزارن کان بنا ڊپ ڊاءَ يا ڪرم ۽ نوازش جي ڇوٽڪارو اهڙي طرح ڏياريو وڃي جيئن انهن جو بنياد انساني فهم ۽ انصاف تي ٻڌل رهي.

## باب ٻيو

# پاليسيون ٺاهيندڙ ۽ عمل ڪرائيندڙ ادارن درميان رابطو
# (Coordination among Policy - making and Implementation Agencies)

ماضيءَ ۾ اسان جون ڪيتريون ئي ناڪاميون وسائل جي ڪمي سبب گهٽ، نظم و نسق ۽ انتظامي ڪوتاهين سبب وڌيڪ ٿيون آهن. (17، ص ـ 60) پاڪستان ۾ نصاب سازن ۽ عمل ڪرائيندڙن جي حالت اهڙي آهي جهڙي ڪنهن پيتي ۾ ڪيڪڙا (Crabs) بند هجن. ڪوبہ ان مان آسانيءَ سان جلدي نڪري ڪونہ ٿو سگهي ڇاڪاڻ تہ انهن مان هرهڪ ٻئي کي ڪيرائڻ ۾ لڳو پيو آهي. اها هڪ اهڙي تاريڪ صورتحال آهي جا نصاب کي عملي صورت ڏيندڙن ۽ پاليسيون ٺاهيندڙن جي تصوراتي نظرِ نگاهہ تي روشني وجهي ٿي. (18، ص – 14) اها ڳالهہ پاليسي ٺاهيندڙ ۽ عمل ڪرائيندڙ ايجنسين درميان پالسين ٺاهڻ، عملي صورت ڏيڻ ۽ گهربل رابطن لاءِ شفاف ۽ مقاصد ـ مائل تصورات طرف ڌيان ڇڪائي ٿي.

جاڻ يا علم جي هر شعبي ۾ بہ خاص پهلو آهن پوءِ اهي پاليسين ٺاهڻ متعلق هجن يا عملي صورت متعلق يعني سياق و سباق/ حوالا (Context) ۽ سلسلئہ عمل (Process). اڳيون يعني سياق و سباق

(Context) يا حوالياتي نظرين سان، تہ پويون وري عمليت سان متعلقہ آهي. پنهي کي هڪ ٻئي سان هم ـ آهنگي رکڻ گهرجي. اهو عملي سلسلو ئي آهي جو حقيقتاً عمليت ۾ پنهنجي ڳالهہ/وزن رکي ٿو. نظرياتي ڄاڻ تہ هڪ ڍانچو فراهم ڪري ٿي ۽ پڻ عمل لاءِ رهنمائي ڪندڙ اصول (19، ص ــ 102). پنهي درميان رابطي جي ضرورت آهي ۽ ساڳئي صورتِ حال پاليسين ٺاهڻ ۽ عمليت لاءِ آهي.

## پاليسي – ٺاهڻ جو تصور (Policy - Making Concept):

اهو هڪ مربوط قسم جي ڍانچي ٺاهڻ جو ڪم آهي جنهن ۾ هيٺيان رهنما اصول اچن ٿا:

(a) اهڙن مسئلن جي شناخت، جي ضرورتن، معلومات ۽ ڄاڻ تي رکيل هجن؛
(b) حل ڪرڻ لاءِ ڪهڙين ڳالهين جي درڪار آهي ۽ حل لاءِ ڪهڙا رستا کليل آهن، تن کي طئہ ڪرڻ؛
(c) انهن کليل رستن مان پاليسي انتخاب جي شڪل ۾ خاص حل جون حڪمتِ عمليون (Strategies) ڳولڻ؛
(d) پاليسي انتخابن کي منصوبن ۽ پروگرامن وغيره ۾ عملي صورت ڏيڻ؛
(e) پاليسي حڪمتِ عمليءَ جو مؤثر هجڻ طئہ ڪرڻ، جنهن کي 'مانيٽرنگ' چيو ويندو آهي. ترتيبوار جاچ پڙتال ڪرڻ، يا ٻين لفظن ۾ تجزيو ڪرڻ – صورتِ حال جي قدر و قيمت کي طئہ ڪرڻ؛ ۽
(f) وقت، مقام ۽ حالات جي تقاضائن هيٺ پاليسيءَ تي وري نظرثاني ڪرڻ ۽ تصحيح ڪرڻ.

## پاليسي – مرتب ڪرڻ جو تصور (Policy - Formulation Concept):

اهو پنجن – مرحلن تي مشتمل ڪارڪردگين جو هڪ شناختي سلسلو آهي جو هيٺين رهنما اصولن تحت گردشي ترتيب (هڪ ٻئي پٺيان ترتيب ۾ ڦرندو رهڻ) هيٺ هلي ٿو:

(a) آغاز ڪرڻ (Initiating): ان مرحلي ۾ شامل آهن: (i) قانوني قدم؛ (ii) منتظم يا انتظام رکندڙ (Administrators)؛ (iii) خانگي طور دلچسپي

رڪنڊڙ گروپ يا سيڙپ جو خانگي شعبو (Private Enterpreneurials)؛
۽ (iv) ٻيا ننڍا ذريعا؛

(b) پاليسي جو ابتدائي مسودو جو بحث مباحثي ۽ ڇنڊڇاڻ يا تجزيي لاءِ هجي؛

(c) عوام جي شموليت: پاليسي ناهڻ ۾ عوام جي شموليت لاءِ، هي مرحلو هيٺين سرگرمين کي شامل ڪري ٿو: (i) ڪانفرنسون منعقد ڪرڻ، (ii) صلاحڪار ڪاميٽيون ناهڻ ۽ هلائڻ، (iii) مختلف عام بحث و مباحثن جون سماعتون منعقد ڪرائڻ؛

(d) پاليسي دستاويز جو آخري مسودو تيار ڪرڻ؛

(e) وڌيڪ بهتر بنائڻ لاءِ مسودي تي نظرثاني ڪرڻ ۽ ان ۾ اصلاح ڪرڻ.

### عملي صورت – نظم و نسق: هڪ وسيع تصور:
### (Implementaton - Administration: A broad concept)

ڪو وقت اهڙو هو جو پاليسي مرتب ڪرڻ ۽ ان کي عملي صورت ڏيڻ، ٻه مختلف عمل ۽ جدا جدا دائره ڪار خيال ڪيا ويندا هئا ۽ ائين سمجهيو ويندو هو ته جتي هڪ ختم ٿيو ته اتان ٻيو شروع ٿيندو. اهڙي فرضي جدائي موجوده وقت ۾ مروج ڪونه آهي. هاڻي ته وڌيڪ روشن تصور قائم آهي. هاڻي اها ڳالهه تسليم ڪئي ويئي آهي ته "نظم و نسق ۾ پاليسي ناهڻ ۽ ان ۾ شامل ڳالهين کي عملي صورت ڏيڻ جون سرگرميون يا ڪارڪردگيون اچي وڃن ٿيون. هاڻي، هڪ بنيادي تصور جي صورت ۾، منتظم لاءِ پاليسي ائين آهي جيئن ساز وڄائيندڙ لاءِ نغمي جو موضوع (Theme)، هڪ منصف لاءِ هڪ قانون ۽ ڪنهن عوامي عهدي-جي اميدوار لاءِ مهم جوئي لاءِ هڪ چبوتڙو (Platform). پاليسيءَ کان سواءِ ڪوبه نظم نسق ڪونه ٿو هلي سگهي، ۽ نظم و نسق کانسواءِ پاليسي خالي ۽ کوٽي آهي. ڇا ڪرڻو آهي؟ هڪ طرح سان اهو ٻه طئه ڪرڻو ٿو پوي ته اهو ڪيئن ڪرڻو آهي؟ ساڳئي طرح، توڙي ان ڳالهه کي اڪثر ڪري گهٽ تسليم ڪيو ويو آهي، ته **ڇا** خاص طور سان طئه ٿئي ٿو **ڪيئن** سان. هتي **ڇا** مان مطلب پاليسي ۽ **ڪيئن** سندس عملي صورت سان ڳنڍيل آهي. تنهن ڪري، نظم و نسق، جنهن اندر پاليسي ناهڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ يا ڪرائڻ شامل آهي، ساڳئي سڪي جون ٻه صورتون آهن.

**رابطو (Coordination):**

جيڪڏهن منتظمين (Administrators)، پراڻي تصور مطابق پاليسين ناهڻ يا انهن کي عملي صورت وٺائڻ جي سلسلئہ عمل ۾ انهن جي روح مطابق حصو ڪونہ ورتو آهي ۽ اهڙي ڏوهہ جا مرتڪب آهن تہ اهو انهن جو قصور نہ آهي. اهو جڏهن هڪ معمول بڻجي چڪو آهي تہ پاليسي ٺاهيندڙ ۽ رٿابندي ڪندڙ جيڪڏهن پاليسيءَ جي عمل واري مرحلي ۾ پاليسيءَ جي عملي صورت نيڪ نہ وئي تہ منتظمين کي ئي ڏوهاري ٺهرائيندا آهن. اها حالت زار ترقي ـ پذير ۽ غير ترقي ـ يافتہ ملڪن ۾ عام آهي ۽ پاڪستان ان کان مستثنيٰ يا ڇُٽل ڪونہ آهي.

جيڪڏهن نظم و نسق پاليسي ٺاهيندڙ ۽ رٿابندي ڪندڙ شعبي کان هڪ جداگانہ ۽ واضح شعبو آهي تہ پوءِ بہ جيڪڏهن پاليسيءَ کي سندس حقيقي تشريح ۽ روح مطابق عملي صورت ڏيڻي آهي تہ ٻنهي ايجنسين يا شعبن درميان لازماً ويجهي لهہ ـ وچڙ (Liaison) ۽ رابطا هئڻ گهرجن.

پاڪستان ۾ تعليم جي ميدان ۾ نظم و نسق ۽ انتظاميہ جي ساخت جو جيڪو ڍانچو موجود آهي تنهن ۾ نظم و نسق ۽ انتظاميہ جي وسيع تر تصوراتي رخن يا پهلوئن جي روشنيءَ ۾ جيڪي تبديليون اصلاح لاءِ باوجود انهن جي دشوارين جي ضروري آهن تن جو اصلاح ضروري آهي. قومي تعليمي پاليسي 1992ع جي بيان مطابق: ”تعليم جي شعبي ۾ افراد جي انتظامي ۽ نظم و نسق جي صلاحيتن ۽ مهارتن کي اصلاح خاطر تعليمي نظم و نسق جي طور طريقن ۽ ٽيڪنيڪن ۾ پيشورانہ تربيت ذريعي بهتر ڪيو ويندو. اهڙن سلسلن ۾ فيصلن ڪرڻ جو اختيار مرڪز وٽ هوندو: تعليمي ترقياتي رٿائن کي مؤثر طور منسلڪ ڪيو ويندو ۽ انهن جو تشريحي پرچار ڪيو ويندو. ضلعي سطح تي تعليمي انتظاميہ کي بهتر ڪيو ويندو ۽ انکي مقامي ڪميونٽيءَ سان منسلڪ ڪيو ويندو. ايڪيڊمي آف ايجوڪيشنل پلاننگ ۽ مئنيجمينٽ کي وڌيڪ مضبوط ۽ مستحڪم ڪيو ويندو تہ جيئن اها پنهنجن تربيتي پروگرامن کي وڌائڻ سان گڏوگڏ صوبن تائين وسيع پڻ ڪري سگهي.“ (17، ص - 60)

# باب ٽيون

## تعليم جي واڌاري لاءِ لوڪ (ڪميونٽي) جي پٺڀرائي حاصل ڪرڻ

## (Seeking Community Support for Development in Education)

لفظ 'ڪميونٽي' عام طور ڪنهن خاص ڌرتيءَ جي علائقي جي آبادي لاءِ استعمال ٿيندو آهي. ڪميونٽي اهڙن ماڻهن جي گروهه کي پڻ ظاهر ڪندي آهي جن ۾ ڪي ڪجهه هڪجهڙو هجي يا اُهي جيڪي رڳو ويجهڙائپ يا قرابت ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه به پاڻ ۾ ونڊيندا هجن.

ڪاليج جي حوالي سان 'ڪميونٽي' اهڙن ماڻهن جو ميڙ آهي جيڪي ڪاليج جي حدود اندر اهڙي طرح رهندا هجن جو ڪاليج سندن خدمت ڪندي هجي يا ڪري سگهي. اهڙي طرح اُهي سمورا افراد جيڪي ان علائقي ۾ رهندا هجن ۽ جيڪي اُتي قائم ڪاليج جي مهيا ڪيل خدمتن ۽ پروگرامن مان ڀرپور فائدو وٺندا هجن، سي 'ڪاليج ڪميونٽي' ناهين ٿا.

### اسڪولي تعليم ـ ڪي ماهر ڇا ٿا چون؟

### (School Education - What some experts say?)

**مارشل مئڪلوهان** *(Marshal McLuhan)*، **نوربيٽ وينر** *(Norbet*

**(wiener، جان گارڊنر (John Gardner)، جيروم برونر (Jerome Bruner)، جان هولٽ (John Holt)، ڪارل راجرس (Carl Rogers)، پال گوڊمن (Paul Goodman)، ايڊگر فريڊنبرگ (Edgar Friedenberg)، آئون الچ (Ivan Illich)، نيل پوسٽ مين (Neil Postman) ۽ چارلس وين گارٽنر (Charles Weingartner)** ۾ ڪهڙي هڪجهڙائي آهي؟ انهن سڀني اهو بيان ڪيو آهي ته اسڪول بدقسمتيءَ سان چا پيا ڪن ۽ اسڪولي تعليم اجوڪي وقت ۾ سماجي ۽ سماج سان لاڳاپيل تبديلين لاءِ چا پيئي ڪري؟

1- اسڪول جيڪي ڪجهه آچي ٿو سو انفرادي ۽ سماجي ضرورتن سان تعلق ڪونه ٿو رکي.

2- اسڪول شاگردن کي حقيقت کان پري رکي ٿو.

3- اسڪول ختم ٿيل غير مروج ڳالهيون سيکاري پيو.

4- اسڪول ذهانت نه ٿو وڌائي.

5- اسڪولي تعليم ڊپ ڊاءَ تي ٻڌل آهي.

6- اسڪول سکياجي خاص عملي قدر جي واڌاري کان لنوائي ٿو.

7- اسڪول اجنبيت پروان چڙهائي ٿو.

8- اسڪول شاگردن ۾ تخليق ۽ آزادي گهرڻ لاءِ سزا ڏيڻ جو مرتڪب ٿئي ٿو.

9- جيڪڏهن اسڪول اُهو ڪجهه نه ڪري رهيو آهي جيڪو ڪجهه ڪيس ڪرڻ کپي ته پوءِ ان کي تبديل ڪري سگهجي ته تبديل ڪرڻ گهرجي.

اهو سمورو جيڪوڪجهه دانشورن ۽ نقاد ماهرن اسڪولن لاءِ چيو آهي سو ڪاليجن ۽ ڪاليج جي تعليم سان برابر لاڳو ٿي سگهي ٿو.

## منتظمين جا ڪميونٽي جي حوالي سان ڪم:

**(Functions of Administrators with reference to the Community)**

منتظم جا ڪم هيٺين ڳالهين تي مشتمل آهن: (الف) تعلق، (ب) قابليت/ افرادي افراد توڙي عمارتن جهڙن وسائل جو قابليت سان استعمال، (ت) برابري/مساوات، (ث) جمهوري انداز، ۽ (ج) وڌيڪ پيداوار.

انهن ۾ هي ڳالهيون وڌيڪ شامل آهن: (الف) پهچ يا رسڻ جي

برابري جنهنجو مطلب آهي سرشتي ۾ داخل ٿيڻ، (ب) مساوات جا واضح ٿيل سطح ڀائين سرشتي اندر رهڻ کي ظاهر ڪري ٿي، (ت) حصول جي برابري جنهنجو مطلب آهي تہ ساڳئي سطح تي سڀن لاءِ ساڳئي سکيا جا هڪجهڙا موقعا، ۽ (ج) تعليم جي نتيجن ۾ هڪجهڙائي جنهن جو مطلب آهي تہ تعليم سبب سڀني لاءِ رهائش/گذاري جا ساڳيا نمونا حاصل ٿين.

هتي 'برابري' لفظ ۾ تعليم جا اُهي حقيقي نمونا يا انداز شامل آهن جن ۾ هڪ گروهہ/ڪيمونٽي جي ميمبرن ۾ تعليم ڏني پيئي وڃي ۽ 'مساوات' مان مراد سماجي انصاف ۽ سچائي آهي.

### مؤثر تعليمي منتظم
### (Effective Educational Administrator)

هڪ مؤثر منتظم اهو آهي جو: (الف) ذميدار هجي، (ب) تبديليءَ کان ڪافي واقف هجي، (ت) ڪٽر نہ هجي، (ث) نين ضرورتن جي پورائي جي رد عمل ۾ ڦڙت هجي.

ڪميونٽي گروپ يا لوڪ گروهہ: تعليم جي ترقيءَ لاءِ تعليمي منتظم کي هنن برادريءَ جي گروهن کان ڪميونٽي سهائتا وٺڻ گهرجي، جيئن: شهري، ثقافتي، پيشورانہ، اقتصادي، مذهبي، سرڪاري داٻ ۽ پوليٽيڪل (سياسي) داٻ وارن گروهن کان بہ مدد وٺجي.

### تعليم ۾ سيڙپ فائديمند آهي
### (Investment in Education is valuable)

***ائڊم سمٿ ۽ الفريڊ مارشل*** جيڪي وڏي پايي جا قديم اقتصادي ماهر آهن تسليم ڪن ٿا تہ "وڏيڪ فائديمند اُها موڙي آهي جيڪا انسانذات ۾ سيڙائي وڃي." 1950ع کان اڳ تائين وارن اقتصادي ماهرن اهو طئہ ڪونہ ڪيو هيو تہ اقتصادي لاڀ نہ رڳو جنسي موڙيءَ جي خاصيت سبب متاثر ٿئي ٿو پر سماج ۾ موجود انساني موڙي جي معيار سبب پڻ متاثر ٿئي ٿو. تعليمي اخراجات حقيقت ڪري انساني موڙي جي واڌاري لاءِ سيڙپ آهي.

## رابطو -- تعليمي ادارن جو ڪردار
## (Communication - The role of Educational Institutions)

تعليمي ادارن کي ڪميونٽين سان رابطي ۾ رهڻ گهرجي ۽ سهڪار ڪندڙ ڪميونٽين ڏانهن جوابده رهڻ گهرجي ڇو ته بي خبر عوام جي نسبت باخبر واقف عوام ادارن جي سٺي مدد ڪري سگهن ٿا. پر افسوس اهو آهي ته تعليمي ماهر اڪثر ڪري پاڻ کي ڏوهه ڪرڻ بجاءِ پاڻ خود ڏوهاري مرتڪب ٺهرايا ويندا آهن.

ڪميونٽي ڪاليج سان سهڪار ۽ مدد ڪرڻ چاهي ٿي پر ڪاليج جي اختياري وارا ڪميونٽي ميمبرن جي توقعات، آرزوئن، اميدن، ڏپن ۽ محرومين کان بلڪل بيخبر هوندا آهن. اِتي اداري ۽ ڪميونٽي جي تعلقات جو ڪردار اڳيان اچي ٿو.

## اداري ۽ ڪميونٽي جا لاڳاپا يا تعلقات
## (Institution - Community Relations)

اداري ۽ ڪميونٽي وچ ۾ مضبوط تعلقات جي مستحڪم پروگرام شروع ڪرڻ لاءِ خاص عناصر هي آهين: (الف) اداري جي سهوليتن جو ڪميونٽي پاران استعمال، (ب) اداري طرفان ڪميونٽي جي معقول ضرورتن کي هيٺينءَ طرح مطمئن ڪرڻ:

| اداري جي سهوليتن جو ڪميونٽي طرفان استعمال | ڪميونٽي جون ضرورتون جن کي منهن ڏئي يا مطمئن ڪري سگهجي ٿو |
| --- | --- |
| • راندين ۽ ورزشن جا ميدان. | • تفريحي / ثقافتي / فنون |
| • آڊيٽوريم | • بچاءُ |
| • ڪُتب خانو / لائبريري | • صحت |
| • مسجد | • ماحول جي خوبصورتي |
| • ڪيفيٽيريا | • ڌنڌو/ واپار / صنعت |
| • ڪلاسن جا ڪمرا | • سڄاڻ / ڏيان |
| • ڪاليج گرائونڊ | • نوڪري يا ملازمت |

اهڙي طريقي سان تعليمي ادارا ڪميونٽي اندر سڪيا ۽ سماجي سرگرمين جو مرڪز بڻجن ٿا.

## ڪميونٽي جو سهڪار (Community Support):

ڪاليجون خلا ۾ قائم ٿيل ناهن. اُهي ڪنهن ماحول ۽ ڪميونٽي ۾ ڪم ڪنديون آهن. ڪميونٽي هميشه ڪاليج ۽ ان جي سرگرمين ۾ هڪ قسم جي وابستہ دلچسپي رکندي آهي.

ڪميونٽي جو تعلق ۽ سهڪار ان حد تائين ڇاڻايو وڃي جو اُهي ڪميونٽي ۾ تعليم جي واڌاري ۽ ٺيڪ لاءِ ڪم ڪرڻ جي ذميداري قبول ڪن.

جڏهن ڪميونٽي پنهنجي ڪاليج جي تعليمي خدمات کان مطمئن ٿئي ٿي تہ ان جو تعلق ڪاليج سان سنو ۽ دوستاڻو ٿي پوي ٿو.

ڪيمونٽي سهڪار کي هيٺ ڏنل چارٽ جي شڪل ۾ ظاهر ڪيو ويو آهي:



ڪميونٽي جي مدد حاصل ڪرڻ لاءِ منتظمين کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

## ڪميونٽي سهڪار حاصل ڪرڻ
## (Seeking Community Support)

ڪميونٽي جي سهڪار يا مدد حاصل ڪرڻ لاءِ منتظمين کان هيٺين ڳالهين جي اميد رکي وڃي ٿي:

- ڪاليج جي ضرورتن ۽ واڌاري جي پروگرامن کان ڪميونٽي ميمبرن کي واقف رکڻ ته جيئن سندن مدد وٺي سگهجي.
- ڪاليج ۾ ڪم ڪرڻ جون اهڙيون حالتون پيدا ڪرڻ ته جيئن ڪاليج جي سرگرمين ۾ ڪميونٽي جي ميمبرن جي شموليت ۽ خوشيءَ سان حصو وٺڻ جي حالتن ۾ واڌارو اچي.
- عملي، شاگردن ۽ ڪميونٽي ۾ تخليق ۽لاپ وڌائڻ.
- منفي يا مايوسيءَ وارا پهلو گهٽائڻ.
- والدين ۽ ڪميونٽي جي ميمبرن متعلق بي اعتمادي نه ڪرڻ.
- ڪميونٽي جا رايا ۽ تبصرا آزادانه طريقي حاصل ڪرڻ.
- جڏهن ڪميونٽي جي ميمبرن سان واسطو پوي ته مثبت ۽ پُراعتماد سوچ وڌائڻ.

اهو سڀ ڪجهه ظاهر ڪري ٿو ته تعليم کي ڪميونٽي جي زندگي سڌارڻ ۾ اهم مقام حاصل آهي. جيئن ئي سماج جون پيچيدگيون وڌن ٿيون ۽ سندس مسئلا شدت اختيار ڪن ٿا، ته تعليم جو ڪردار به وڌ کان وڌ اهم ٿي پوي ٿو. جيئن ته تعليم جا ٻه خاص ڪم آهن ـ هڪ ته ثقافتي ورثي جو منتقل ڪرڻ ۽ ان ۾ سڌارو آڻڻ ۽ سماجي تبديليءَ ۾ ان جي موافقت پيدا ڪرڻ. تنهن ڪري تعليمي ادارا ڪميونٽي جي زندگيءَ جو اهم ۽ نه جدا ٿيندڙ حصو هئڻ گهرجن ۽ انهن جا پروگرام ڪميونٽيءَ سان سڻي موافقت رکندڙ هجن.

**ڪميونٽي جي مدد لاءِ ڪميونٽي ۽ ان جي وسائل جو اڀياس:**
**(Study of the Community and its resources for Community support)**

بااثر منتظمين ۽ استادن کي ڪميونٽي جي زندگي، ان جي ماڻهن، ادارن ۽ ان جي وسائل جو مطالعو ضرور ڪرڻ گهرجي. ڪميونٽن کي ستن بنيادي قسمن ۾ ورهائڻ گهرجي: ڳوٺ، واهڻ، ڀهراڙيون، وڏا ڳوٺ، ننڍڙا شهر، وچٿرا شهر ۽ راڄڌاني يا تمام وڏا شهر. انهن مان هر هڪ آباديءَ جي مختلف خاصيتن کي ظاهر ڪري ٿو. ڪميونٽن کي سندن پيشن مطابق به ورهائجي ٿو، جيئن ته زراعت، ڪاٺيون، آڏاٽا، يا رهائش وغيره. وري ڪميونٽن کي سندن سماجي رهڻي ڪرڻي مطابق به ورهائي سگهجي ٿو، جيئن ته سماجي طبقا، ادارا، نظريات ۽ روايتون.

استادن کي ڪميونٽي جي رهڻ سهڻ بابت ڪافي ڄاڻ هئڻ گهرجي ته جيئن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين سان واسطو رکندڙ تعليمي پروگرام سهٽي ۽ موافق نموني مرتب ڪري سگهجن. ڪميونٽي وسائل جو اڀياس ڪنهن مقصد تي مرڪوز هئڻ گهرجي جيئن ته ان جي صحت جا عنصر، عوامي بچاءُ يا دفاع، ڌنڌا ۽ تفريح. ڪميونٽي وسائل جو اڀياس تعليمي پروگرام ۾ دستيابي مطابق ڪرڻ گهرجي. ان ۾ ميونسپل سرڪار، سياسي زندگي، عوامي عمارتون، سماجي قوٽ، صنعتون، واپار ۽ ثقافتي زندگي ۽ ليباريٽريون يعني تجربيگاهه اچي وڃن ٿا. ٻارن کي ڪميونٽي ۾ وٺي وڃڻ لاءِ زميني سير ۽ سير و تفريح جو انتظام ڪرڻ گهرجي. سماجي تبديلي اهڙن اظهارن مان شناخت ڪرڻ گهرجي. شاگرد ڪميونٽي جي بهتريءَ ۾ سرگرم حصو وٺي سگهن ٿا جهڙوڪ بچاءَ ۽ صفائيءَ جي مهم، تفريحي سهوليتون، صحت جون حالتون ۽ خوبصورتي. ڪميونٽي ورڪشاپن ۽ هم آهنگي جي سڀا (ڪوآرڊينيٽنگ ڪائونسل) جهڙن ادارن ذريعي ڪميونٽي جي بهتر اصلاح خاطر بالغن ۽ سماجي ادارن جي دلچسپي حاصل ڪرڻ گهرجي.

**عوامي خدمتون:**

**(Public services)**

ڪميونٽيءَ ۾ ڪيترائي اهڙا موقعا ملن ٿا جن ۾ استاد شايد عوامي خدمتون مهيا ڪري سگهي ٿو ۽ عوامي گفتگو، ڪنهن گروپ جي اڳواڻي ۽ تنظيم جهڙين اهليتن ڪي وڌائي سگهي ٿو. ڪميونٽي اڳواڻي جا وڏي ۾ وڏا نتيجا شايد هي آهن: عزت ۾ اضافو، شخصيت، پيشورانه ذميداريءَ ۾ اضافو ۽ استاد ۾ اضافي ثقافتي ۽ سماجي بهتري ۽ ان سان گڏوگڏ اسڪول لاءِ اضافي عزت ۽ اعتماد وغيره.

# باب چوٿون

## معائنو ۽ نگراني
## (Inspection and Supervision)

تعليم جي ميدان ۾ تنظيم، معائنو ۽ نگراني، سموري نظام جا اهم ۽ اڻوٽ حصا آهن. ڪن ملڪن ۾ معائني ۽ نگراني جو ڪم معائني وارو دفتر سرانجام ڏيندو آهي. تعليم جي مقصدن ۽ مرادن کي حاصل ڪرڻ لاءِ انسپيڪٽوريٽ کي نظم و نسق جي مشينري جو اهم پرزو سمجهيو ويندو آهي. اهو چئي سگهجي ٿو ته جيڪڏهن انسپيڪٽوريٽ نظم و نسق جي ڍانچي جو لازم يا خاص پرزو آهي ته وري تعليم جو نظم و نسق نظام اندر هر ٻار ۽ فردجي وڌ ۾ وڌ اوسر لاءِ ضامن پڻ آهي.

معائني ۽ نگرانيءَ جي لفظن جي تشريح ۽ استعمال بابت ڪافي بحث و مباحثو ٿيندو رهيو آهي. لفظ 'معائنو' خود معنيٰ، ڪم ۽ دشوارين جي لحاظ کان سالن تائين ڪافي تبديلين هيٺ رهيو آهي.

تاريخي ۽ روايتي لحاظ کان 'معائنو' خاص طور انتظامي ۽ اهتمامي ڪمن سرانجام ڏيڻ لاءِ سمجهيو ويندو آهي، جهڙوڪ:

(i) نظم و ضبط قائم رکڻ،

(ii) بد عملين جي جانچ ڪرڻ، خطائون ۽ ڪوتاهيون ڳولهڻ،

(iii) حاضري ۽ صفائي سترائي ڏسڻ،

(iv) معائني ۽ خفيه رپورٽن جو لکڻ،

(v) سرڪاري پاليسيون ۽ حڪم پهچائڻ،

(vi) دفتري خط ۽ اطلاع ناما روانه ڪرڻ،

(vii) اها پڪ ڪرڻ ته قاعدن قانونن تي عمل ۽ هدايتن جي تڪميل ٿي رهي آهي،

(viii) عملي جي بدلي ۽ مقرري،

(ix) اسڪولي نظام جي ضرورتن بابت انگ اکر گڏ ڪرڻ ۽ مٿين اختياري وارن کي گهرجون موڪلڻ،

(x) گهربل ساز و سامان شناخت ڪرڻ،

(xi) مٿين عملدارن سان لهوچڙ ۾ رهڻ،

(xii) رانديون ۽ ٻين غير - نصابي سرگرمين ۾ شموليت ڪرڻ،

(xiii) پرائيمري ۽ ايليمينٽري سالن جي پڄاڻيءَ تي امتحان وٺڻ.

جيتوڻيڪ انسپيڪٽوريٽ کي مٿي ذڪر ڪيل ڪجهه يا سمورا نظم و نسق جا ڪم ڪرڻا پون ٿا پوءِ به ملڪ اندر مروج نظم و نسق جي سرشتي موجب ان جي تعليمي انتظاميه ۾ شامل عملي جا افراد پنهنجي حد اندر رهندي جن به مددي خدمتن کي مهيا ڪرڻ ذريعي جي پيشيورانه ذميداريون ادا ڪن ٿا سي پنهنجي ڪردار جي لحاظ کان مختلف ٿي سگهن ٿيون.

’نگرانيءَ‘ جي تصور ۾ نظم و نسق جي عمل سان گڏ رهنمائيءَ جون پيشيورانه ذميواريون، مشورا، اڳواٽي ۽ نواڻ شامل آهن.

جو ڪجهه به لفظ يا تصور هجي، معائني ۽نگرانيءَ ۾ شامل عملو پنهنجي حد اندر تعليمي ٻيڙي هلائڻ کان سواءِ اسڪول جي نظم و نسق هلائڻ لاءِ تنظيم مهيا ڪري ٿو ۽ تعليمي واڌاري جي مقصد لاءِ پيشيورانه مدد جون خدمتون ۽ جائزي جا ڪم پڻ سرانجام ڏئي ٿو. مٿي ڏنل دائري جي لحاظ کان اهو ڏسجي ٿو ته انسپيڪشن (معائنو) ۽ سپرويزن (نگراني)

ہہ لفظ آهن جيڪي هڪ ٻئي جي معنيٰ جي زمري ۾ اچن ٿا. پاڪستان ۾ هلندڙ پرائيمري، مڊل ۽ سيڪنڊري اسڪولن جي وڏن (سربراهن) جا معائني ۽ معائني جي طريقن بابت خيال ڄاڻڻ لاءِ هڪ جاچ ڪئي ويئي. سندن خيالن جو خلاصو ضميمي نمبر A ۾ شامل آهي.

اهو ڏٺو ويو آهي تہ معائني ۽ نگرانيءَ جو عمل اڪثر پنهنجين رواجي ۽ نرالين ڊيوٽين ۾ ايترو تہ گهيريل هوندوآهي جو اهو نہ تہ اسڪولي نظام لاءِ ضابطي وارن وسيلن پهچائڻ لاءِ انتظامي ڪمن جون ۽ نہ ئي وري تعليمي نظام جي مدد ۽ جائزي لاءِ پنهنجا پيشيورانہ فرض ۽ ذميداريون نڀاهي سگهندو آهي. تعليمي عملدارن ۽ انسپيڪٽوريٽ ۽ سپروِيزن جي عملي جا موجوده انسپيڪشن جي نظام بابت خيال معلوم ڪرڻ لاءِ پڻ هڪ جاچ ڪئي وئي جن جو خلاصو ضُميمي B ۾ شامل آهي.

اهڙيءَ صورتحال ۾ نظم و نسق جي ڍانچي ۽ ان جي طريقن کي نئين سر ترتيب ڏيڻ جي ضرورت آهي تہ جيئن انسپيڪٽوريٽ جو هلڪو ڪاغذي ڪم جو هُو اُڪلائن ٿا، پراڻا دفتري طريقا، عيب جوئي ڪن ٿا ۽ ناڪاره رابطي وغيره جهڙين خامين کي ختم ڪري سگهجي. معائني جي عمل جي ڪارائتي هئڻ لاءِ پاڪستان جي مختلف اسڪولن جي استادن جي راين جو خلاصو ضميمي 'C' ۾ ڏنو ويو آهي.

موجود وقت ۾ انسپيڪٽوريٽ کي تيزيءَ سان اهو تصور ڪيو پيو وڃي تہ اُها هڪ متحرڪ آفيسن/اشخاص ياعملي جي جماعت آهي جيڪا نظم و نسق هلائڻ ڪانسواءِ نواڻ يا جدت، تخليق واسطي رڌل رهڻ سان گڏ اسڪولي نظام سان تعلق رکندڙ خيالن ۽ حرفتن جي استعمال جو وسيلو پڻ فراهم ڪري ٿي. انسپيڪٽوريٽ جو ڪل ـ مختيار، مطلق ۽ چوڪسي وارو تصور، هاڻي رهنما، صلاحڪار، ماهرن، دوستن تي مشتمل جماعت جو دڳ ڪڍي رهيو آهي ۽ هاڻي اُهي گڏجاڻيون منعقد ڪن ٿا، همٿ افزائي ڪن ٿا، وضاحتون ڪن ٿا، ٻڌن ٿا، متحرڪ بڻائين ٿا ۽ اسڪول جي عملي ۽ ٻارن جي وچ ۾ رابطو ڪن ٿا ۽ آماده ڪن ٿا.

ملڪ جو نظم و نسق ڪيتري حد تائين مرڪوز آهي يا ورڇيل آهي

سو تعليمي نظم و نسق ۽ ترتيب جي سلسلي ۾ انسپيڪٽوريٽ جي حيثيت ۽ مقام جو تعين پڻ ڪندو آهي. اُهي ملڪ جن ۾ اسڪولي نصاب ۽ ٽيڪسٽ بوڪ، تعليمي قاعدا قانون، استادن جون ڀرتيون ۽ سندن تربيتون مرڪزي يا صوبائي وزارتن يا تعليمي ڪاتن جي حوالي آهن، تن ۾ انسپيڪٽر جو ڪردار انهن ملڪن کان مختلف هوندو جتي اهي معاملا علائقائي يا لوڪل سطح هٿان طئہ ڪيا وڃن ٿا ۽ لاڳو ڪيا وڃن ٿا.

پنهنجي ڪردار ۽ فرائض کي قابل ۽ اثرائتي نموني بنائڻ لاءِ انسپيڪٽر کيِ پنهنجي نظم نسق جي دائري ۾ پنهنجيون ترجيحون نئين سر تشريح ڪري مختلف ماڻهن جي ڪارڪردگين ۽ فرضن کي واضح ڪرڻو پوندو تہ جيئن مختلف حالتن هيٺ فيصلي ڪرڻ جي سطحن کي ظاهر ڪندي ڪم جي ذميوارين کي نئين سر ورجائي ۽ پراڻي طريقي واري انتظامي نظام جي نئين سر جوڙجڪ ڪري، نظم و نسق جي حڪمت عملي کي جاري ڪري، انسپيڪٽوريٽ جي مختلف افراد لاءِ سهوليتن جو انتظام ڪري سگهجي، جيئن تہ ٽرانسپورٽ وغيره.

هر حالت ۾ انسپيڪٽر کي فائلن، انگن اکرن، عمارتن ۽ رپورٽن سان گڏوگڏ انسان ذات سان بہ گڏجي هلڻو پوي ٿو. تنهن ڪري انسپيڪٽر کي روائتي نظم و نسق جي فرائض کان "نسبتاً آجو ڪيو وڃي تہ جيئن هو اسڪولن گهمڻ کي گهڻو وقت ڏئي، استادن سان گهڻو ملي تہ جيئن سندن مسئلا معلوم ڪري، ادارن جي سربراهن، استادن شاگردن سان رابطو رکي، اسڪول جون حالتون ڏسي، پنهنجي نظرداريءَ هيٺ استادن ۽ انسپيڪٽوريٽ جي عملي جي نوڪريءَ منجهہ رهندي تربيت ڪري تربيت جي نون حرفتن ۽ وسيلن جو مظاهرو ڪري ۽ سڀني واسطيدارن لاءِ پنهنجي فضيلت ڀري ڪردار ذريعي فهم و فراست جو مثال بڻجي.

ڪجهہ ملڪن ۾ وري نظم و نسق جي انسپيڪٽوريٽ جي فرائض کي انسپيڪٽوريٽ جي پيشورانہ ڪردار کان مختلف ليکيو ويندو آهي، ۽ ان سبب ئي اُتي جي انتظامي ڪمن هلائڻ لاءِ انسپيڪٽوريٽ جا ماڻهو ٻيا آهن ۽ انسپيڪٽوريٽ جي پيشورانہ امدادي خدمتن وارا ماڻهو ٻيا آهن.

## ضميمو "الف" Appendix- A

پرائيمري، مدل ۽ سيڪنڊري اسڪولن جي سربراهن جا انسپيڪشن يا "معائني" جي مقصدن ۽ طريقن بابت ڏنل خيالن جو خلاصو:

1- **مقصد:** انسپيڪٽر عام طور تي پنهنجين دورن بابت تاريخن جي آگاهي نہ ڏيندا آهن. هو اسڪولن جو دورو ڪندا آهن تہ جيئن:

- تعليمي ڪم جاچين.
- ترقي / وظيفن جا امتحان وٺن.
- استادن جي رهنمائي ۽ هيڊ ماسترن کي مشورا ڏين.
- اسڪول جو رڪارڊ، فنڊ ۽ رجسٽر چيڪ ڪن.

( معلومات ۽ انگن اکرن کي گڏ ڪن يا جاچ (Enquiry) هلائين.

2- **دورن جو تعداد:** 1969 کان 1973ع دوران انسپيڪٽرن پاران اسڪولن جي دوري جي سراسري 1.6 هئي.

3- **استادن جو ردِ عمل:** پنجاهہ سيڪڙو جواب ڏيندڙن مان نظر آيو تہ سپروائيزرن جي دوري مهل استاد ڊنل ۽ خوف جو انديشو محسوس ڪندڙ لڳندا آهن.

4- **هيڊ ماسترن جو دورو:** جواب ڏيندڙن قبوليو تہ پڙهائيءَ جي گهٽي بوجهہ ۽ انتظامي ڪم سبب اُهي سڪيا جي نگرانيءَ کي گهٽو وقت نہ ٿا ڏيئي سگهن.

5- **نگرانيءَ جا طريقا:** جواب ڏيندڙن رپورٽ ڏني تہ اُهي گذريل وقت وارن انسپيڪٽرن وارا طريقا ۽ خبر رسانيءَ جا ذريعا استعمال ڪندا رهيا آهن جيئن تہ: لکيل ڪم جانچڻ، ڪلاسن کي پرکڻ، ليسن ڏيڻ.

6- **معائني بابت رايا:** جواب ڏيندڙن جي خيال ۾ انسپيڪشن هڪ روايتي ۽ فضول طريقو آهي جو سال جي آخر ۾ تڙ تڪڙ ۾ ڪيو ويندو آهي. انسپيڪٽر هڪ اجنبي ٿي ايندو آهي جيڪو استادن ۽ هيڊ ماسترن جي تڪليفن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ بجاءِ سندن لاءِ حقيقت ۾ وڌيڪ مسائل ۽ استادن کي تنگ ڪرڻ جو سبب بڻبو آهي.

7- **نگرانن جي چوند:** پرائيمري اسڪولن لاءِ سپروائيزر سيڪنڊري اسڪولن مان ورتا ويندا آهن. پرائمري ايجوڪيشن جي مسئلن کان اڻ واقف هئڻ سبب پرائيمري اسڪولن جي استادن کي ڪافي رهنمائي ۽ تحرڪ ڪونه فراهم ڪري سگهندا آهن.

## ضميمو: "ب" Appendix : B

انسپيڪشن (معائنو)، سپرويزن (نگراني)، ان جي خوبين خامين ۽ ڪمن بابت تعليمي آفيسرن ۽ انسپيڪٽوريٽ جي عملي جي راين جو خلاصو:

**(الف) 1- معائني / نگرانيءَ جون خوبيون:** سپروائيزر اڪثر پڙهائيءَ جا سنا طريقا ڏسيندا آهن.

2- استاد پنهنجين ڪمزورين کان واقف ٿي پوندا آهن ۽ انهن کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

3- انسپيڪشن استادن کي سندن مسئلا سپروائيزر آڏو رکڻ ۽ رهنمائي حاصل ڪرڻ جو موقعو ڏئي ٿي.

4- اهڙو نظام اسڪولن جي وچ ۾ صحتمند چٽاڀيٽيءَ کي جنم ڏئي ٿو.

5- ڪيئي انتظامي معاملا تڏي تي ئي نبري وڃن ٿا.

6- عملي پاران آڏاٽيندڙ ڪارائتن ڪمن جو خلاصو هيٺ ڏجي ٿو:

**(i) عام ڪم:**

1- اهو جاچڻ ته تجويز ڪيل ٽيڪسٽ بوڪ استعمال ڪيا پيا وڃن.

2- اهو ڏسڻ ته سڪيا جو ڪم شيڊول مطابق هلي پيو يا نه.

3- اسڪولن جي عام ڪارڪردگي ڏسڻ.

4- تعليم جي معيار وڌائڻ لاءِ اڳواٽي مهيا ڪرڻ.

5- اسڪولن جي هم - نصابي ۽ جسماني تعليمي پروگرامن جو جائزو وٺڻ.

**(ii) استادن ۽ پڙهائي سان تعلق رکندڙ ڪم:**

1- اهو ڏسڻ تہ استاد اسڪول ۾ باقاعده حاضر رهن ٿا.
2- هر استاد جي اهليت معلوم ڪرڻ ۽ سندس ڪم جو جائزو وٺڻ.
3- استادن جي درس و تدريس جي عمل کي بهتر ڪرڻ لاءِ مدد فراهم ڪرڻ.
4- استادن کي پنهنجن مسئلن حل ڪرڻ ۾ رهنمائي ڏيڻ.
5- استادن کي سٺي ڪارڪردگيءَ لاءِ آماده ڪرڻ ۽ همٿائڻ.
6- استادن جي سرگرمين ۾ هم آهنگي پيدا ڪرڻ.
7- استادن کي تعليم ۾ نون رجحانن کان واقف ڪرڻ.

**(iii) انساني تعلقات سان لاڳاپيل ڪم:**

1- اسڪولن ۾ صحتمند فضا پيدا ڪرڻ.
2- استادن ۾ سهڪار جو مادو پيدا ڪرڻ.
3- شاگردن کي محنت ڪرڻ لاءِ اُڪسائڻ.
4- اسڪول ۽ ڪميونٽي ۾ سٺن تعلقاتن کي زور وٺرائڻ.

**(iv) پئسن سان تعلق رکندڙ ڪم:**

1- اهو ڏسڻ تہ اسڪول جا رجسٽر ۽ حساب ڪتاب جو ڪاتو باقاعده صحيح نموني ناهيو پيو وڃي.
2- اها پڪ ڪرڻ تہ اسڪول جو مال ملڪيت صحيح نموني سنڀاليو ۽ استعمال ڪيو پيو وڃي.
3- اسڪول جي لاءِ گهربل اضافي فرنيچر ۽ سامان وارين ضرورتن جو ڪاٿو لڳائڻ.

**(ب) معائني جون ڪوتاهيون:**

1- گهٽي وقت کان پوءِ ٿئي ٿو ۽ استادن تي ٿورو اثر پوي ٿو.
2- اڻ رٿيل ۽ ٽڙ ٽڪڙ واري نموني ٿئي ٿو.
3- وڏيڪ عيب ڪڍڻ ۽ مدد يا همٿ افزائي بجاءِ طعنن تُنڪن ڏانهن لاڙو رکي ٿو.

4- هدايتي آهي يعني استادن کي اهو چوندو ته ڇا ڪريو، پر اهو نه ته 'ڇو ڪريو؟' يا 'ڪيئن ڪريو؟'

5- استادن جي ڪارڪردگيءَ جي حساب لڳائڻ لاءِ ڪاپيون چيڪ ڪرڻ ۽ شاگردن کي پرکڻ وارن پراڻن طريقن تي عمل پيرا آهي.

6- مقامي حالتن يا استادن جي مشڪلاتن ڏانهن ڪو ڌيان نه ڏيندو آهي.

7- فقط پڙهائي يا تعليمي ڳالهين سان تعلق رکندو آهي ۽ ٻين ڪارڪردگين ۽ هم - نصابي سرگرمين کي نظر انداز ڪندو آهي. نتيجي ۾ اسڪول به اُهوئي ڪجهه ڪندا آهن.

8- وٽس تڪميل جي پوئواريءَ (Follow-up) جو ڪو پروگرام ڪونهي.

## ضميمو "ت" Appendix : C

پرائيمري، مڊل ۽ سيڪنڊري اسڪولن جي استادن جا نگراني ۽ ان جي عمل بابت رايا:

1- پرائيمري ايجوڪيشن جي سپروائيزرن جي نگرانيءَ جي حد بي اصولي ۽ گهٽ وڌ مقرر ڪئي وڃي ٿي. مثال طور: هڪ سپروائيزر کي 10 اسڪول ڏسڻا پون ٿا ته ٻئي کي 104، ساڳئي طرح هڪ سپروائيزر 44 استادن جي رهنمائي ڪري ٿو ته ٻيو 289 استادن جي.

2- هڪ سال دوران هڪ سپروائيزر کي گهڻا ڀيرا اسڪول جو دورو ڪرڻو آهي، اهو مقرر نه آهي. ڪي اسڪول بغير دوري جي رهجي وڃن ٿا جڏهن ته ڪجهه هر مهيني پيا ڏسجن.

3- سپروائيزرن کي بار بار اسڪولن جي دوري ڪرڻ ۽ استادن سان گڏجي ڪم ڪرڻ کان روڪڻ وارا عنصر هي آهن: آفيس جو ڀاري ڪم، سفر لاءِ ناڪافي خرچ جو مهيا هجڻ، صوبي جي اندرين علائقن ۾ رابطي جا مشڪل وسيلا، ۽ اسڪولن جو وڏو تعداد.

4- سپروائيزر اسڪول جي دوري ڪرڻ کان پهريان معمولي تياري ڪن ٿا. تنهن هوندي بہ ڪي اڳيون رپورٽون ڏسن ٿا، سليبس تي نظر وجهن ٿا، انهن شين جي چيڪ لسٽ ناهن ٺاهن ٿا جي ڏسيون آهن يا اهڙين ڳالهين کي ذهن ۾ رکن ٿا جن سبب استادن کي بدلي ڪرڻو آهي.

5- ڪلاس جو معائنو تيهن ڪان سٺ منٽن تائين هلندو آهي جنهن ۾ سپروائيزر استاد جي پڙهائي ڏسندو آهي يا ٽيسٽ وٺندو آهي يا ٻئي طريقا استعمال ڪندو آهي.

6- اڪثر سپروائيزر استادن سان الڳ الڳ گڏجاڻيون ڪندا آهن پر ڪلاسن ۾ زباني هدايتون ڏيڻ، استادن جي ڪمزورين جو اسٽاف جي گڏجاڻين ۾ ذڪر ڪرڻ/بحث ڪرڻ، انسپيڪشن بوڪ ۾ رايا يا چٺاءَ محفوظ ڪرڻ وارا استادن سان رابطي وارا طريقا گهڻ مشهور ناهن.

7- ٻي دوري تائين عام طور پوئواري کي مهمل ڪيو ويندو آهي. ان حالت ۾ جڏهن هدايتن تي عمل ڪونہ ڪيو ويندو آهي تہ متعلقہ استادن کي تنبيهہ ڪئي ويندي آهي يا چند ڪڏي ويندي آهي.

# باب پهريون

## تجرباتي مطالعن جي حوالي سان سماجي علمن ۾ تحقيق جا طريقا

## (Research Methodology in the Social Sciences with reference to the Experimental Studies)

ڪنهن به تحقيقي سرگرميءَ ۾ ڪوبه تجربيڪار محقق مسئلي واضح ڪرڻ، متعلقه تصورن ۽ متغيرات (Variables) جي چٽي ڪرڻ ۽ پرکڻ جهڙا مفروضا قائم ڪرڻ ڪانپوءِ جيڪو قدم کڻندو آهي سو تحقيق جي منصوبي ۽ ڍانچي کي هم - مرڪز بڻائڻ لاءِ ڪافي تحقيقي خاڪو جوڙڻ سان گڏ انگن اکرن گڏ ڪرڻ، تجزيي ڪرڻ ۽ خلاصي بڻائڻ لاءِ استعمال ۾ ايندڙ طريقن جي چوند جو آهي. **ڪرلنجر** ***(Kerlinger)*** مطابق تحقيقي خاڪي جي قائم ڪرڻ جا ٻه بنيادي مقصد آهن: "(i) تحقيقي سوالن جا جواب مهيا ڪرڻ، (ii) تغير (Variance) تي ضابطو." ( 20، ص 275)

ڪنهن به تحقيقي مطالعي جا ٽي رخ ليکيا ويندا آهن جيڪي **گيج** ***(Gage)*** مطابق هي آهن: "(i) اصلي ۽ ثبوت وارو هجڻ، (ii) باطريقي هجڻ (iii) منطقي هجڻ. [21]

تحقيق جو باطريقي هئڻ وارو رخ يا تحقيقي طريقو ۽ تجرباتي تحقيق جو طريقو اِهي هيٺ واضح ڪجن ٿا.

**تحقيقي طريقئہ ڪار (Research Methodology) :**

تحقيقي طريقئہ ڪار مان مراد مختلف محققن لاءِ مختلف ڳالهيون آهن. اهڙا بہ رايا هي آهن: هڪڙو گروهہ تحقيقي طريقئہ ڪار ۾ هر شيءِ يعني مسئلي چوندن ۽ واضح ڪرڻ کان وٺي ڊيٽا (انگن اکرن متعلق ڄاڻ) گڏ ڪرڻ، پرکڻ جهڙا مفروضا قائم ڪرڻ، انهن مفورضن کي پرکڻ لاءِ طريقا جوڙڻ، تجزيي ۽ ترجماني ذريعي مسئلو چوندڻ ۽ واضح ڪرڻ، نتيجا ۽ انومان ڪڍڻ کان وٺي تحقيقي مطالعي جي بنيادن تي ڪُلي نتيجو ڪڍڻ تائين، شامل ڪري ٿو. ٻيا مفڪر آهن جيڪي تحقيقي طريقي ڪار کي انگن اکرن گڏ ڪرڻ لاءِ طريقن ۽ تدبيرن ۽ تجزيي ڪرڻ لاءِ عملن ۽ اٽڪلن جي حد تائين سمجهن ٿا. ان خيال مطابق تحقيقي طريقي ڪار کي علم تحقيقي طريقن جو مطالعو سمجهيو ويندو آهي. تنهنڪري ريسرچ ميٿاڊالاجي (تحقيقي طريقئہ ڪار) اُنهن طريقن ۽ عملن گڏ ڪرڻ کي ليکيو ويندو آهي جيڪي ڪو محقق ڪنهن مسئلي جي سمجهڻ ۽ ان جي ممڪن حل لاءِ جانچ ۾ استعمال ڪندو آهي.

ڏنل مسئلي جي مطالعي لاءِ ڪهڙو طريقو يا حربو مناسب رهندو، تنهنجو دارو مدار ٻنهي يعني حل ٿيڻي مسئلي ۽ ان جي حل لاءِ موجود وسيلن تي آهي. (22، صہ 13-7)

تحقيق جون ڪيتريون ئي حڪمت عمليون يا قسم آهن جيئن تہ: جاچ واري تحقيق، تجرباتي اپياس يا مطالعا، سرزمين تي جائزا ۽ اڳ ٿيل تحقيق تي تحقيق.

محقق مختلف انواع جي تحقيقي طريقن، خاڪن، پيمائشن جي طريقن ۽ تجزيي جي حرفتن مان چوندڻ ڪرڻ ۾ منجهي سگهي ٿو. بهرحال محقق کي مناسب تحقيقي طريقہ ڪار لاءِ انهن مان اهي عناصر چونڊڻا پوندا جيڪي هڪ ٻئي سان نهڪي اچن. تحقيق جو مطالعو ان جي جاچ ۾ ڪتب آيل طريقئہ ڪار منجهان ئي سمجهي سگهجي ٿو. اهڙيءَ طرح تحقيق جي

مضمون جي معيار جو اندازو تحقيقي طريقن جي وسيع طريقن مان چونڊيل طريقن ذريعي ئي لڳائي سگهجي ٿو. تحقيق جي جائزي وٺڻ لاءِ ڪسوٽي ۾ هي ڳالهيون شامل آهن:

1- مفروضن کي ڪيئن ۽ ڇو ٺاهيو ويو؟

2- جن شين، ماڻهن يا ڳالهين جو مطالعو ڪرڻو آهي سي ڪيئن چونڊيون ويون آهن؟

3- ڪُلي نتيجن جي نوعيت. (23، ص 6-1161).

## تجرباتي مطالعن ۾ تحقيقي طريقهٔ ڪار

## (Research Methodology in Experimental Studies)

سماجي عملن ۾ تمام تحقيقن کي ٻن وڏن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي، يعني تجرباتي ۽ غير - تجرباتي. سماجي سائنس ۾ تحقيق جو هڪ وڏو حصو نوعيت جي لحاظ کان غير - تجرباتي هلندو آيو آهي ڇو ته اهڙي سماجي سائنسدانن جي روايت ۾ سماجي جاکوڙين لاءِ خاص تجربيگاهه واريون حالتون ناهڻ ڏکيو آهي جتي هڪڙن تغيرات جو حساب ڪتاب لڳائڻ ۽ منجهن فرق ڪرڻ ۽ عمل ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي ٿي جڏهن ته ٻين سڀ متغيرات کي ضابطي اندر رکيو وڃي ٿو.

پوءِ به هڪ سماجي جاکوڙي پنهنجي قاعدي جي نوعيت کان سماجي سائنس جي دائري اندر تجرباتي مطالعا ڪري سگهي ٿو.

تيڪنيڪ جي لحاظ کان "تجربو" تحقيق جو هڪ قسم پيش ڪري ٿو جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ تحقيق هيٺ عناصر جا ٻه گروپ ٺهن ٿا، يعني هڪ تجرباتي ٻيو ضابطي وارو. بهرحال ڪنهن مطالعي ۾ ٻن کان وڌيڪ گروپ به ٿي سگهن ٿا. (24، ص 414)

ڪنهن به تجربي جي بنيادي خصوصيت اها آهي ته "اهو ڏسجي ته آزاد يا سرگرم متغير جو انحصار ڪندڙ متغير تي اهڙن اندازن لڳائڻ جو ڪيتريقدر اثر آهي." وڌيڪ ته تجربو ڪندڙ بي - ترتيبي.(Randomization) جو اصول اپنائيندي پنهنجي تجربي هيٺ آندل عناصر کي، آزمائشي ڪوشش

تحت، پنهنجي بي ترتيب تجرباتي ۽ ضابطي وارن گروپن جي نتيجن کي جاچي. جيڪڏهن اهو ممڪن نه هجي ته هو گهٽ ۾ گهٽ اهو ته ڪري سگهي ٿو ته انهن گروپن کي بي ـ ترتيبرار (Randomly) عملي صورت ڏيڻ سان نتائج طرف وڌي.

جڏهن گروپن کي اُهي عناصر يا متغيرات بي تربيتي سان سونپيا ويندا ته اسين چئي سگهنداسين ته گروپ ۾ مدار رکندڙ متغيرات جي نسبت آزاد متغيرات سان لڳ ڀڳ برابر آهي، ۽ انهيءَ ڪري گروپن ۾ ڏنل ڪي به اختلافي مدار رکندڙ متغيرات مان حاصل ٿيل متغير جي نسبت، معاملي بعد ڏئي سگهجي ٿي. جنهنجو نتيجو آزاد متغير جو حساب لڳائڻ آهي.

تجرباتي اڀياسن ۾ جڏهن سڀني عناصر کي هڪ ڪان وڌيڪ آزمودا ڏنا وڃن ته پوءِ ملندڙ جلندڙ خاڪي جو استعمال مناسب رهندو.

اهڙا مسئلا جن جو اڀياس تجرباتي يا غير ـ تجرباتي طريقي سان ڪري سگهجي ٿو سي ڪجهه مثالن ذريعي سمجهايا وڃن ٿا. تجرباتي تحقيقي مسئلن جا به مثال سمجهاڻي طور هيٺ ڏجن ٿا:

1- اهو محقق جيڪو تعليمي نفسيات ۾ دلچسپي رکندڙ آهي سو اسڪول جي شاگردن تي 'ترغيب جي اثر' واري مشهور **هرلاڪ** جي اڀياس (25، صہ 59-145) جي نموني تي جاچ ڪندو.

2- جيڪو ماڻهو سماجيات جي ووٽ ڏيڻ واري 'رويي' ۾ دلچسپي رکندو هوندو سو **هارٽمن** ***(Hartmann)*** جي نموني جو اڀياس پاڪستاني مردن ۽ عورتن جي سوشلزم بابت ووٽ ڏيڻ جي رويي سان لاڳو 'جذبات' ۽ 'منطق' جي اثر جو اڀياس ڪرڻ چاهيندو.

ائين ئي غير تجرباتي تحقيقي مسئلن جي سلسلي ۾ سمجهاڻي طور هيٺيان به مثال پيش ڪجن ٿا:

3- جيڪو محقق شاديءَ جي نفسياتي پهلوءَ ۾ دلچسپيءَ رکندڙ هوندو سو جوڙي جي شاديءَ کان اڳ ۽ پوءِ وارن تعلقات جي اثر جي اڀياس ڪرڻ ۾ دلچسپي رکندو.

4- جيڪو محقق تعلقاتن جي جاچ وغيره ۾ دلچسپي رکندڙ هوندو، جيڪڏهن

کو هوندو ته، پن ماڻهن جي تعلقاتن ۾ جسم جي مختلف حصن ۽ دولت جي حيثيت وچ ۾ فرق معلوم ڪرڻ لاءِ هو عورتن جي پانهن جي اڳئين حصي يعني هٿ ۽ نوٽ وچ ۾ واي مفاصلي جي ماپ ۽ سندن مڙسن جي آمدني وچ ۾ نسبتي تعلقات جو اڀياس ڪندو.

انهن پنهي تجرباتي تحقيقي مسئلن جي مثالن مان مثال پهرين ۾ بي - ترتيبي ۾ گروپ جو خاڪو جڏهن ته بي - ترتيبي قالب وارو خاڪو ٻئي نمبر واري مثال جي مسئلي سمجهڻ لاءِ مناسب آهي.

**مثال پهريون:** هن تجربي ۾ "ترغيب" آزاد متغير ۽ "حاصليت" مدار رکندڙ متغير آهن. جيڪڏهن اسان کي چار هڪجيترا گروهه يا گروپ $X_1, X_2, X_3, X_4$ اهڙي نموني آهن جو انهن کي جاچ هيٺ وارا عناصر وانگار طور سونپيل آهن ۽ ورتاءَ جي حڪمت عملي اهڙي آهي جنهن ۾ $X_1$ گروپ وارن جي تعريف ٿئي، $X_2$ کي جهڙڪيو وڃي، $X_3$ کي نظر انداز ڪيو وڃي ۽ $X_4$ جا شاگرد ڪنٽرول گروپ جي حيثيت رکن ته اسين سندن حاصلاتن جو فرق هيٺئين ريت معلوم ڪري سگهون ٿا:

خاڪي جو مثال هيٺينءَ ريت هوندو.

$X_1$ ........ $X_2$ ........ $X_3$ ........ $X_4$

Y Measures پيمانا

هن تجربي جو خاڪو هيٺئين ريت هوندو:

R X ........................ Y (Experimental)

(X) ........................ Y (Control)

(One-way Analysis of Variance ANOVA)

(تجرباتي گروپ – منظم گروپ: بي ترتيب ڪنيل عناصر

هن خاڪي کي اختلافي مغيرات جو يڪ - طرفي تجزيي جو هڪ سادو خاڪو ليکي سگهجي ٿو.

**مثال ٻيو:** هتي $(A_1, A_2)$ حُجتون سرگرم متغير تحت ۽ $(B_1, B_2)$

’جنس‘ طور ورهايل متغيرات طور ڪم ڪن ٿيون. جيڪڏهن ماٺهن جا ٻه گروپ اتفاق طور ۽ ٻه گروپ عورتن جا اتفاق طور جوڙيا وڃن ۽ جيڪڏهن، ٻنهي گروپن جو ٻي ترتيبوار ورتاءَ جاچيو وڃي ته سندن ووٽ ڏيڻ جي رويي ۾ اختلاف ۾ مدار رکندڙ متغيرات جو مطالعو ڪري سگهجي ٿو.

**حجتون (Appeals)**

(A)

| | $A_1$ | $A_2$ |
|---|---|---|
| جنس (B) | $B_1$ $A_1B_1$ | $A_2B_1$ |
| | $B_2$ $A_1B_2$ | $A_2B_2$ |

(مٿيون خاڪو هڪ 2x2 جزن وارو يا ٻه - واٽو ANOVA وارو خاڪو آهي)

هي خاڪا نه رڳو تحقيقي سوالن جا جواب مهيا ڪن ٿا بلڪه اختلافن تي ڪنٽرول به رکن ٿا ۽ سماجي علمن ۾ اثرائتي نموني استعمال ڪري سگهجن ٿا.

# باب پيو

## آمريڪي تعليمي نظام جو پاڪستاني شاگردن جي تعليم ذاتهن روين تي اثر: هڪ تشخيصي مطالعو:

## The influence of the American system of Education on Pakistani students' Attitudes toward Education- An explorators study.

انسان جاتل سجاتل شين ڏانهن خيال ۽ رويا نا هيندا آهن ۽ اهي سندن سمجهه، سوچ ۽ احساس مطابق هوندا آهن. ڪنهن به فرد جا رويا ۽ خيال سندس اندرين توڙي ٻاهرين ماحول سان باهمي ڪيفيتن ۽ اثرن جو عمل هوندا آهن. رويو اڪثر سماجي اهميت جي سڃاڻپ واري شي ڏانهن اپاريندو آهي.

ڏنل مطالعي ۾ آمريڪي تعليمي نظام جي وائڪي تين سان پاڪستاني شاگردن جي تعليمي روين ۾ تبديلي مرڪوز آهي. پاڪستاني شاگردن جي تعليم ڏانهن روين جي نوعيت تي بحث ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

جڏهن پاڪستاني شاگرد آمريڪي جي گڏيل رياستن ۾ پهچن ٿا ته

أهي پاڻ سان اڳيئي اسڪولن ڪاليجن جي تجربن جي روشنيءَ ۾ اڳ جوڙيل ۽ گهڙيل رويا ۽ خيال کنيو اچن ٿا. ڪرلنجر (Kerlinger - 1958) (27) مطابق: "ماڻهن ۾ تعليمي قدرن ۾ بنيادي اختلاف رهن ٿا جي عام طور تي تعليم ڏانهن، 'پابندي واري' ، 'اجازت واري' ، 'روايت' ۽ 'ترقي پسند' نمونن سان مناسبت رکن ٿا." پاڪستاني شاگردن جو تعليمي نظام ڏانهن نفسياتي عالم ڏينهون ڏينهن پڌرو ٿيندو پيو وڃي جنهن ڪي نوعيت جي لحاظ کان معلمانہ طور پنهنجي نوعيت ۾ روايتي چئي سگهجي ٿو ۽ ڪين اڳ ۾ ئي روايتي طريقي واري رويي سان تعليم ڏانهن وٺيو پيو وڃين، خاص طور انهن معاملن ۾ جيڪي نصاب، ڪلاس جي ضابطي، سکڻ ـ سکارڻ جي مقصدن ۽ منزلن، جائزي وارن عملن، گڏيل تعليم، اسڪولن، استادن ۽ تعليم جي ڪارڪردگين سان وابستہ سماج جي اميدن سان تعلق رکندڙ آهن.

**مفروضو (Hypothesis) ۽ عمل جو طريقو (Procedure):**

پاڪستاني شاگردن جي روين ۽ انهن ۾ تبديليءَ کي ماپڻ لاءِ Education Scale - VII رڳو سمجهاڻي خاطر استعمال ڪيو ويو هو.

مسئلي جي بيان جي سلسلي ۾ جيڪا قياس آرائي ڪئي ويئي يا مفروضو قائم ڪيو ويو اُهو اِهو هو تہ جيترو آمريڪي تعليمي نظام پاڪستاني شاگردن آڏو پڌرو ٿيندو ويندو اوترو ئي سندن تعليم ڏانهن روين خاص طور 'ترقي پسند' خيال طرف تبديلي ٿيندي ويندي.

فقط موجوده مطالعي جي نقطي سمجهائڻ لاءِ Education Scale-VII پاڪستاني شاگردن جي ٽن گروپن کي نيويارڪ رياست ڏانهن موڪليو ويو. پهريون گروپ ٽن شاگردن تي مشتمل هو جيڪو متحده رياست ۾ ڇہ مهينا ترسيو. ٻئي گروپ ۾ ٻہ تي شاگرد هئا جيڪي متحده رياستن ۾ سال کان مٿي ترسيا ۽ ٽين گروپ ۾ ست شاگرد هئا جن جي ٽِڪڻ جو مدو ٽن سالن کان مٿي هو. اهو فرض ڪيو ويو تہ اهي گروپ پنهنجي رويي ۾ تبديليءَ جي واڌ ڏيکاريندا (جيڪڏهن ڪا هوندي تہ). اسان گروپ پهرين کان ٽين تائين آمريڪي تعليمي نظام جو اثر ڏسندا وياسين. ائين هر گروپ کي سندن

مطالعاتي دائري مطابطق اجا بہ وڏيڪ ورهايو ويو. اهڙي طرح ڪين ٻن درجن ۾ ورهايو ويو. E درجي ۾ أهي شاگرد هئا جن جي مُطالعي جو دائرو 'تعليم' هو ۽ باقي ٻين جن شاگردن جي مطالعي جو دائرو 'تعليم' کانسواءِ ڪو ٻيو هو أهي O درجي ۾ رکيا ويا.

ايجوڪيشن اسڪيل ستين جي وضاحت: ايجوڪيشن اسڪيل ستين ۾ ماڻهن جي اعتقادن، راين ۽ روين موجب تعليمي خيالن يا فڪرن ۽ مسئلن جا 30 بيان هئا، جن ۾ ***پروفيسر ڪرلنجر (F.N.Kerlinger)*** واڌارو آندو ۽ پوءِ ڊپارٽمينٽ آف ايجوڪيشنل سائڪالاجي اسڪول آف ايجوڪيشن، نيو يارڪ يونيورسٽي واڌارو آندو. هڪ جواب ڏيندڙ کي هر Item بابت هيٺينءَ طرح پڇيو ويو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| تمام گهڻو متفق | +3 | تمام گهڻو نامتفق | -3 |
| گهڻو متفق | +2 | گهڻو متفق | -3 |
| متفق | +1 | نا متفق | -1 |

جواب ڏيندڙ کي چيو ويو تہ احتياط سان تڪڙو هلي ۽ ڪنهن بہ هڪ بيان تي گهڻو وقت صرف نہ ڪري. ڪجهہ مثال طور بيان هيٺ ڏجن ٿا:

1- سکڻ، ڄاڻ جي مختلف ميدانن ۾ ڪنهن شخص جي جمع ٿيل ڄاڻ وڌائڻ جو هڪ لازمي سلسلئہ عمل آهي.

2- موجوده ڪلاسن ۾ جنهن شيءِ جي ضرورت آهي أها آهي استاد جي اختيار ۾ وري ساهہ ڦوڪڻ.

3- تعليم جي مقاصد کي ٻارن جي ضرورتن ۽ دلچسپين پٺاندڙ ۽ پڻ سماج جي ضرورتن مطابق هئڻ گهرجي.

4- اسان کي گهرجي تہ نصاب کي ٻار سان هم ـ ڪنار ڪريون ۽ نہ ڪ ٻار کي نصاب سان.

5- ٻارن کي معمول کان وڌيڪ نگراني ۽ تنظيم جي ضرورت آهي جا کين ملڻ کپي.

6- اسڪول کي گھرجي تہ ٻارن ۾ اعليٰ اخلاقي قدرن تي پاڙڻ جي تعليم ڏئي.

7- پبلڪ اسڪول جي سماجي تبديليءَ کي زور وٺرائڻ ۾ سرگرم حصو وٺڻ گھرجي.

پيماني (اسڪيل) ۾ بيانن کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي: هڪ **"روايتي"** تہ ٻيو **"ترقي پسند"**. اهڙيءَ طرح هر جواب ڏيندڙ ٻہ نمبر ڪٽي ٿو. هڪ روايتي بيان تي ۽ ٻيو ترقي پسند بيان تي. نمبر يا مارڪون ست – نقطي پيماني تي ڏنيون ويندیون آهن. جواب ڏيندڙ جنهن بيان آڏو 3+ لڳايو ان جا نمبر 7 ٿيندا ۽ 2+ لاءِ 6 نمبر ۽ 1+ لاءِ 5 نمبر ۽ 1- لاءِ 3 نمبر، 2- لاءِ 2 نمبر ۽ 3- لاءِ 1 نمبر ٿيندو ۽ ڪنهن بيان کي ڇڏي ڏيڻ تيٰ جواب ڏيندڙ جا 4 نمبر ڪاٽيا ويندا. ائين اهڙو جواب ڏيندڙ جيڪو بيان سان تمام گهٽي نموني متفق ٿيندو تہ کيس 7 نمبر ملندا ۽ جيڪو گھٽو نامتفق ٿيندو تہ ان کي 1 نمبر ملندو. ڪنهن بہ جواب ڏيندڙ جو اضافي مجموعو سندس خيالن ۽ رويٖن کي ترقي پسندانہ نموني ظاهر ڪندي جيڪي بيان ڏيندو تن تي ڏنل نمبرن يا مارڪن جو جوڙ هوندو. جڏهن تہ جواب ڏيندڙ جو 'روايتي مجموعو' انهن مارڪن يا نمبرن جو جوڙ هوندو جيڪو هن جي خيالن ۽ رويٖن کي روايتي نموني ظاهر ڪندي پيماني وارن جوابن ۽ مارڪن تي مشتمل هوندو. ڪنهن فرد جو رويو تڏهن ترقي پسندانہ ليکيوويندو جڏهن هن جو ترقي پسندانہ مجموعو روايتي مجموعي کان وڌيڪ هوندو ۽ ائين ئي روايتي مجموعو بہ ليکيو ويندو.

### ڪجھہ قياس آرائيون (Some Assumptions):

1- جواب ڏيندڙن مان جن تعليم بابت "ترقي پسندانہ" رويا رکيا انهن جا جواب تعليم جي ترقي پسندانہ سوچ سان موافقت وارا بيان ليکبا ۽ جڏهن تہ اُهي جن جا تعليم ڏانهن رويا روايتي هوندا سي تعليم جي "روايتي" سوچ سان نسبتاً وڌيڪ اتفاق ظاهر ڪندا.

2- رويا ۽ رايا ڪنهن بہ تهذيب اندر رهڻ سبب اختيار ٿيندا آهن ۽ تربيت ذريعي انهن ۾ تبديلي آڻي سگھجي ٿي.

3- پاڪستاني شاگردن جا تعليم ڏانهن عام طور نسبتاً وڌيڪ "روايتي" ۽ گهٽ "ترقي پسند" خيال ۽ رويا آهن.

**ڪجهه نتيجا (Some Findings):**

## جدول - I

گروپن/گروهن جا ترقي پسندانه ۽ روايتي رويا:

| | I | | II | | III | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| * رويا (Attitudes) / اڀياس جو دائرو (Field of study) | A | B | A | B | A | B |
| تعليم (E) | 43 | 81 | 52 | 76 | 74 | 59 |
| مشغولين جا ڪي به پيا ميدان (O) | 54 | 69 | 56 | 73 | 68 | 57 |

*A : "ترقي پسند" (Progressive)

B : "روايتي" (Traditional)

رڳو سمجهاڻيءَ ۽ طريقي ڪار، پيماني جا اسڪور يا نمبر يا مارڪون مفروضن ۾ تجويز ڪيل لاڙن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ آهن. تجزيو ظاهر ڪري ٿو ته 'تعليم' جي شاگردن گروپ -I ۾ ترقي پسند زورن ۽ خيالن ظاهر ڪرڻ وارن بيانن جي مجموعن جي سراسري گهٽ آهي پر انهن جا متوسط (Mean) ليڪا ساڳين ائٽمن ۾ گروپ II ۽ III جي ذريعي وڌي ويا. ان جي ابتڙ 'تعليم' جي شاگردن جي 'روايتي' روين ۽ خيالن کي ماپڻ وارن آئٽمن ماپڻ وارا ليڪا گروپ -I ۾ تمام وڌي ويا پر ساڳيا ئي گروپ II

۽ III ڏانهن وڃڻ سان گهٽجي ويا. ساڳيو ئي لاڙو تعليم کان هٽي پين ميدانن جي شاگردن ۾ هلايو ويو ته سندن ليکي موجب گروپ -I جي پيٽ ۾ ”روايتي“ روين ۽ خيالن جي ماپڻ وارن آئٽمن لاءِ گروپ -II ۾ ڪجهه قدر واڌ ڏسڻ ۾ آئي.

## رويي جي تبديلي: هڪ بحث
## :(The attitude change: A Discussion)

آمريڪا جو تعليمي نظام پاڪستاني شاگردن لاءِ هڪ نئين للڪار واري صورتحال مهيا ڪري ٿو. ڪين ڪلاس جي ڪمرن ۾ هڪ آزاد ۽ دوستانه ماحول ملي ٿو. جنهن ۾ گروهي بحث ۽ ڪني پڙهندڙن ۽ استادن سان رابطي ڪرڻ جا وڏا موقعا ملن ٿا. استادن جي پڙهائڻ، جائزي وٺڻ جي ٽيڪنيڪن ۽ مواد توڙي نصاب جي رٿابنديءَ ۽ مواد ۾ ڪين نسبتي لچڪ مهيا ٿئي ٿي. هو ڪلاس جي ڪمري ۾ ۽ ٻاهر نئين ۽ تازي جاڻ ترت حاصل ڪن ٿا جا سندن فڪرن، نظرين، اعتقادن ۽ خيالن لاءِ للڪار آهي ۽ هو پاڻ کي ڪئمپس اندر گروپن سان هِريل مِريل رکندا آهن ۽ گروپ سان وابستگيءَ ۽ شناخت ۾ تسڪين محسوس ڪندا آهن. سندن لاءِ شاگردن جو گروپ ضرورتن جي پورائيءَ جو وسيلو هوندو آهي ۽ سندن مقام ۽ سندن رخ ۽ رويي لاءِ گروپ جي منظوري جي گهرج هوندي آهي. هو پنهنجن پوين روين ۽ خيالن مٽائڻ لاءِ شاگرد گروپن کي حوالي طور سمجهندا آهن. ڪاليج ۾ نون آيلن شاگردن کان وٺي وڏن ڪلاسن تائين جي شاگردن ۾ روين جي تبديليءَ متعلق **نيوڪومب** *(Newcomb)* جي جاچ ظاهر ڪري ٿي ته شاگردن جي وڏي اڪثريت جن پنهجا رويا مٽايا ”انهن ۾ سندن ڪاليج ۾ رهڻ دوران پنهنجي پنهنجپائيءَ جي سوچ ۽ حاصليت ۽ مقام جي سوچ پيدا ڪرڻ لاءِ ڪاليج برادري ئي مؤثر هئي.“ (28)

پاڪستاني شاگرد جو هڪ مقصد، ڪاميابيءَ سان پنهنجو تعليمي پروگرام پورو ڪرڻ آهي جنهن ۾ سندس عام طور ذاتي آمادگيءَ جو وڏو دخل آهي. تنهن ڪري ئي سندس ڪارڪردگي منزل ڏانهن وٺي وينداڙ آهي ۽ ڪيس موٽ ۾ ڦل نظر اچي ٿو. بشرطيڪ هو ان سان يعني جيڪي ڪجهه

ڪيس سيڪاريو وجي ٿو تنهن سان پنهنجي رويي جي موافقت ڪري ڇو ته اهو ڪيس سندس منزل جي تمام ويجهو وني ويندڙ آهي.

اسڪول کان ٻاهر، پاڪستاني شاگرد عام تهذيب ۽ سماجي ماحول جو هڪ حصو آهي جنهن سان هو بين الاقوامي زندگيءَ جي تجربي جو اثر ڏي وني ٿو. اهڙو سلسلئہ عمل سندس روايتي، سماجي، ثقافتي ۽ سياسي ڏيک ۾ ترقي پسند تبديلي آڻي ٿو. زندگيءَ جي ڏيک ۾ عام تبديلي اچڻ سان ڪنهن جي روين، اعتقادن ۽ خيالن ۾ درجي بدرجي ۽ هورياں ڦيرو اچي ٿو. ائين پاڪستاني شاگرد جو تعليم ڏانهن روين ۽ خيالن جي نوعيت جي لحاظ کان روايتي هوندي به متوازن نظريي تحت تبديلي اچي ٿي. اُهو رويو جيڪو توازن جي نظريي مطابق هوندو "سو ٻين روين جي مجموعي سان غير متوازن حالت ۾ اهڙي طرف وڃڻ جو لاڙو رکندو جيڪو نظام کي متوازن بڻائيندڙ هوندو." (29)

**نتيجا (Conclusions):**

موجوده مطالعي ۾ پاڪستاني شاگردن اندر تعليم ڏانهن روين ۾ تبديليءَ جي معاملي ۾ ڪوشش ورتي ويئي آهي. ڪنهن به آخري ثبوت مهيا ڪرڻ کان هٽي ڪري موجوده اڀياس ۾ اهو تجويز ڪيو آهي ته آمريڪي تعليمي نظام جي ڪُلڻ سان پاڪستاني شاگردن جي روايتي روين ۽ خيالن ۾ تبديلي آئي آهي.

اهڙي قسم جي اڀياس جي ادب (Literature) اندر گهٽي تحقيق ڪئي ته ٿي ڏني وڃي. تنهن هوندي به اها اميد ڪئي پئي وڃي ته هي مطالعو روين جي ميدان ۾ ۽ روين جي تبديلي لاءِ ڪجهہ قدر دلچسپي پيدا ڪندو ۽ ان مطالعي سان مناسب ضابطا ۽ پرک کان اڳ ۾ ۽ پرک کانپوءِ جي روين جي پيماڻن جي اندازن لڳائڻ ۾ پڻ ڪجهہ دلچسپي وڌندي ۽ ائين ڪرڻ سان گهٽ ۾ گهٽ وڏي پيماني تي ثبوت فراهم ٿي سگهندا. نہ صرف ايترو پر پاڪستاني شاگردن ۾ ٻاهرين نظامِ تعليم ڏسڻ کان پوءِ تعليم طرف تبديليءَ جي رجحان متعلق ترتيبوار يا سلسليوار سائنسي ڪوشش جي اهميت جو دائرو پڻ واضح ٿي سگهندو.

# باب ٽيون

## تهذيب ۽ سماج جو هڪ ٻئي تي اثر
## (Interaction Between Culture and Society)

**تهذيب (Culture):**

تهـذيب، علم الانسـان (Anthropology) مطابق جيـئن **هونگمن** *(Honigmann)* وضاحت ڪئي آهي تہ، ”اُن جو تعلق بنيادي طرح روبي ۽ انساني هٿ جي ٺهيل شين سان آهي ۽ انساني زندگيءَ جيان عالمگير آهي.“ ان سوچ سان **هونگمن** ٽن سماجي معياري روين جو حوالو ڏئي ٿو جيڪي تهذيب ڪي ناهن ٿا: سرگرميون، خيال ۽ هٿ جو ڪم (دست ڪاري)، پهرين، ٻئي ٽئين نمبر تي سلسليوار تهذيبي حوالي سان اچن ٿا. گروهہ جي رڪن جي حيثيت سان فرد جون حاصل ڪيل جسماني سرگرميون، خيال وري سوچن ۽ محسوسات سبب ۽ انساني دستڪاري ماحول جي خصوصيتن سان پروان چڙهن ٿيون. (30، صہ 1012)

**هونگمن** مطابق تهذيب پنهنجي عام معنيٰ موجب واسطو رکي ٿي، ڪجهہ نمونن سان بشمول ادب سان لڳاءُ، موسيقي ۾ حصو وٺڻ، پينٽنگ (مصوري)، ڊرامن وغيره ۽ ڪيمونٽي ۾ انهن سرگرمين جي مدد ڪرڻ.

(30، صہ 10). سماجيٌ يا عام نقطہ نظر کان 'تهذيب' جي وصف بيان
کندي **ريوٽر** ***(Reuter)*** چوي ٿو تہ، "ان جو اصل انساني کوجنا ۽ ايجاد ۾
آهي. سندس اوسر جو طريقو ذخيرو آهي، سندسُ وسيلو رابطو آهي،
سندس مشينري پيروي ۽ سيکارڻ آهي، سندس فهرست رويي جا نمونا آهن
۽ سندس انتهائي نتيجا باهمي ايمان، اعتقاد ۽ عمل جا مجسما ۽
شخصيتون آهن." (31، صہ 123)

**ريڊفيلڊ** ***(Redfield)*** ڪلچر (تهذيب) بابت بيان ڪري ٿو تہ:

"فن ۽ هٿ جا هنر، جن جو مظهر رسمي سمجهاڻين ۽ فهمَ جي
مجموعن ۾ اهڙيءَ طرح نمودار هجي جو اهي رسم و رواج ذريعي ڪنهن
گروپ جي خصوصيتن کي قائم رکن." (32، صہ 50)

**همفري*(Humphery)*** وري **ايڊورڊ ٽيلر*(Edward Tylor)*** جي وصف
جي روشنيءَ ۾ تهذيب لاءِ چوي ٿو تہ، "سماج جي ميمبر جي حيثيت سان
ڪنهن ماڻهوءَ جي ڪم ڪرڻ جي طريقن ۽ انساني هٿ سان تيار ڪيل شين
مجموعي شڪل ۽ انهن کي هڪ نسل کان ٻئي نسل منتقل ڪرڻ ئي تهذيب
آهي." (31، صہ 6)

**سماج (Society):**

هڪ سماجي سائنسدان، ***(Biesanz and Biesanz)*** مطابق خيال
پيش ڪري ٿو تہ، "سماج ماڻهن جي گروه جي سماجي تعلقن واري تنظيم
آهي جنهن ۾ هو ساڳئي تهذيب ۽ ساڳئي شناخت ۾ حصيدار آهن. سماج
جون پاڙون سماجي باهمي عمل ۾ ڪتل هونديون آهن. ۽ ماڻهن توڙي گروه
جا هڪ ٻئي تي ٻڌل باهمي رهڻيءَ ڪهڻيءَ جا طور طريقا طئہ ٿيل هوندا
آهن." (33، صہ 88)

**مئسيور** ***(Maciver)*** ۽ **پيج** ***(Page)*** 'سماج' جي هن طرح وضاحت
ڪن ٿا: "ڪيترن ئي گروهن ۽ انهن جي حصن جي اختيار ۽ باهمي مدد جي
استعمال ۽ طريقن جي سرشتي ۽ انساني ڪارڪردگين ۽ آزادين ئي ضابطي
جي ورهاست. اهو سماجي تعلقن جو چار آهي ۽ اهو هميشہ بدلبو رهندو
آهي." (34، صہ 5)

**مطالعي تائين پهچ (Study Approach):**

هن عنوان جي مطالعي لاءِ انساني ۽ پڻ سماجي پهچ جو وسيلو هيٺ بيان ڪجي ٿو:

جڏهن اسين تهذيب جي ڳالهہ ڪندا آهيون تہ ان کي ڪنهن ماڻهو جي خاص گروهہ، ملڪ يا سماج سان تعلق پائيندا آهيون جا پنهنجي سماج سان تعلق جي لحاظ کان منفرد هوندي آهي ۽ جنهنجو بنياد سماج جي سماجي، اقتصادي نموني ۽ تاريخي توڙي جاگرافيائي پس منظر تي رکيل هوندو آهي. مثال طور، زرعي سماج ۾ جتي زراعت جو روايتي اوزار/وسيلو ڍڳن ذريعي هر ڪيڙڻ آهي. اهو ڏسو تہ اهو اوزار سماج جي تهذيب ناهڻ ۾ وڏي حد تائين هڪ وسيلو آهي ۽ ان سان جذباتي لڳاءُ ان جي نعم البدل استعمال ڪرڻ کي بلڪل ناپسنديدگي ۽ ناراضپي کي ظاهر ڪري ٿو، توڙي ڪٽي اهو نعم البدل هلائڻ ۾ سولو ۽ وڏيڪ لاڀ ڏيندڙ، گهٽ وقت، گهٽ محنت ۽ قوت طلب آهي.

تهذيب، هڪ ماڻهن جي اندروني طور مربوط انساني گروه جي شڪل آهي جا رسمن رواجن جي صورت ۾ پنهنجن ابن ڏاڏن کان ڪين ورثي طور ملندي اچي ۽ اها سالن بلڪہ ڪڏهن ڪڏهن تہ صدين تائين هلندي ايندي آهي. اهو ڪيئن ٿئي ٿو سو ان حقيقت مان محسوس ٿي سگهجي ٿو تہ رهڻي ڪهڻي جون مهارتون، ڪارڪردگين جا نمونا ۽ شخصيت جون خصوصيتون جي هڪ نسل کان ٻي نسل تائين تهذيب جي قدرن کي سانڍڻ واري موروثي لاڙي ذريعي منتقل ڪيون وينديون آهن. ... تهذيب جا ڪيئي عنصر جاري رهن ٿا ڇو جو ماڻهو روايتي نموني اهڙن ڪمن ڪرڻ ۾ سهوليت محسوس ڪندا آهن. (33، صہ 49)

سوسائٽيءَ جي تهذيب جون پاڙون نہ رڳو فردن جي سوچن ۽ خيالن ۾ ڪنٽرول هونديون آهن پر جذبات ۽ آرزوئن ۾ پڻ ڪنٽرول هونديون آهن. ماڻهن جي تهذيب سندن ڳالهائڻ جي انداز، لباس، کائڻ، سوچڻ ۽ ٻارن جي پرورش منجهان، پيٽ گذر ڪرڻ، يادگارن ناهڻ، رياست هلائڻ، جمالياتي سوچ جي تسڪين ماڻڻ، پوڄڻ، سياڳن رسمي موقعن کي ملهائڻ ۽ مُردن

ڪي دفنائڻ مان پڌري ٿيندي آهي. اڪثر طور تي سماج اهڙن قدرن کي بحال رکندوآهي ۽ دعويٰ ڪندو آهي جيڪي حاصل ڪرڻ جي لائق نه هوندا آهن پر شايد ڪڏهن به حاصل نه ڪيا ويندا آهن يا عمل ۾ نه آندا ويندا آهن.

جڏهن سماج پنهنجن اهڙن تهذيبي قدرن تي ناز ڪندو آهي جيڪي عمل ۾ آڻي نه ٿا سگهجن، اهائي صورتحال آهي جيڪا سماج کي وڏو نقصان پهچائيندي آهي. ڇاڪاڻ ته ماڻهو اُها دعويٰ ڪندا آهن جنهن تي عمل نه ڪندا آهن رڳو ان تي ڳالهائڻ ۾ تسڪين محسوس ڪندا آهن۽ پوءِ سندن تهذيب جي اعليٰ هئڻ جو ڪوڙو سڪٽو هٿ ڪين قومي توڙي انفرادي ڪردارجي بگڙندڙ صورتحال ڏانهن وٺي ويندو اٿن. جڏهن ماڻهن جا عمل سندن سوچن جو آئينو پيش ڪندا آهن، ته پوءِ ڪين هڪ حقيقي تسڪين محسوس ٿيندي آهي. تنهن ڪري تهذيب کي ماڻهن جي گروهي زندگيءَ ۾ تجربن جي هڪ عام جَڙَ سمجهيو ويندو آهي جنهن جي هر فرد ڪنهن حد تائين نمائش ڪندوآهي، دعوا ڪندو آهي ۽ پرچار ڪندو آهي.

سماج پنهنجن ميمبرن کي جيڪي ادبي، سائنسي، فني، سياسي ۽ اقتصادي ترقياتي، ۽ پڻ جسماني، ذهني، اخلاقي ۽ سماجي اوسر جا موقعا فراهم ڪندو آهي سي ڪافي حد تائين ان جي تهذيب اندر پروان چڙهندا آهن. وري افراد اُنهن موقعن مان ڪيتري حد تائين ۽ ڪهڙي نموني فائدا حاصل ڪن ٿا ان جو سچو دارومدار تهذيبي طور 'ڪرڻ' يا 'نه ڪرڻ' تي ٻڌل آهي. اهڙي ئي نموني اهڙو سماج جنهن ۾ مردن ۽ عورتن جو گڏجڻ، تهذيبي طور منع آهي سو سماج نه رڳو ڍلو هوندو بلڪ پٺتي پيل پڻ هوندو. ساڳئي ريت ٻار جا اهڙا سوال جيڪي قدرت جي رازن ۾ غور ڪرڻ وارا هجن سي تهذيب محدود ڪندي ۽ پابندي وجهندي ته ٻار جي پُڇ پڇ واري عادت چٽ ڪندي ۽ سندس ويچار ۽ غور و فڪر واري ۽ تخليقي خواهش کي تسڪين ملي نه سگهندي. اهو دٻاءُ وارو عمل ٻارن ۾ اهڙن روين ۽ هم ـ آهنگيءَ جي مسئلن کي جنم ڏيندو جيڪو اڳتي هلي آهستي آهستي غير هم ـ آهنگ سماج کي اپاريندو. اهو آسانيءَ سان سمجهي سگهجي ٿو ته ڪيئن نه سماج جي تهذيب ۾ ياڳي پائيواري فرد جي پوري ۽ مڪمل واڌاري ۾ تهذيب جون اجازتون ۽ رڪاوٽون اثر انداز ٿين ٿيون. سماج

جون اهڙيون اجازتون ۽ حد بنديون يا پابنديون سماج جي شڪل و صورت ۽ نوعيت تي دارومدار رکن ٿيون. اهڙا سماج جن جا رهڻ جا طريقا، دستور سادا رواجي ۽ رويا به سادا آهن سي جوڙجڪ ۽ نوعيت جي لحاظ کان نسبتاً سادا ٿين ٿا.

قاعدي موجب جيترو سماج پيچيده هوندو اوترو ئي سندس تهذيب پيچيده هوندي. سادي سماج ۾ فرد رهڻ ڪرڻ جي طريقن ۽ معاملن نپٽائڻ ۾ خوش هوندو. هو رهڻي ڪهڻي جي نين شين ۽ طريقن جي ڪوشش لاءِ ٿورو ڪجهه چاهيندو آهي. هو پنهنجي ۽ پنهنجي ابن ڏاڏن واري زندگي سان چهٽيل هوندو آهي. محدود سماجي جوڙجڪ سبب سندس ضرورتون محدود هونديون آهن. سندس گهرجون محدود ٿين ٿيون ڇو ته هو سوچيندو آهي ته انهن کي وڏائڻ سان هو تهذيبي روايتن ۽ سماجي رواجن جي ابتڙ ويندو، اهو سندس لاءِ برائيءَ يا ڏوهه کان گهٽ ناهي. ساري سماج جو ٻاهريون ڏيک سندس تهذيب مطابق هوندو آهي جيڪو رد عمل ۽ مزاج جي لحاظ کان وڏيڪ پيچيده سماج جي رد عمل ۽ مزاج کان بلڪل مختلف هوندو. "وڏي پيماني تي فرق رکندڙ سماج ۽ تمام سادي سماج جي طريقه گذر سفر ۽ سماجي وهنوار ۾ بظاهر وڏو فرق هوندو." (34، ص 620). سماج ۾ پيچيدگين پيدا ٿيڻ جا گهٽائي عنصر آهن، جيئن ته انفرادي دلچسپيون، سماجي جوڙجڪ جون وڌندڙ گهرجون، سماج جون روزبروز وڌندڙ ضرورتون، موجوده وسيلن جي واڌاري جا موقعا ۽ سماج جون علائقائي ۽ عالمي ذميداريون وغيره وغيره. حقيقت ۾ جيترو ڪو وڌيڪ پيچيده سماج آهي ته اوترو ئي اهو ترقي يافته آهي.

سماج جي واڌ ويجهه لاءِ اهو ضروري آهي ته ٻين تهذيبن جي خوبين کي قبولي، تبديليون اپنائي ۽ انهن کي پاڻ ۾ ضم ڪرڻ لاءِ مطابقت پيدا ڪري. ترقي پذير سماج کي گهرجي ته اُهو ڏسي ته آيا هُو ابترو لچڪدار آهي جو پاڻ کي تبديليءَ لاءِ امتيازي طور بلڪل کليل رکي ۽ ثقافتي رُڪاوٽن کان نمايان طور آزاد ٿئي، نه ته ٻي صورت ۾ ان جي تهذيب سخت ۽ ساڪت يا هڪ هنڌ بيٺل نظر ايندي. اهڙي تهذيب يا سماج جيڪو وقت سان آهستگيءَ ۽ بتدريج نه ٿو هلي سو پاڻ کي خودڪشيءَ واري پُڄاڻيءَ ڏانهن وٺيو پيو

وجي. اڪثر روايتي ۽ پراڻيون تهذيبون تبديليءَ جي معاملي ۾ تمام حساس هونديون آهن ۽ اُهي هميشه پاڻ کي ٻاهرين آلودگيءَ کان بچائڻ لاءِ ته متان پُري نه پئون جي مسلسل خوف هيٺ پنهنجي مٿان خول (غلاف) چاڙهيون ويٺيون هونديون آهن. تنهن هوندي به ”هر تهذيب کي تبديليءَ جي مسلسل عمل مان گذرڻو آهي. ٻيئنل سماج جيڪو ٿورو ڪِي گهٽو ٻاهرين سماج کان ڪٽيل رهي ٿو تنهنجي تبديليءَ جي شرح نهايت ئي سُست رهي ٿي اهڙيءَ طرح جو ڪوبه ملندڙ ڏهن يا ويهن سالن ڪانپوءِ اچي ته ائين پيائي جڻڪ وقت اُتيئي بيٺو آهي.“ (33، صه 45)

مٿين سٽن مان اهو نه پائنڻ گهرجي ته ڪو تهذيب کي پنهنجين خوبين جو انڪار آهي. اهو واجبي هوندو ته سماجيْ ۽ تهذيبي ورثو محفوظ ڪجي جو اهوئي ورثو آهي جيڪو هڪجهڙائي، پائداري، مقصد جي سوچ ۽ سچائي، ۽ سماج ۾ گروهي زندگي جو احساس بخشي ٿو. اهو فقط تڏهن ٿئي ٿو جڏهن اهو ورثو سماج جي هر لحاظ کان واڌاري ۾ رڪاوٽ وجهي ٿو ۽ اهڙي صورت حال پوري سماج لاءِ نقصانڪار ثابت ٿئي ٿو.

# باب چوٿون

## ٽئين دنيا ۾ تعليم
## (Education in the Third world)

تعليم ترقي پذير ملڪن لاءِ نہ رڳو اهم آهي پر اها ضرورت بڻجي چڪي آهي، جيئن چوندا آهن تہ 'ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي' . نوان فڪر ۽ حڪمت عمليون جيڪي عام ڪان مختلف آهن سي متعارف ۽ لاڳو ڪرڻ ۾ پنهنجي ڪرتا پوندا تہ جيئن ٽئين دنيا ۾ تعليم ۾ تڪڙي واڌ ۽ ترقي آندي وڃي. اهڙو نئين سر جوڙيل نظام جيڪو دنيا جي تعاون ۽ ڪوشش سان منسلڪ هجي تنهن کان سواءِ ڪابہ شيءِ انهن قومن کي تعليمي تباهي ۽ خاتمي کان بچائي ڪونہ سگهندي.

### سماج ۽ تعليم (Society and Education):

اجڪلهہ ترقي پذير ملڪن ۾ سماج بُڏتر جي حالت ۾ آهي ۽ مونجهاري جي چار ۾ اهڙي طرح وڪوڙيل آهي جو اهي ملڪ اهو فيصلو ڪري نٿا سگهن تہ آيا هو:

(i) پراڻي، روايتي ۽ قدامت پسند رهڻي ڪهڻي، سوچڻ ۽ رويڻ کي آزاد ۽ ترقي پسند زندگي، جديد سوچڻ ۽ رويڻ ۾ بدلائين يا نه؟

(ii) نون ۽ پراڻن طريقن ۾ برابري ڪن يا نه؟

(iii) روايتي قدرن جي غلبي سان جيئڻ آهي اُهڙي ئي حالت ۾ رهن يا نه؟

ٽئين دنيا ۾ تعليم کي جمود ۽ بيحاليءَ جي پراڻيءَ حالت مان اجا به نڪرڻو آهي ۽ جديد دور جي تقاضائن کي مڙسيءَ سان منهن ڏيڻو آهي ۽ نوجوانن کي ايڪويهين صديءَ لاءِ تيار ڪرڻ واسطي پنهنجي لاءِ منزلون ۽ مرادون طئه ڪرڻيون آهن.

جڏهن ته دنيا سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي سرحدن کي ڇُهيو ويئي آهي، ايٽمي طاقت تي ڪنٽرول ڪيو ويئي آهي ۽ ٻاهرين خلا کي فتح ڪيو ويئي آهي پر ٽئين دنيا جو عام ماڻهو اڃان تائين ماڻهوءَ جي چنڊ تي لهڻ جي حقيقت ۾ شڪيو وينو آهي ته، "ماڻهو چنڊ تي ڪيئن لهي سگهي ٿو؟" اُهي چون ٿا ته، "اهڙي طرح سان سوچڻ به گناه آهي!" اهو واضح طور سان تعليم ۽ سائنسي رويي جي گهٽتائي ڏيکاري ٿو. اهو وڻ درست آهي ته 'جيڪڏهن پئسو ويو ته خير آهي پر جي تعليم وئي ته هڙ ئي وئي.'

**مسئلا ۽ معاملا (Problems & Issues):**

1- ترقي پذير دنيا جي تقريباً سمورن ملڪن پنهنجي تعليمي پاليسيءَ جي دستاويزن، پنج - ساله منصوبن يا ساليانه ترقياتي پروگرامن ۾ تعليمي رُخ بيان ڪندي، پنهنجي پنهنجي تعليمي مقدار توڙي معيار جي وڌاءَ ۽ پورائيءَ لاءِ پنهنجا هدف ٻڌايا آهن. پنهنجي آزاديءَ کان وٺي اينترن سالن ۾ ڇا ڪيو اٿائون؟ ترقي پذير ملڪ آزاديءَ کان پوءِ به ٻڌنڪُن وارن طور طريقن، بناوٽن ۽ روايتن کي ختم ڪرڻ ۽ آزاديءَ کان اڳ واري قومي ضرورتن ۽ گهُرجن وارو ديسي نظام متعارف ڪرائڻ ۾ ناڪام ويا آهن.

2- هڪ ٻن ملڪن کي ڇڏي گهڻن ترقي پذير ملڪن پرائيمري تعليم کي عام ڪرڻ ۾ ناڪام وڃڻ جو رڪارڊ قائم ڪيو آهي.

3- ٽئين دنيا ۾ شايد ئي ڪو ملڪ هوندو جيڪو پنهنجي بجيٽ مانUNESCO جي سفارش مطابق ڇهن کان پنج سيڪڙو تعليم تي خرچ ڪندو هوندو.

4- ڪيترن ئي ترقي پذير ملڪن جي تعليمي نظام ۾ قابليت جي کوٽ ۽ اُجاڙ جي موجود هجڻ سبب تعليمي بيچيني ۾ اضافو ٿيو آهي.

5- ٽئين دنيا جي تعليمي منظر تان شاگردن ۾ نظم و ضبط (Discipline) علي الاعلان غائب آهي.

6- تعليمي سرشتي جي تنظيم ۾ اجان گهڻي ڪسر رهيل آهي.

7- ڪيترن ئي ترقي پذير ملڪن ۾ تعليم جو معيار ويتر خراب ٿي چڪو آهي ايستائين جو انهن جي شاگردن ۾ ترقيءَ ۽ بهتري اچڻ ۾ وڏو شڪ آهي. اِهي خاميون سليبس جي ڪوتاهين، ۽ نصاب جي خامين، امتحاني سرشتي ۽ استادن جي تياريءَ جي ڪميءَ جي بدولت نروار ٿيون آهن.

8- جڏهن تہ عوامي حلقن ۾ تعليمي ادارا ماڻهن جي آرزوئن اميدن تي پورا ڪين لٿا آهن. هڪ طرف تعليم جو گهٽ معيار اٿن تہ وري ٻئي طرف خانگي ادارن ۾ داخلا جي ڏکين گهرجن، وڏين فين، استادن جي معيار، بهتر سهولتن ۽ بهتر تعليمي ضابطي سان پنهنجي اعليٰ اوصافن واري معيار جو مظاهرو ڪيو آهي.

9- ترقي پذير (اُسرندڙ) ملڪن ۾ تعليم ماڻهن جي سماجي، اقتصادي ۽ ثقافتي ضرورتن سان منسلڪ نہ رهي آهي. تعليمي ادارن مان گريجوئيٽ ڪيل پاڻ کي ڌاريو ۽ ڌرتيءَ توڙي سماج کان الڳ محسوس ڪن ٿا.

10- ٽئين دنيا جي ماڻهن جي اڪثريت وقت کان گهٽ ۾ گهٽ هڪ صدي پٺتي پيل آهي. سندن هنر، اوزار، هٿ جو ڪم ۽ ڪم جا طريقا، سڀ جا سڀ ختم ٿيل آهن ۽ دائمي برو حال ۽ اياڻپ اٿن. اُهي اجوڪي دور جي سائنسي ٽيڪنيڪي ترقيءَ کان گهڻو پري آهن.

اها آهي ٽئين دنيا ۾ تعليم جي حالتِ زار جا ڪنهن اثرائتي جوڙجڪ جي اپاءَ ڳولڻ جي ضرورت جي گهر ڪري ٿي تہ جيئن انهن ملڪن ۾ تعليم نظام اندر جاڻ پرائڻ کي متحرڪ ڪرڻ سان گڏوگڏ تعليمي ميدان ۾ قدم سان ملائي هلائي ۽ پڻ اهو تصور بہ وڌائي ويجهائي تہ 'ڪير؟' ۽ 'ڪيئن ڪري؟' ۽ اهڙا ئي ٻيا وڏا سوال اٿاري.

# باب پهريون

## سائنسي ذهن رکندڙ نوجوانن جي چونڊ ۽ تربيت

پاڪستان کي تمام جهجها قدرتي وسائل ۽ تمام گهڻي قوت افراد آهي. وسائل ۽ قوت افراد جي ڪافي انداز ۾ ۽ صحيح نموني ڪتب آڻڻ سان ئي قومي ترقي طرف قدم رکي سگهجي ٿو. جنهن شيءِ جي ضرورت آهي سا آهي اهڙن ماڻهن کي ڳولهي لهڻ ۽ تربيت ڏيڻ جن ۾ مستقبل جي ٽيڪنيڪي ماهرين ۽ سائنسدانن جو وجود آهي.

مشاهدو اهو ڪيو ويو آهي ته اسانجي اسڪولن ۽ ڪاليجن اهو تاثر ڏنو آهي ته اهڙن ادارن ذهين نوجوانن کي ملڪي ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ همٿائڻ ۽ زور ونرائڻ ۾ ڪا سنجيده ڪوشش ئي ڪونه ورتي آهي. ذهين شاگردن کي جيڪڏهن صحيح معنيٰ ۾ اپاريو ۽ اُڪسايو وڃي ۽ کين ترقيءَ جا مناسب موقعا فراهم ڪيا وڃن ته اُهي هڪ زبردست طاقت بڻجي ملڪ کي ترقي جي راهه تي گامزن ڪري سگهن ٿا. وڏو اهم ڪم اهڙن ذهنن کي ڳولهڻ ۽ کين ترغيب ڏيڻ آهي. قومي تعليمي ڪميشن جي دعويٰ آهي ته "اهڙن ماڻهن کي ڳولهڻ ۽ تربيت ڏيڻ ۾ ناڪام وڃڻ نه رڳو مادي ترقيءَ کي ڌڪ آهي پر شايد قومي جياپي کي پڻ." (35، صـ 246). اُها ان

معاملي ۾ تڪڙ ڪرڻ تي زور ڏئي ٿي ۽ سفارش ڪري ٿي ته. ".... اُهي جيڪي اعليٰ ذهن رکندڙ آهن تن کي ضرور ڳولهيو وڃي ۽ ڪين سندن صلاحيتن جي وڌ ۾ وڌ حدن تائين تعليم ڏني وڃي." (35، صہ 246)

وري سوال اهو ٿو اڀري ته سائنسي ذهن رکندڙ افراد کي ڪٿي ڳولهيو وڃي. سيڪنڊري اسڪول ئي صحيح جڳهه آهي جتان آئينده جي سائنسدانن کي ڳولهي ۽ سڃاڻي سگهجي ٿو. پرائيمري ۽ مڊل اسڪول جينوٽيڪ اميد افزا شاگردن بابت اعتبار جوڳا انگ اکر ڪونه ٿا ڏئي سگهن ته به سائنسي ذهن رکندڙ شاگردن بابت ڪو نشان پتو ضرور ڏيئي سگهن ٿا، (35، صہ 17-116) بهرحال اها خبر پيئي ته ان سطح تي مستقبل جي سائنسدانن جي ڳولا ويجهي مشاهدي ۽ ڪيترن ئي اظهارن تان پردو کڻندي جيڪا سائنسي ذهن رکندڙ نوجوانن جي سرگرمين، روين ۽ دلچسپين جو مڪمل رڪارڊ مهيا ڪندي.

پرائيمري سطح تي ٻارن ۾، جو ڪجهه قدرت ۾ ڏسندا آهن، تنهن جي باري ۾ حيرانگي يا تجسس جو قدرتي رجحان ظاهر ڪندا آهن. جڏهن هو 'ڇا'، 'ڇو' ۽ 'ڪيئن' بابت ڄاڻڻ جي ضرورت محسوس ڪندا آهن ته پوءِ اُهي سوال ڪندا آهن. سندن پيءُ ماءُ اڪثر اينترو ته مشغول هوندا آهن جو ٻارن کي سندن سوالن جا مڪمل جواب ڪونه ملندا آهن تنهنڪري جڏهن هو پنهنجي استاد کان سوال پڇن ته اُستاد کي ڏسڻ گهرجي ته متعلقه، صاف ۽ دوستانه نموني گفتگو ٿي رهي آهي يا نه.

پرائيمري ۽ مڊل سطح تي استاد کي گهرجي ته هو شاگردن جي شوق ۽ سرگرمين ذريعي سندن سائنسي ميدان ڏانهن رويي ۽ ڪارڪردگين جو اندازو لڳائي، خاص طور تي جڏهن شاگردن ۾ جاکوڙ ۽ تشخيص واري صورتحال پيدا ٿئي. ٻوٽا ڪيئن وڌن ٿا؟ ٻيڙا ٻڏن ڇو نه ٿا؟ مينهن ڪيئن وسندو آهي؟ انڊلٺ ڪيئن ٺهندي آهي؟ ٽيليفون ڪيئن ڪم ڪندي آهي؟ ٽيڪنالاجي ڇا آهي؟ آلو رومال هوا ۾ ڪيئن ۽ ڇو سُڪندو آهي؟ بم ڇا آهي؟ دروازي واري گهنٽي ڪيئن وڄندي آهي؟ ٽوٻو جهاز (آبدوز) ڇا آهن؟ گاج ۽ وڄ ڪيئن ٿيندا آهن؟ اسين ساهه ڪيئن کڻندا آهيون؟ آنن ڦوٽڻ سان بچا ڪيئن نڪرندا آهن؟ موسمون ڪيئن بدلبيون آهن؟ استاد کي گهرجي

ته هو شاگردن جي اهڙن سوالن ۽ دريافتن ۽ پڻ انهن جي ردِ عمل جو جائزو وني ۽ ڪين سندن چوڌاريءَ جي ماحول سان تعلق رکندڙ دلچسپيءَ جي تشخيصي مسئلن جي سمجهڻ ۾ همت افزائي ڪري.

جيڪڏهن ان موڙ تي سائنسي طريقو اپنائيندي مسئلن جي حل ۾ شاگردن جي مدد ڪبي ته هو ويجهي مشاهدي ڪرڻ، خود تشخيص ۽ پاڻ تي منطقي تنقيد ڪرڻ جي عادت ڏانهن لاڙو رکندي آزادانه سوچ وڏائڻ طرف مائل ٿيندا ويندا.•(35، ص 81)

ٻار انهن سطحن تي جو ڪجهه پنهنجي اردگرد بالترتيب ۽ منظم نموني ٿيندي ڏسن ٿا تن جي صحيح سبب ڳولهي لهڻ ۾ شاگردن جي مدد ڪئي وڃي ته جيئن هو "پروڙ ۾ حساس سُجاڳي ۽ بصيرت" حاصل ڪن ۽ سندن لاءِ ڪليل ٻين ميدانن جي مقابلي ۾ اهڙي جاچ ڪي استعمال ڪرڻ جي اهميت جو ادراڪ ڪري سگهن ۽ سندن روين ۽ دلچسپين ۾ اضافو ڪري سگهجي. (36، ص 24) مدل ۽ سيڪنڊري سطحن جي اهميت تي بحث ڪندي سيڪنڊري تعليم جي نصابي ڪميٽي ان ڳالهه جي پنيرائي ڪئي آهي ته "انهن سطحن تي ٻارن جي سرگرمين جو رخ اهڙي تشخيص طرف موڙيو وڃي خبر پوي ته جيئن ٻارن جا خاص رجحان يا لاڙا ۽ دلچسپيون ڪهڙيون آهن ته جيئن ڪين مستقبل لاءِ مناسب پيشن جي ڪورسن جي چونڊڻ لائق بنائي سگهجي." (37، ص 24)

جيئن اڳ ۾ نشاندهي ڪئي وئي آهي ته سيڪنڊري سطح ئي اهڙي مناسب آهي جنتي مستقبل جا سائنسدان حقيقتاً ڳولهي سگهجن ٿا ڇو ته ان عمر ۾ "ٻار جا خاص رجحان ۽ دلچسپيون ڪافي پختيون ٿي چڪيون هونديون آهن ۽ هو پنهنجي رغبت موجب مطالعي جا ڪورس چونڊي سگهندا آهن. اها ئي اُها سطح آهي جنتي ٻار ڪن خاص قسم جي ذهني ۽ جسماني ڪمن جي پسند ۽ ناپسند ڪرڻ جي مرحلي مان گذري ٿو." (37، ص 24)

سيڪنڊري سطح تي جنتي مطالعي جي ڪنهن خاص مضمون ۾ اسپيشلائيزيشن (خاص مهارت) جو سوال شروع ٿئي ٿو اُتي چونڊ جا سٺا طور طريقا جوڙيا وڃن ته جيئن.اها پڪ ٿئي ته جيڪي شاگرد ڪنهن خاص

ڪورس جي مضمونن ۾ خصوصي دلچسپي رکن ٿا ۽ منجهن گهربل صلاحيت به آهي ته پوءِ کين ان ڪورس ۾ داخلا به ڏني وڃي.

چونڊ جي سٽن سلسلن ۾ بامقصد معروضيتي ۽ درجه بنديءَ واريون عام معياري آزمائشون ۽ خاص رغبت واريون آزمائشون شامل هئڻ گهرجن. جامع معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ شاگردن جي واقعاتي (Annedotal) (38، صه صه 31-324) ۽ مجموعي (Comulative) رڪارڊ (39، صه صه 89-584) سميت ذهانت ۽ زغبت جون آزمائشون ورتيون وڃن. ائين ئي آئينده جي قابل سائنسدانن جي چونڊ ۾ مدد ملندي. ان سان گڏوگڏ شاگردن جا انٽرويو ورتا وڃن ته جيئن سندن شخصيت جي اهڙن لڪل رُخن جن جو سندن شخصيتن تي اثر پوي سي پڻ ظاهر ٿين.

سائنس ۾ دلچسپي رکندڙ شاگردن جي سڃاڻ ۽ چونڊ کان پوءِ اهڙن اوقات، فهرست ۽ پروگرامن کي مرتب ڪرڻ گهرجي جيڪي انهن جي ذهن کي جهنجهوڙين ۽ مقابلن ۽ چٽاپيٽين لاءِ اُڀارين.

اڄ تائين اسانجي اسڪولن ۾ ذهين ۽ ذات ڏنل شاگردن لاءِ ماهرين، تجربي - گاهه جي آلاتن ۽ ساز و سامان، مناسب مطالعاتي موادن ۽ حوالي وارن ڪتابن جي لحاظ کان ڪوخاص انتظام ڪونه ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ نصابن جوڙڻ مهل سراسري (وچولي) ٻار جي ضرورتن کي مد نظر رکيو ويو آهي جيئنو ٽيڪ هر ڪلاس ۾ ڪجهه عنوان اهڙا آهن جيڪي ذهين ٻارن جي مطلب جا آهن. اهڙين مشڪلاتن کي سيڪنڊري تعليم جي نصابي ڪميٽيءَ جي رپورٽ ۾ محسوس ڪيو ويو آهي: ”تنهن ڪري نصابي ڪميٽيءَ کي هوشيار ٻارن لاءِ ڪجهه حصو رکڻ جو خيال ڪرڻ سان گڏ انهن نصابي فهرستن اندر وچولي ٻار لاءِ گهٽو ڪجهه رکڻ تي اتفاق ڪيو. جڏهن ملڪ جون حالتون استادن، ڪلاس جي ڪمرن ۽ گهربل سامان لاءِ گنجائش موافق بڻجڻ ته پوءِ مختلف اهليتن جي ٻارن لاءِ هڪ ئي وقت تي مختلف نصابي فهرستن جو تعارف ڪرايو وڃي.“ (37، صه 91)

ڪجهه وقت تائين ته اها تڪليف رهندي پر قوي اميد رکجي ٿي ته قومي تعليمي ڪميشن جي سفارشن کي لاڳو ڪرڻ سان ان مشڪل تي ڪافي حد تائين ٿوري وقت اندر غالب اچي وڃبو.

سائنسي ذات مليل شاگردن جي سڌاري لاءِ هيٺ ڪجهہ وسيلا ۽ واٽون ڏسجن ٿيون تہ جيئن انهن جا ذهن ۽ توانائيون بنا ڪنهن وڏيڪ وقت ضايع ڪرڻ جي صحيح رُخ ۾ وڌائي سگهجن.

ڪجهہ وقت لاءِ سائنسي ذهن رکندڙ شاگردن کي سراسري پارن وارو سليبس پڙهڻ ۽ عام امتحانن لاءِ تياري ڪرڻي پوندي پوءِ جڏهن حالتون اجازت ڏين تہ پوءِ انهن جي ذهن کي وڌائڻ لاءِ الڳ سليبس ۽ ڀرپور ۽ اهم سائنسي پروگرامن لاءِ اسڪول قائم ڪيا ويندا جيڪي تعليمي اختياريءَ وارن ڪان قبول ڪرايل پنهنجا الڳ امتحان وٺندا. پوءِ بہ في الحال سائنسي ذهن رکڻ وارن شاگردن کي ٻنڌن فري پريڊس ۾ اسڪول ڪانپوءِ ليبارٽري يا لائبرري استعمال ڪرڻ جي سهوليت هئڻ گهرجي. اهڙن قابل ۽ چڱيون سندون رکندڙ استادن جيڪي سائنسي کوجنا ۽ جاکوڙ ۾ رهنمائيءَ جي فن کي ڄاڻندڙ هجن سي پاڻ سان چند سائنسي ذات ڏنل شاگرد ڪم لاءِ ڪڻن. اهي استاد هڪ لائق رهنما ۽ صلاحڪار جي حيثيت ۾ ڪم ڪن ۽ شاگردن جي سوالن جا ٺهيا ٺڪيا جواب نہ ڏين.

سائنسي ذات ڏنل شاگردن جون اهڙيون سرگرميون هفتي جي پڇاڙيءَ، موڪلن، ايستائين جو سياري اونهاري جي موڪلن ۾ بہ جاري رکڻ کپن. ذهين شاگرد تعليمي سير ڪن، اعليٰ سائنسدانن جا ليڪچر ۽ بحث ٻُڌن، سائنٽيفڪ عنوانن تي سيمينارن ۾ شرڪت ڪن ۽ پاڻ بہ انهن جو اهتمام ڪن. صوبائي ۽ قومي سائنسي ميلن ۾ پڻ ڀرپور حصو وٺن. موڪلن جي دوران اُهي ڪنهن بہ وڏي سائنسي اپياس جي پروگرام کي پڻ هلائي سگهن ٿا، جنهن ۾ هو ليبارٽريءَ اندر پنهنجي ئي سماجي قدرن جي سائنسي منصوبي جي رٿابندي ڪن، ان لاءِ ڪم ڪن ۽ انهن جي مسئلن کي پنهنجي خود رهنمائيءَ ۽ دريافت واري اپياس ذريعي حل ڪن.

مسئلن کي سائنسي طريقي سان حل ڪرڻ تي ڪافي زور ڏنو وڃي. تنهن هوندي بہ ان ڳالهہ جي وري بہ نشاندهي ڪئي پئي وڃي تہ سائنسي طريقن کي رڳو عام رواجي عمل جي طريقن طور ڪتب نہ آندو وڃي. اها سائنسي طاقت (روُح) ئي آهي جيڪا سائنسي طريقي کي بامقصد ۽ ڪارائتو بڻائي ٿي. هينيون برنيٽ **(Burnett)** پاران ڄاڻايل سائنسي

اهليتون، پروڙون ۽ هنر، شاگرد مرڪوز سائنس پڑهائڻ جو بهترين مظاهرو ڪن ٿيون ۽ انهن ڪي سائنسي طريقي سان سائنسي روح مطابق لاڳو ڪري ئي شاگردن ۾ ترقي آڻي سگهجي ٿي:

1- حقيقي زندگيءَ جي صورتحال ۾ ئي منجهيل مسئلن جي نمونن کي ڳولهي لهڻ ۽ وضاحت ڪرڻ جي اهليت.

2- مسئلن جي خاڪي ناهڻ جي اهليت تہ جيئن انهن جو تجزيو ڪري سگهجي ۽ مٿن منطقي سلسليوار اُپائن ذريعي چِٽي تنقيد ڪري سگهجي.

3- حوالن منجهان متعلقہ ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ معتبر يا غير - معتبر معلومات ۾ فرق ڪرڻ جي اهليت. ان ۾ ڪنهن بہ مضمون يا شعبي ۾ اختيار جي سڃاڻ ۽ سائنس ۾ ان اختيار جي حيثيت پڻ شامل آهي.

4- سائنس کي بحيثيت هڪ رسمي تحقيق جي طريقي سان سندس وڏنڌڙ شناخت ۽ فهم ڏيڻ جنهن ۾ ان جي قوت، اهميت ۽ پڻ محدوديت سان ڪيس سماجي و اقتصادي معاملن ۾ استعمال ڪري سگهجي.

5- گروپ جي معتبري ۽ پڻ مسئلن تي ذاتي انفرادي بوڇاڙ ڪرڻ ذريعي انهن جي جمهوريت توڙي سائنس لاءِ آزاديءَ جي عام ضرورتن جي شناخت ڪرڻ.

6- هنن اهليتن ۾ اضافو ڪرڻ: رابطي ۽ معلومات ڏيڻ وٺڻ جو فن، سوچ سمجهہ سان پڑهڻ، تنقيدي سماعت، اثرائتو ڳالهائڻ ۽ لکڻ ۽ گروهي بحث ۾ اثرائتي شموليت.

7- جمهوري توڙي سائنسي قدرتن واري نظام اندر رهندي موجود حقائق سان مطابقت ۽ عمل ڪرڻ جو رجحان وڌائڻ.

***پال ايف برانڊوين*** ***(Paul F. Brandwein)*** سائنسي-ذات ڏنل شاگردن کي ڳولهي لهڻ ۽ پرورش ڪرڻ لاءِ روشن ۽ قيمتي پروگرام ڏنو آهي **جيڪو نيو يارڪ جي فاريسٽ هلس هاءِ اسڪول** ۾ ڪاميابيءَ سان هلي رهيو آهي. ان پروگرام ۾ سائنسي ذهن رکندڙ شاگردن کي سندن انفرادي دلچسپي ۽ رجحانن مطابق مختلف انواع جا موقعا ۽ تجربا ڏنا ويندا آهن. شروعاتي طور شاگردن کي هي موقعا ڏنا ويندا آهن:

1- هاءِ اسڪول سطح تي ڪنهن اصلي تحقيقي ڪم ۾ ڪين مصروف رکيو وڃي ٿو. هر شاگرد استاد جي قريب ترين رهنمائي ۾ مشاهدي هيٺ رهي ٿو.

2- هر قسم جي ليباريٽري سامان کي ترتيبُ ڏيڻ ۽ ماهرانه استعمال سکڻ جيئن ته تجزياتي ساهمي (تارازي)، خوردبيني، بجليءَ جو تنور يا پچائڻ وارو خودڪار ٿانو وغيره.

3- ليباريٽريءَ جون حرفتون سکڻ جيئن ته تاريخي بيڪٽيريا جي سجاڻڻ واريون، تجزياتي ڪيميا جون حرفتون ۽ شيشي جو سامان تيار ڪرڻ جو ڪم، وغيره.

4- شاپ جي ڪم ۾ خاص مهارت حاصل ڪرڻ جيئن ته ڪاٺ لوهه جي عام سامان کي هلائڻ ۽ سنڀالڻ وغيره.

5- لائبرري جي تحقيق ۾ مشغول رکڻ بشمول ڪاليج جي بايولاجي، فزڪس، ڪيمسٽري ۽ ٻي متعلقه ساز و سامان جون آزمائشون ڪرائڻ وغيره.

6- رياضيءَ ۾ ڪافي تربيت ڏيارائڻ.

7- سائنسي ميلن يا مقامي نمائشن ۾ شاگردن آڏو پنهنجي ڪم جي نمائش واسطي رپورٽون تيار ڪرائڻ.

8- پوئين سال ۾ پنهنجي ڪيل ڪم جون رپورٽون تيار ڪرائڻ ته جيئن پنهنجي اسڪول جي سائنسي جرنل يا ڪنهن ٻئي جرنل ۾ شايع ٿي سگهن.

9- شاگردن کي **فاريسٽ هلس هاءِ اسڪول** سائنس ۽ رياضيءَ جي آنر سوسائٽيءَ جي باقائده گڏجاڻين ۾ سيمينار سرگرمين ۾ مشغول ڪرائڻ. اُهي شاگرد جن سائنس ۾ مهارت ڏيکاري آهي سي سوسائٽي جي چونڊ لاءِ اهل آهن. اُهي شاگرد جيڪي پنهنجي ڪم جي سٺي رپورٽ ڏيندا، تن کي نيو يارڪ ايسوسيئيشن آف بايولاجي ٽيچرس جي بايولاجي ڪانگريس ۾ پنهنجي ڪم پيش ڪرڻ لاءِ دعوت ڏني ويندي آهي يا ڪين فيڊريشن آف سائنس ٽيچر - ايجوڪيشن نيويارڪ جي سائنسي ميلي ۾ پنهنجن منصوبن جي نمائش ڪرڻ لاءِ سڏيو ويندو آهي.

10- ويسٽنگ هائوس تعليمي فائونڊيشن جي سالياني سائنس ٽيلينٽ سرچ ۾ مشغول رکيو ويندو آهي. (40، صہ - 34-333)

اهڙا شاگرد جي مٿي ذڪر ڪيل تربيت وٺندا آهن تن مان اهڙا شاگرد جيڪي استعدادي لياقت، اهليت، واضح ۽ سائنسي سوچ ۽ جذبو ڏيکاريندا آهن سي خاص ۽ وڏيڪ اهميت واري تربيت لاءِ چونڊياويندا آهن تہ جيئن ڪين پنهنجي صلاحيتن ۽ شخصيت جي رُخن وڌائڻ ۾ مدد ملي. ان منصوبي جي خصوصيت اهڙي ٽيڪنيڪ (حرفت) آهي جنهن سان سائنسي ذهن ۽ سائنسي جذبو رکندڙ نوجوان ڳولهيا ويندا آهن. ڪين آزمائشن ذريعي چونڊ ڪرڻ بجاءِ سائنسي ڏات ڏنل ٻارن جي چونڊڻ لاءِ تربيت دوران ۽ منصوبن جوڙڻ ۾ مشغوليءَ مهل ۽ مسئلا حل ڪرڻ مهل ۽ پڻ آزاديءَ سان تجربا ڪرڻ جهڙين سرگرمين دوران چونڊ جو هي طريقو مجموعي طور مرڪوز رهي ٿو. ان ڪري اهڙي طريقي کي ٿڏي تي (On the spot) چونڊڻ وارو طريقو بہ چئبو آهي. ان طريقي جو مقصد مستقبل جي سائنسدانن کي اهڙيون تربيتون ڏيڻ آهي جو آخرڪار ڊيم هيري جي ڪارمن ***(Deam Harry J. Carman)*** جي چوڻي "اهڙي صورتحال کي نتايو وجي جا عوامي زندگيءَ ۾ اسانجي مٿان سائنسي طور جاهل راج ڪن ۽ اسانجون سائنسي تجربيگاهون ۾ گهٽي قدر سياسي ۽ سماجي جاهلن جي راج هيٺ ڪم ڪن." (40، صہ 56-335)

نتيجي طور انهي ڳالهہ جي نشاندهي ڪئي ٿي وڃي تہ جيستائين سائنسي ذهن رکندڙ نوجوانن جي قوتن وڌائڻ جي مناسب موقعن جي گنجائش لاءِ موجوده حالت وارا معاملا نہ سڌرندا ۽ پوري ماحول ۾ ڏات مليل شاگردن جي ذهن جي مناسب ڪاپي جي اهميت ۽ احساس نہ ٿو وڌي تيستائين ڪنهن حقيقي فائدي جي اميد نہ ٿي ڪري سگهجي. بهرحال ان ڳالهہ تي زور ڏيڻ جي ضرورت آهي تہ ذهين شاگردن کي جيستائين ممڪن ٿي سگهي تہ بهتر آلات ۽ ساز و سامان سميت تجربيگاهہ، اعليٰ سنديافتہ ۽ماهر رهنما، خصوصي استاد ۽ جديد لائبريري توڙي مطالعن جي ڪمرن وغيره جون سهوليتون مهيا ڪيون وڃن.

# باب پيو

## شاگرد ـــ مرڪوز تعليم: نوان رجحان ۽ رخ
## (Student - Centred Education: New trends and Directions)

تعليم، دائماً تغير ـ پذير سماج اندر هميشه بدلجندڙ افراد طرفان سکيا سان تعلق رکي ٿي. تنهن ڪري تعليم جو تصور ساڪن (بيٺل) ناهي؛ بلڪه اهو متحرڪ آهي. اهو استادن جي فيض واري رهنمائي ۽ همت افزائي سان شاگردن جي پنهنجين ڪوشش ۽ ذاتي اقدام ذريعي جسماني، ذهني، سماجي، ۽ اخلاقي صلاحيتن جي وڌائڻ جو هڪ عمل آهي.

اسان ڇا سکندا آهيون؟ 'سکيا' ڪيئن ٿي عمل ۾ اچي؟ اثرائتي سکيا ڇا آهي؟

اهي بنيادي سوال آهن جيڪي تعليم سان تعلق رکندڙ پڇندا رهندا آهن. اچو ته ڪجهه تعليمي اڳواڻ فيلسوفن ۽ ماهرين نفسيات جي خيالن تي غور ڪريون.

## تعليمي نفسيات جي ماهرن جا خيال
## :(Educational Psychologists Viewpoints)

سترهين صديءَ جي آخر جي **لوڪي** *(Locke)* کان وٺي 20 صديءَ جي شروعات ۾ ڊيوي (Dewey) جي علمي ذخيري جي پڙتال کان پوءِ پتو پوي ٿو تہ تعليم ڪي بار ـ مرڪوز ۽ شاگرد ـ مرڪوز هئڻ گهرجي.

**1- جان لوڪي (1632 - 1704 John Locke)**: هڪ انجمن واري حيثيت ماڻ ۾ مشهور آهي ۽ اڪثر طور ڪيس برطانيہ جي "تجربيت" (Empiricism) جو بنياد وجهندڙ سمجهيو ويندو آهي. سندس خاص منتو "ڄاڻ جو معتبر" (Validity of Knowledge) هئڻ آهي. سندس چوڻ آهي تہ تمام ڄاڻ تجربن ذريعي ئي حاصل ٿيندي آهي جا يا تہ حواسن جي ذريعي يا وري حواسن سان سلهاڙيل معلومات تي وري غور و فڪر سان حاصل ٿيندي آهي.

اها تجربيت واري ڄاڻ اندروني (فطرتي) ڄاڻ جو انڪار ڪندي **ارسطوءَ** جي "ٽيبولراسا" يعني "خالي پٽي (تختي)" واري تصور جي هڪ قسم جي موٽ هئي. اها خالي تختي يا پٽي هڪ معصوم ٻار جو خالي دماغ آهي جيڪو حواسي تجربن ذريعي ڄاڻ رڪارڊ ڪري ٿو. 'لوڪي جي نشاندهي تہ خيال تجربن ۾ جڙيل هوندا آهن ۽ دماغ جي اندرين ڪمن يا حواسي سڌن تجربن کان قدرتي طور پاڻ ۾ معمولي طرح ڳنڍيل هوندا آهن، يا حواسي سمجهہ سان ڳنڍيل هوندا آهن جيئن باقاعده سرشتي سان يا ڪن ٻن خيالن ڪي جلديءَ ۾ پيش ڪرڻ سان، يا دليل سان، ڪن بہ ٻن خيالن جي اتفاق يا نااتفاق ۾ ٽين جي مداخلت سان، يا حواسي شعور سان، خاص شين جي وچور جي مرحلي سان. اهي سڀ ڳالهيون تجربي ۽ عمل ۾ اچي وڃن ٿيون جن ڪي **لوڪي** ذاتي دلچسپيءَ جي چاهہ طور انفرادي ڪوشش ۾ شامل ڪري ٿو.

. **لوڪي** جي فطرتي طور اهڙي ميل جول واري ڄاڻ **جارج برڪلي** (1685-1753 *George Berkeley*) **ڊيوڊ هيوم** (1711- *David Hume*) 1776 ۽ **جيمس مل** (1773 - 1838 *James Mill*) جي فارمولن ذانهن وٺي وڃي ٿي.

**2- جان جيڪس روسيو (John Jacques Rousseau 1712-1778):** هي تعليم ۾ فطري تحريڪ جو اڳواڻ هو. هن "فطرت موجب" تعليمي نظام جي طرفداري ڪئي. هن فطرت کي ٽه - رُخي معنيٰ ڏني:

(i) تهذيب ۽ تمدن فطرت جو بگاڙ آهي. تنهن ڪري تعليم دنيا اندر موجود سماجي حالتن خلاف افراد تيار ڪري. انسان کي سماجي برائين جي اثرات کان بچايو وڃي.

(ii) فطري جبلتون انساني ڪردار جو اصل بنياد آهن. سماجي تجربن ۽ پابندين جو نتيجو فطرتي لاڙن کي دٻائڻ جي مترادف آهي، تنهن ڪري فطرت مطابق تعليم جو بنياد فطرتي لاڙن تي هئڻ گهرجن.

(iii) "فطرت مطابق تعليم" کي فطرتي ماحول ۾ هئڻ گهرجي. اندر جو آواز فقط فطرتي ماحول ۾ ٻڌي سگهجي ٿو. جيڪو شخص فطرت مطابق رهي ٿو سوئي سچائي سان فطرت جي راهه حاصل ڪري ٿو.

روسيو تعليم جي هن طرح ترجماني ڪئي آهي: "انسان ڪمزور طور جنم ورتو آهي. اهو سڀ ڪجهه جيڪو اسان وٽ جنم وقت ڪونه هو ۽ اهو سڀ ڪجهه اسان کي وڏي ٿيڻ سان ضروري ٿئي ٿو سو تعليم ذريعي ئي ملي ٿو. اسان اهڙي تعليم فطرت يا شين کان حاصل ڪندا آهيون. اندرين قوتن ۽ عضون جو وڌڻ ئي فطرت جي تعليم آهي. انهن جي استعمال جو سکڻ ئي انسان جي تعليم آهي. ساڳئي وقت شين مان ذاتي تجربن جي حاصلات جا اسان تي اثر انداز ٿئي ٿي سا شين جي تعليم آهي." هن تعليم جو بنياد ان تي رکيو ته، "انسان پنهنجي جنهن به فطري حالت ۾ آهي اُن تحت پنهنجا ذهني ويچار اخذ ڪري. سندس تعليم جو پهريون ۽ تمام اهم حصو اهو آهي ته ٻار کي تعليم پرائڻ لاءِ تيار ڪجي جنهن ڳالهه کي پوري دنيا نظر انداز ڪيو آهي." (42)

روسيو فطرت مطابق تعليم ٻار جي اندرين رغبتن جو پاڻمرادو پروان چڙهڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه عام طرح ڪونه ورتو ويندو آهي. (42) اها ٻارن جي اندروني مظهرن جي ترقي آهي. اهو پهريون شخص هو جنهن ٻالڪپڻي کي ان جو صحيح مقام ڏنو. هن تعليمي عمل ۾ ٻالڪپڻي جي خصوصيتن جي اهميت محسوس ڪئي ۽ تعليم جي سلسلئه عمل ۾ انهن جي اهميت

محسوس ڪندي ٻالڪپڻ جي گهُرجن مطابق ٻار تي مرڪوز تعليم جو مشورو ڏنو آهي ته جيئن سندس فطرتي اوسر ۽ واڌارو ٿئي. (42)

(3) جان هينرچ پيسٽالزي (1746-1827 John Heinrich Pestalozzi): هي تعليمي نفسياتي تحريڪن جي پيش روئن مان هڪ هو. سندس تعليمي مقاصد ڪافي حد تائين ٻار جي دلچسپين ۽ صلاحيتن متعلق نقطئه نظر مان ورتل آهن. هن جو خيال آهي ته تعليم جو بنياد پيار تي هئڻ گهرجي ۽ اسڪول جي تڪميل سان تعليم جي پڄاڻي نه ٿي ٿئي پر اُن کي زندگيءَ گذارڻ جي لائق ٿيڻ گهرجي. هن مطابق تعليمي مهارتن، فنن، زراعت ۽ مختلف قسمن جي پيشن ۾ لياقتن حاصل ڪرڻ ۾ اضافو ٿيڻ آهي. هن زور ڏنو ته تعليم شاگردن ۾ خود اعتمادي ۽ پاڻ تي ڀاڙڻ وڌائي. اها اسڪول ۽ سماج جي ذميواري آهي ته ٻار جي واڌاري لاءِ سندس اهليتون ڳولهي لهن. هن چيو: "تعليم جو مقصد انسان ذات جي مڙني قوتن ۽ لياقتن جو فطرتي، تدريجي ۽ موافق واڌارو آهي. تمام سکيا جو مقصد انساني قوتن ۽ ذهن جو موزون سڌارو ۽ زندگيءَ جي ماڻهپي جي ترقيءَ ذريعي سندس فطرت جو اضافو آهي."

هن جي آڏو اُتم تعليم اها آهي جنهن ۾ دل و دماغ ۽ هٿن جي استعمال جي سکيا ڏني وڃي. اها تعليمي عمل جي ٽه - رُخي ورهاست آهي: پهريون جسماني، ٻي ذهني ۽ ٽين اخلاقي ۽ مذهبي. جسماني مان مراد رڳو جسماني تهذيب نه پر فني ۽ هنري مهارتون پڻ آهي. فني مهارت ۾ انساني دل جي جذبي کي زبان ڏيڻ ۽ انساني دماغ جي پيداواري کي يڪجا ڪرڻ جي ڪوشش شامل آهن ته جيئن گهريلو ۽ سماجي زندگيءَ ۾ گهربل چالاڪين کي عمل ۾ آڻي سگهجي. ٻاهران حاصل ڪيل اثرن جي اندرين بناوتن تحت ذهني واڌارو آهي.

پيسٽالزيءَ تعليمي طريقن ۾انقلابي تبديلي آندي آهي. هن ان ڳالهه جي طرفداري ڪئي ته ٻارن کي سندن فطري قوتن جو خود بخود ۽ تڏيءَ تي اظهار لاءِ موقعو ڏنو وڃي. تدريس جو طريقو ٻارن جي سُتل صلاحيتن ۽ فطري قوتن کي بيدار ڪرڻ ۽ اُڀارڻ وارو هئڻ گهرجي. ان سبب هن

"نفسياتي ضرورت" وارو فقرو گهڙيو. هن سيني لاءِ مناسب تعليم جو عملي نقشو جوڙيو ۽ ايليمينٽري اسڪولن واري نظام جو بنياد رکيو. هن مانٽيسوري پڙهائڻ واري طريقي جي پيش قدمي ڪئي جا "ٻار تي مرڪوز تعليم" آهي.(42)

4- فريڊرڪ فروبل (Friedrich Froebel - 1782-1852): هي (a) "ايڪتا جي قاعدي" (Law of Unity) ۾ يقين رکندو هو، يعني تمام شيون، انسان ۽ فطرت ٻاهرين ڪنهن هڪ اختيار هيٺ آهن، (b) ترقيءَ جو قاعدو (Law of Development) يعني سڄي ڪائنات هڪ واڌاري ۽ ارتقاءَ (تدريج) جو عمل آهي، (c) تسلسل جو قاعدو (Law of Continuity) يعني ترقي/ واڌاري جو عمل هلندو رهي ٿو يا مسلسل رهي ٿو، (d) حقيقت يا صداقت جو قاعدو (Law of Reality) يعني حقيقت روحاني آهي ۽ ڪابه شيءِ وجود نه ٿي رکي سواءِ مختارڪُل دماغ جي جيڪو "حق يا خدا" آهي.

هن **بلئنڪن برگ** ***Blankenberg*** ۾ ٽن کان ستن سالن وارن ٻارن لاءِ هڪ اسڪول قائم ڪيو جنهنجو نالو **ڪنڊر گارٽن** ***(Kinder garten)*** رکيو جنهن ۾ ٻار پاڻ ـ نروار ڪندڙ ہوتا آهن. هن پنهنجي تعليم جا طريقا هيٺينءَ ريت جوڙيا: (a) جاڻ ۽ عمل جي درميان وچ واريءَ وٿيءَ کي پرڻ لاءِ ذاتي سرگرمي، (b) سوچ ۽ گفتگو کي ملائڻ جي تخليق، (c) انفرادي سرگرمي لاءِ موقعا مهيا ڪرڻ ۽ سماجي ضابطي لاءِ سماجي شموليت. ان طريقي سان هن تعليم کي تخليــقي طور پاڻ ـ وڌائڻ (Self-development) جــو هڪ سلسلئہ عمل قرار ڏنو آهي.

**ڪنڊرگارٽن** طريقـئـہ تعليم ۾ ٻارن کي پاڻمـرادو عـمل، تخليق ۽ سماجي شموليت کي مڪمل عمليت ۽ ڪُلي اظهار جو موقعو ملي ٿو. اگر ۾ ٻار کي جو ڪجهہ سکٹوآهي اُهو پهريائين گيتن جي ضورت ۾ ملي ٿو. پوءِ ان کي ڊرامي يا چرپر يا حرڪي رمزن جي اظهار سان ۽ آخر ۾ تعميري ڪم ذريعي سمجهايو وڃي ٿو. ذهن، ڳالهائڻ جا عضوا ۽ هٿ، گڏ ڪم ڪندا آهن. ٻار حواسن، عضون ۽ مشڪن کي مشق ڪرائيندا آهن. ان عمل ۾ هي ڳالهيون شامل هونديون آهن:

(i) ٻارن جي جسماني، ذهني ۽ اخلاقي ضرورتن جو پورائو ڪندڙ گيتن جي چونڊ،

(ii) سرگرمين جي اظهار وڌائڻ ۽ مشغولين جي سنوارڻ لاءِ انعامن جي گنجائش،

(iii) وڌندڙ ٻارن جي ضرورتن ۽ دلچسپين وٽان ترتيب ڏنل تحفن (Play Gifts) سان راند روند. رانديون جسماني اخلاقي توڙي ذهني تربيت ڪن ٿيون.

هن هيٺين ڳالهين سان اسڪولن ۾ انقلابي تبديلي آندي: (الف) ٻار جي انفراديت کي مانُ ڏيڻ، (ب) تعليم ۾ خود اظهاري، (ت) تعليم ۾ راند روند وارو طريقو، (ث) تعليم ذريعي واڌارو، (ج) تعليم ۾ سرگرمي، (ح) نرسري اسڪولن جو تعارف، (د) پڙهائي جي پيشي ۾ عورتن جو اچڻ، (ذ) تعليم ۾ فطرت جو مطالعو، ۽ (و) تعليم ۾ سماجي اهميت. (43)

### 5- جان فريڊرڪ هربارٽ (1776-1841 Johann Friedrich Herbert):

کيس جديد نفسيات ۽ جديد تعليمي سائنس جو "ابو" سڏيو ويندو آهي. هن ٻارن جي تعليمي عمل جا ٻه نظريا ڏنا: هڪ ڌيان مرڪوز ڪرڻ وارو ٻيو باهمي تعلق وارو. ڌيان مان هن جي مراد آهي خيال يا فڪر ڪرڻ ۾ صفا ٻڏي وڃڻ. ان ۾ هڪ ساڳئي مرڪزي مطالعي جي گرد نصاب اندر تمام ذهين صلاحيتن جو شامل ٿيندي وڃڻ آهي. باهمي تعلق هڪ عمل آهي جنهن ۾ ڌيان به شامل آهي. هن جي سيکارڻ جو طريقو نرالو آهي ۽ ٻار جي ڪردار ۽ ذهن ناهڻ ۾ تار ڪشيءَ يا چار اُڻڻ وارو (Knit system) سرشتو آهي. هربارٽ سکيا جي هر عمل ۾ پنج لازمي ڏاڪا ڏنا آهن:

(i) تياري(Preparation)، (ii) پيشڪش(Presentation)، (iii) رابطو (Association)، (iv) ڪُلي نتيجو(Generalization)، ۽ (v) استعمال (Application)

هربارٽ پهرين ٻن کي ملائي "وضاحت" جي چٽائيءَ (Clearness) جو نالو ڏنو ۽ پوين کي "طريقي" (Method) جو. هربارٽ جي اصولن ۽ طريقن جو تعليم مٿان بيشمار اثر پيو. (44)

هن جي آڏو انساني سرگرميءَ جا ٻه رُخ آهن: ڪثيرالانواع دلچسپيون ۽ اخلاقي ڪردار. ڪثيرالانواع دلچسپيون ڪنهن به فرد جي تمام رخن جي

موزون واڌاري کي ظاهر ڪن ٿيون، جڏهن ته دلچسپي جا ٻه رُخ ٿين ٿا:

(i) ذهني (نفسياتي) ۽

(ii) ٻيروني ۾ اُهي سڀ سرگرميون اچي وڃن ٿيون جن ۾ فرد شموليت اختيار ڪري ٿو، ۽ ان جا پڻ ٻه اهم حصا آهن:

(i) چاڻ، ۽ (ii) ميل جول (Sociability).

هو چاڻ کي ٽن حصن ۾ ورهائي ٿو:

(i) حقيقي صورتحال (ii) سائنسي قاعدا (iii) جمالياتي تعلق. رلڻ ملڻ (سوشبلٽي) کي به ٽن حصن ۾ ورهائي ٿو: (i) انفرادي (ii) سماجي (iii) مذهبي. اهي سڀئي ڪثيرالانواع دلچسپين جا ڇهه رخ ترتيب ڏين ٿيون ۽ جيڪي آزاد تربيت يا هڪ جامع تعليم (All - round Education) (44) جو رستو هموار ڪن ٿيون. **هربارٽ** لاءِ هر خيال 'روح جي پاڻ بچائڻ' واري عمل جي هُوبهو عڪس آهي، ۽ پاڻ بچائڻ واري عمل ۾ توانائي جو خرچ ٿيڻ شامل آهي. جيئن ته توانائي ناس ٿيڻ جهڙي ناهي تنهن ڪري ڪوبه خيال مڪمل طرح سان ختم نه ٿو ٿي سگهي. هن مطابق ڪوبه خيال ٻئي خيال جي اچڻ يا واقع ٿيڻ سان ختم ڪونه ٿو ٿئي ڇو ته، ان ڪجهه توانائي خارج ته ڪئي آهي پر اهو تحت الشعور ۾ پڻ هليو ويو آهي. اهو دٻاءَ هيٺ وڃڻ وارو عمل آهي. اهي دليل خيال وري اڀرن ٿا ۽ اڳ قائم ٿيل نظرين وارن گروهن جي مخالفت کي مُنهن ڏين ٿا. (41)

***هربارٽ*** دماغي عمل کي جزن ۾ ورهايو آهي جيڪي قديم روايتي 'اجتماعيت' واي بيان مطابق جُزي مرڪب جي صورت اختيار ڪن ٿا. هو جرمنيءَ جي 'اجتماعيت واري اسڪول' (Associationists School) سان تعلق رکندو هو. هن جهڪن توڙي چٽن خيالن کي ويچار ۾ آڻيندي روح بنا هڪ نفسيات گهڙي ۽ ڏيکاريو ته ڪيئن نه انهن جو ميلاپ يا ٽڪراءُ ۽ هڪ ٻئي جي پٺيان اچڻ جون صورتون، جهڙوڪ يادگيريون، ادراڪ (پروڙ)،

جذبات، ارادا، شوق، نظريا ۽ ٻيا سڀ انساني ذهن جون پيداواريون قائم ڪن ٿيون.

اهي سڀ سڪنڊڙن لاءِ سبقن کي ترتيب ڏيڻ ۽ منظم ڪرڻ جو بنياد رکن ٿيون.

**6- وليم جيمس (William James 1842-1910):** ڪيس نفسيات جي پهرين مڪتب "عمليت" (Functionalism) جي واڌاري لاءِ بنياد وجهندڙن اعليٰ آمريڪي نفسيات جي ماهرن جي باني ۾ شمار ڪيو ويندو آهي.

هن **"عمليت"** جو هڪ نظام طور بنياد وڌو. هن پرئگميٽزم (هر شئي ۾عمل) تي زور ڏنو، جنهن مان مراد ڪنهن بہ ڄاڻ تي ان جي نتيجن، قدرن يا فائدن جي بنياد تي اعتبار ڪيو وڃي. هن شعور جي خصوصيتن جي نشاندهي ڪئي ۽ شعور جي مقصد تي زور ڏنو. (45)

هن نفسيات ۾ سائنسي وسيلو استعمال ڪيو. تاريخي حساب سان هو ونٽ (Wunt) ۽ **ٽشينر** *(Titchener)* جي وچ تي هو. **ونٽ** *(Wundt)* کانئس 10 سال وڏو ۽ **ٽشينر** *(Titchener)* کائس 25 سال ننڍو هو. هن جسماني عضون جي ڄاڻ واري نفسيات سيکاري. هن جو عمليت وارو نظريو (فنڪشنلزم) اهو هو تہ انسان هڪ زنده جاندار آهي.

**جيمس** سوچ جي ڌار جون پنج خصوصيتون ڄاڻايون:

• ذاتي، بدلجندڙ، مسلسل احساس واريون، شين جون ۽ انتخاب جون. سوچن جي اهڙي ڌار (Stream) اُهي شيون چونديندي آهي جنهن ۾ سندس دلچسپي هوندي. انسان جي پنهنجي توجهہ ذريعي ۽ پنهنجي دلچسپيءَ مطابق شيون خارج ڪيون ويندي‌ون آهن يا .چونديون وينديون آهن. دلچسپيون ڪيترن ئي مختلف قسمن جون ٿي سگهن ٿيون، مثلاً: عملي دلچسپيون، سائنسي دلچسپيون ۽ مذهبي دلچسپيون وغيره.

**جيمس** مطابق انسان جو 'خود' (Self) اُهو سڀ ڪجهہ آهي جنهن کي هو 'پنهنجو' چئي سگهي ٿو. ان 'خود' جا هي جزا آهن: مادي طور 'خود'، سماجي طور 'خود'، روحاني 'خود' ۽ خالص 'خودي' (Ego). مادي خوديءَ ۾ شامل سندس جسم، خاندان، گهر ۽ پنهنجي محنت جو لاڀ

آهي. سماجي خوديءَ "انسان جي اندرين رغبت مان اڀري ٿي ته جيئن پاڻ ڏانهن ڌيان ڇڪائي ۽ سندس ذات کي پسنديدگيءَ سان ڏٺو وڃي." (41)
روحاني خودي ۾ اُهي روحاني شڪتيون يا اظهار آهن جيڪي ظاهر ظهور ورتا ويندا آهن. ڪو اهڙو ترتيبوار پيمانو آهي جنهن تي اسين 'خوديءَ' جي قوتن جا درجا ڏاهيندا آهيون. روحاني خودي ان پيماني تي سڀ کان مٿي آهي، پوءِ سماجي خودي ۽ پوءِ ڪٿ جسماني خودي اچي ٿي. (41) مادي، سماجي ۽ روحاني خوديون دلچسپين ذريعي قائم رکيون وينديون آهن ۽ سندن رهنمائي ڪئي ويندي آهي. مادي سطح تي دلچسپيون اُهي شيون آهن جيڪي انسان جي پنهنجي فطرت ۾ اصلي ۽ فطرتي جبلتن (Instincts) کي جنم ڏينديون آهن. (41)

7- **جان ڊيوي (1859-1952 John Dewey)**: هن صاحب تعليم کي "تجربن جي مسلسل تعميرِ نو(Reconstruction)" سڏيو آهي. (42) مٿس **جيمس وليم** جو اثر هو. سندس نفسياتي حصو اهو هو ته "زندگيءَ کي عمل سان سوچيو." (42)

سندس فلسفو حقيقي عمل تي ٻڌل هو جنهنکي "حقيقي عملن وارو ۽ تجربن وارو" ڪري سڃاتو ويندو آهي. سندس خيال ۾ ڄاڻ هڪ وسيلو آ هي ۽ هرگز مقصد ناهي ۽ تعليم جو سلسلو هڪ هم ـ آهنگيءَ جو مسلسل عمل آهي ۽ سندس مقصد هر سطح تي اُسرڻ يا اڳتي وڌڻ جي صلاحيت آهي.

ڊيوي جو تعليمي نظريو چئن بنيادن تي ٻڌل آهي: (1) 'تعليم' خود 'زندگي' آهي، (2) تعليم وڌڻ يا اُسرڻ آهي، (3) تعليم تجربن جي نئين سر جوڙجڪ يا تعمير ـ نو آهي، ۽ (4) تعليم تهذيب جي ممڪن تبديلي ۽ اڳتي منتقل ڪرڻ لاءِ وسيلو آهي. (42)

'تعليم بالعمل' جو عڪس **ڊيويءَ** جي نصاب ۾ به نظر آيو آهي. هن "مسئلي کي حل ڪرڻ وارو طريقو"(Problm-Solving Method) پيش ڪيو جنهن ۾ ترقي يا واڌ جو تمام منطقي ۽ نفسياتي طريقو رکيل آهي اهڙي طريقئه تدريس لاءِ جيڪي قدم کڻجن سي هي آهن:

(i) شاگرد مشڪل سا سختيءَ کي محسوس ڪري. شاگرد جنهن سرگرميءَ

هو مصروف هجي تہ ان ۾ ڪا رنڊڪ محسوس ڪري تان جو اهو مسئلو
اُٿي پوي تہ هاڻ ان جي تسلسل کي بحال ڪئين ڪجي؟

(ii) مسئلي محسوس ڪرڻ ڪانپوءِ ان جي تشخيص ڪئي ۽ ڪيس صاف واضح ڪري.

(iii) هڪ دفعو صورتحال جو پوري طرح جائزو ورتوويو ۽ تجزيو ڪيو ويو، تہ پوءِ صلاح اِها ايرندي تہ سندس شروعاتي سرگرميءَ جي تسلسل کي ڪيئن بحال ڪيو وڃي يا وڌيڪ بهتر صورت ۾ ڪيئن نئين سر ترتيب ڏنو وڃي:

(iv) پوءِ شاگرد انهن تجويزن کي لاڳو ڪرڻ ۾ آڏو ايندڙ مشڪلاتن بابت دليلءِ سبب ڏئي ٿو، هي پنهنجي ذهن ۾ خاڪو ويهاري ٿو تہ جيڪڏهن انهن تجويزن تي عمل ڪيو ويو تہ نتيجو ڇا نڪرندو؟

(v) آخر ۾ هي تجويزن، مفروضن يا نظريي کي پرکي ٿو ۽ اهو ممڪن لڳي ٿو تہ هو پاڻ عمل ڪرڻ ذريعي نتيجو حاصل ڪري وٺندو.

هن جي خيال مطابق سرگرمي استاد بجاءِ شاگردن پاران ٿي ٿئي. ”مسئلي حل ڪرڻ“ واري حالتن ۾ استاد جي حيثيت ٻارن جي سرگرمين جي نگراني ڪرڻ واري هوندي آهي. هن کي گهرجي تہ ڪين مفروضن پرکڻ مهل مدد ۽ رهنمائي ڏئي. استاد ٻارن کي سندن پيدائشي لاڙن يا ضرورتن مطابق سکيا ڏيندي ڪين انهن جي دلچسپين ۾ مشغول رکي. ڊيويءَ سوچ ۽ عمل جي آزاديءَ جو پاسو ڪنيو.

هن جي خيال موجب اسڪولن کي ملي جُلي رهڻ جي بهترين طريقن سيکارڻ لاءِ سماجي تجربيگاهہ هئڻ گهرجن. تنهن ڪري اسڪول هي آهن:

(i) هڪ قسم جا وڏا مثالي گهر، (ii) سماجي شعور ۽ قابليت پيدا ڪرڻ جا قابل ادارا، (iii) زندگي جا حقيقي تجربا مهيا ڪرڻ وارا قابل ادارا، (iv) تجرباتي ادارا، (v) سمعي بصري مددگارن جا مهم هلائڻ وارا ادارا، (vi) عملي زندگيءَ جي ذريعي اخلاقي تعليم ڏيڻ وارا، ۽ (vii) ٻار جي شخصيت وڌائڻ لاءِ پروگرام تيار ڪرڻ وارا، وغيره.(45)

مطلب تہ ڊيويءَ تعليم جي نصاب ۽ طريقن ۾ انقلاب آندو ۽ ٻار

ڏانهن تعليم جو رخ ڦيرائيندي صاف چٽيءَ طرح واضح ڪيو تہ تعليم فرد ۽ سماج، ٻنهي جي دلچسپين ۽ ضرورتن مطابق هئڻ گهرجي.

### تعليمي تحريڪون: انهن ۾ موجود موضوع
### (Educational Movements: In-Built Themses)

***فطرتي، تصوريت، ڊيويءَ جي عمليت ۽ ترقي پسند*** (سوچ رکندڙن جا تعليمي اصول، ***فروبيل ۽ مانٽيسوري*** جي روحاني ۽ تخليقي نظرين مان اُپرن ٿا) تعمير ـ نو ۽ وُجوديت – اهي سڀئي شاگرد ـ مرڪوز تعليم تي زور ڏين ٿا. **بئگلي جو** *(Bagley's)* **لازميت** وارو نظريو انهن مٿين نظرين جي لاڙن جي مخالفت ٿو ڪري. **بئگلي** تخليقي سوچ بجاءِ طريقي، مضمون، مواد ۽ تنظيم تي زور ڏئي ٿو. (43) **لازميت** واري تعليم پنهنجن اهم اصولن کي هيٺين لفظن ۾ بيان ڪري ٿي:

- نتيجو دلچسپي کان مٿي آهي.
- سرگرمين کان مضمون مٿي آهي.
- اجتماعي تجربو، انفرادي تجربي کان مٿي آهي.
- منطقي ترتيب، نفسياتي کان مٿي آهي.
- شاگردن جي اڳرائيءَ کان استاد جي اڳرائي مٿي آهي.

ان تحريڪ ۾ بنيادي فلسفي جي کوٽ هئي ۽ نتيجتاً تعليمي تحريڪ ۾ جڙيل ترقي پسند لاڙن تي سخت رد عمل ڪرڻ جي قوت ڪونہ هئي. (43)

### شاگرد ـ مرڪوز تعليم ۾ نوان رُخ
### (New Directions in Student-centred Education)

شاگرد ـ مرڪوز تعليم ۾ هيٺيان نوان رُخ ظاهر ٿين ٿا:

**1- انفرادي اختلافن جي گنجائش:** شاگرد، اهليتن، صلاحيتن، ذهانت، مظهراتي صلاحيتن جي پيمانن تي شمارياتي تورڙي خوبين جي لحاظ کان مختلف آهن.

شاگردن جي سکيا کي اثرائتي ۽ بامقصد بڻائڻ لاءِ شاگردن جي اهليت موجب گروهہ بندي ڪئي وڃي.

**2- سکڻ ۾ آزادي (Freedom to learn):** اندر ۾ سکڻ جي هڪ قدرتي چڪ هوندي آهي ۽ اها چڪ جيتري شديد هوندي اوتري ئي سکيا اثرائتي ثابت ٿيندي آهي. ڪوبہ دٻاءُ يا طاقت شاگرد کي معنيٰ خيز سکيا لاءِ مجبور نہ ٿي ڪري سگھي جيئن اوهان گهوڙي کي پاڻيءَ تائين ڇڪي آڻي بيهاري تہ سگهو ٿا پر ڪيس پيئاري نہ ٿا سگهو..

**3- شاگردن جون پنهنجون ڪوششون ۽ پيش قدميون:**

**(Students' own efforts and initiatives)**

نفسياتي طور شاگردن جون پنهنجيون ڪوششون ۽ پيش قدميون ئي کين سکڻ لاءِ اُڀاريندڙيون آهن. اُهي پنهنجيون بهترين صلاحيتون اڳتي وڌائيندا آهن۽ سکڻ جا پنهنجا رستا ڳولهيندا آهن.

**4- شاگردن جي فطرت موجب تعليم:**

**(Education according to the the students' nature)**

ڪيترن ئي تعليمي نفسياتي اڳواڻن جيئن تہ ***گئگني (Gagney)***، ***آسوبيل (Ausubel)***، ***بروئنر (Bruner)*** ۽ ***پياجي (Piaget)*** ڪيترن ئي لحاظن کان تعليمي سطحن سان نهڪندڙ سماجي ثقافتي ماحولن هيٺ شاگردن جي شعوري واڌاري جي مختلف سطحن جي شناخت ڪئي آهي.

**5- استادجو رهنما جي حيثيت سان ڪردار: (Teacher's Task as a Guide):**

استاد جي ڪردار ۾ بنيادي طور تي متحرڪ تبديلي ايندي رهي آهي. سندس ڪم "مسلسل، بافيض ۽نيڪ خواهيءَ تي رکيل نگهباني ۽ رهنمائي فراهم ڪرڻ آهي."

**6- اسڪول کي شاگردن جي ضرورتن سان موافق هئڻ گهرجي:**

**(Schools to be related to the needs of students)**

اسڪول شاگردن جي ضرورتن سان موافق هئڻ گهرجن نہ ڪہ شاگرد اسڪولن جي موافقت سان. اڳي شاگردن کي اسڪول جي گهُرجن مطابق مناسبت ڏني ويندي هئي. نين تبديلين مطابق اسڪولن کي تعليمي اصولن، عملن، نصاب ۽ درس و تدريس ۾ شاگردن جي ضرورتن

سان مناسبت ڪرڻي آهي. هاڻي "اختر ڪي رياضي سيکاريو" بدلجي "رياضي اختر کي سيکاريو." ٿي ويو آهي. يعني رياضيءَ ۾ اضافو آڻي اختر جي ضرورتن موافق بيهاريو. بهتر ته، "جناب اسلم کي اختر کي رياضي سيکارڻ ڏيو."

**7- تدريس معيار واري هئڻ گهرجي: (Teaching to be qualitative)**

معياري تدريس اهڙين تخليقي خود ـ اظهاريءَ ذانهن وٺي ويندڙ سرگرمين تي مشتمل هوندي آهي جا شاگردن جي شخصيت ۾ نکارُ آڻيندي آهي. شاگردن جي ضرورتن کي سمجهڻ ئي پڙهائيءَ جي معيار جو مرڪز آهي.

**8- شاگردن جي ذاتي ترقي ۽ اصلاح ئي اسڪول جو مقصد آهي:**
**(Students' own - development -- the aim of school)**

اسڪول جو وڏو مقصد اهڙي حڪمت عملي تيار ڪرڻ آهي جيڪا شاگردن ۾ سندن اندران ئي واڌويجهه جوسبب بڻجي.

**9- تعليم هر پهلوءَ تي محيط ۽ باهمي تعلق واري هجي:**
**(Education to be well - rounded and correlated)**

دل، دماغ ۽ جسم جي واڌ ويجهه لاءِ تعليم انتهائي لاڀ واري آهي، تنهن ڪري ذهني، اخلاقي، جسماني ۽ سماجي سرگرمين کي شاگرد جي صحتمند ۽ مڪمل واڌ ويجهه لاءِ هئڻ گهرجي.

**10- تجربو تمثيل کان اڳ اچڻ گهرجي:**
**(Experience should precede symbolism)**

ظاهر ظهور شين سان نسبت ڏني ٿي وڃي. تنهن ڪري خيالي (Abstract) سوچن کي تجربي سان تعلق ڏيڻ لاءِ آهستي آهستي ۽ درجي بدرجي اڳتي وڌائجي يعني سادي کان پيچيده طرف ڪوشش ڪرڻ گهرجي. هر قدم کي هر پهرين ۽ پوئين قدم سان ڳنڍيل هجي.

**11- شاگردن کي همٿائڻ لاءِ تعليم:**
**(Education to encourage students)**

ٻارن جي تعليم جي رُو سان ڪيس شاگردن کي هينئين سرشتي ذريعي همٿائڻ گهرجي:

**(الف) 'ڪرڻ ـ سان ـ سکڻ جو نمونو' (Learning-by-doing paradigm):** سنڌيءَ ۾ هڪ پهاڪو آهي ته 'ڌڪ کائي سکبو' آهي.

هڪ مشهور چوڻي آهي ته:

| | |
|---|---|
| مان ٻڌان ٿو ۽ مان وساري ڇڏيان ٿو. | I hear and I forget |
| مان ڏسان ٿو ۽ مان ياد ڪريان ٿو | I see and I remember |
| مان ڪيان ٿو ۽ مان سکان ٿو. | I do and I learn |

ٻار جيڪي ٻڌي ٿو سو وساري ڇڏي ٿو. جيڪي ڪجهه ڏسي ٿو ته ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. ليڪن جنهن ٻه مشغوليءَ ۾ ڪيس بذات خود شامل ڪجي ٿو ته ان جي ذاتي تجربي حاصل ڪرڻ سان حقيقي طور سکي ٿو.

تنهن ڪري هيٺين ڳالهين کان پاسو ڪرڻ ذريعي ۽ "ڪرڻ سان سکڻ" تي زور ڏيڻ سان ئي سکيا کي يقيني بڻائي سگهجي ٿو:

(i) شاگردن يا استادن پاران ٻڌڻ ترڻ ۽ سبقي مواد کان هٽي بي ترتيب مزاح و تفريح ڪرڻ،

(ii) اجائي رٽيبازي تي زور ڏيڻ،

(iii) پڑهائيءَ جي حاڪماڻي طريقن جو استعمال.

**(ب) آزادانه پڇا ڳاڇا (Free enquiry):** تعليم رڳو زندگيءَ لاءِ تياري نه آهي بلڪ خود زندگي آهي. شاگردن ۾ نيڪ نيڪ تعميري صلاحت پيدا ڪرڻ آهي جنهن کي حقيقي بڻائي عملي جامو پارائڻ کان اڳ ڪين سندن خيالن ۽ دليلن کي سڪون سان جاچڻ ڏيو. اهوئي آزاد پُڇا جي ڏس ۾ اهم نقطو آهي.

**(ت) شاگردن کي سوچڻ لاءِ آماده ڪرڻ:**

**(Students to be motivated for thinking)**

جڏهن شاگرد پاڻ ۾ مشاهدي ڪرڻ، جاچڻ، سوچڻ، تجزيو ڪرڻ، يڪجاءِ ڪرڻ، لاڳو ڪرڻ ۽ جائزي وٺڻ جون مهارتون وڌائيندا ته پوءِ اُهي حواسي تجربن ذريعي جاڻ ذهن نشين ڪرڻ جي لائق ٿي ويندا.

### (ث) حواسن جي صحيح استعمال ڪرڻ لاءِ شاگردن تي حاوي ٿيڻ:
### (Prevail upon students to elicit correct use of senses)

همت افزائي شاگردن کي پنهنجي حواسن کي صحيح سمت ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ آساني پيدا ڪري ٿي جنهن سبب هو ظاهر ظهور شين يا ڳالهين جي صحيح مشاهدي ۽ انهن متعلق فيصلي ڪرڻ ۾ وڌيڪ لائق ٿين ٿا.

### استادن ۽ سندن تدريس ۾ جدت هئڻ گهرجي:
### (Teachers and Teaching to be innovative)

ادب جي لحاظ کان 'جدت' مان مراد 'نئون ڪرڻ' آهي يا ڪا نئين شيءِ متعارف ڪرائڻ يا نئين ڳالهين کان واقف ڪرائڻ آهي. تعليم ۾ جدت جو مقصد وڌيڪ، بهتر، غالب، اثرائتي ۽ بامعنيٰ سکيا ڏيڻ آهي ۽ منجهس عام طريقي کان هٽي ڪري ڪجهه نئون ڪرڻ ۾ شامل آهي. اهو هڪ طرف انداز، مزاج، عادت ۽ رويي جومعاملو آهي ته ٻئي طرف حرفتن ۽ حڪمت عملين جيئن ته پروگرام واري يا منضبط سکيا(Programmed Learning)، ٽيم واري سکيا(Team-Teaching)، مشين ذريعي سيکارڻ (Teaching by Machines)، ڪمپيوٽر تي ٻڌل سکيا (Teaching by Computer) جا پروگرام ۽ سکيا جا تجربيگاهه وغيره. اها رڳو اوزارن ۽ مشينن تائين محدود ناهي پر ان جو هڪ وسيع تصور آهي جيڪو هر انهيءَ شيءِ جيڪا اسڪول مهيا ڪري ٿو تنهن سان واسطو رکي ٿي. **جدت** جو هنڌ **ذهن** آهي. جيڪڏهن جنگيون انسان جي ذهن ۾ رهن ٿيون ته پوءِ اقوام متحده جي حقن جو پرچار ڪندڙ به اهوئي انسان جو ذهن آهي جو امن جا ٻج ڇٽي ٿو. اها ئي **جدت** آهي.

اهي ئي نوان ڏس يا رُخ آهن. جيڪڏهن تدريسي سائنس جو بنياد انهن تي رکجي ته شاگرد پنهنجيون ذهني وسعتون وڌائيندي پنهنجي سُوجهه ٻوجهه گهري ڪندي، پنهنجن رد عملن کي وڌيڪ بهتر ڪندا ۽ پنهنجين سوچن ۽ احساسن کي زور وٺائيندا.

**شاگرد ـ مرڪوز تعليم ۾ نوان لاڙا:**
**(New Trends in Student-centred Education)**

مٿي ذڪر ڪيل ڏس اثرائتي نموني عمل ۾ آڻڻ سان هيٺيان لاڙا جنم وٺن ٿا جي عملي طور متحرڪ ثابت ٿين ٿا:

**1- سرگرمين ڪي ترتيب ڏنو وڃي:**

الف: شاگردن ۾ گروهي بحث جو بندوبست ڪيو وڃي.
ب: شاگردن پاران خوداختياري راڄ (Self-Government) قائم ڪيو وڃي.
ت: سماجي باهمي ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ شاگردن کي وڏيڪ ذميداريون سونپيون وڃن.
ث: منصوبن، راندين، درامن، تعليمي سيرن، ۽ سيمينارن جهڙين سرگرمين جو بندوبست ڪيو وڃي.
ج: شاگردن جي انفرادي تحقيقي منصوبن جا نتيجا گڏ ڪيا وڃن ۽ انهن جون رپورٽون ڏنيون وڃن.

**2- استاد بحيثيت هڪ سکيا جو منظم:**

صحيح ۽ مستند ڄاڻ تجربي ذريعي ئي حاصل ٿيندي آهي پر سڀ تجربا سچا پچا ۽ هڪجهڙا تعليمي به نه هوندا آهن. سو استاد کي بحيثيت هڪ سکيا جي منظم طور صرف تجربن مان تعليم ڪڍڻ لاءِ سکيا جي بندوبست ڪان پاسو ڪرڻ گهرجي. ڪيس سکيا کي ممڪن بڻائڻ لاءِ مدد ڏيندڙ حالتون پيدا ڪرڻيون آهن ۽ شاگردن کي هيٺيان موقعا فراهم ڪرڻا آهن:

(i) فڪري عمل جي ترغيب،
(ii) مضموني مواد کي شاگردن جي چاهه موافق بڻائڻ،
(iii) سوالن مطابق چتاپيتيون ڪرائڻ،
(iv) شاگردن کي کوجنائن لاءِ اجازت ڏيڻ ۽ همٿ بڌرائڻ، ۽
(v) مسئلا حل ڪرڻ. اها آمادگيءَ واسطي جدت آهي.

انهن ڏسن ۽ لاڙن تي بڌل شاگرد ـ مرڪوز تعليم اسانجي شاگردن کي نئين زندگي بخشيندي ۽ اسين پنهنجي عميق نظر سان اونهن رازن کي کوليندي بهتر تعليم يافته افراد پيدا ڪري سگهنداسين.

# باب پهريون

## ذرائع ابلاغ ذريعي عام خواندگي:
## (Mass literacy through Mass Media)

هي موضوع ٻن خاص الفاظ تي مشتمل آهي: عام خواندگي ۽ ذرائع ابلاغ. اچو ته ٻنهي جي وضاحت ڪريون.

**ذرائع ابلاغ (Mass Media):**

ذرائع ابلاغ کي "پيغام وڌائيندڙ يا ڦهلائيندڙ" ليکيو ويندو آهي. انهن ۾ اُهي سڀ ئي مشينريون، برقي وسيلا، گاڏيون ۽ ٻيا ذريعا جن ذريعي پيغام تڪڙو ۽ ٻيڪ وقت وصول ڪندڙن جي وڏي تعداد کي رسي وڃن ٿا. ذرائع ابلاغ ۾ ريڊيو، T.V.، فلمون، اخبارون، ڪتاب، مشهور لوڪ گيت ۽ رسالا وغيره شامل آهن. پيغام، وصول ڪندڙن لاءِ ڪيتري قدر اثرائتو ۽ قابل قبول ٿيو جو دارومدار ان تي آهي ته ڇا ٿو موڪليو وڃي، ڪيئن ۽ ڪڏهن ٿو منتقل ٿئي. بيشڪ ڪنهن به وسيلي يا ذريعي جو استعمال ڪيترن ئي وسيع ۽ مختلف.قسمن جي رستن کي وجود ڏئي ٿو جن ذريعي پيغام کي وصول ڪندڙن ڏانهن پهچائي سگهجي ٿو:

**عام خواندگي (Mass Literacy):**

عام خواندگي يا تعليم عامہ مان مراد آهي تہ عام آبادي يا عام ماڻهن جي اها لياقت آهي جنهن سان هو ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ سمجهہ سان لکي ۽ پڙهي سگهي.

تعليم عامہ يا عام خواندگي جو سوال غير ملڪي حڪمرانن جي دستور ۾ نہ ڪونہ هو، ڇاڪاڻ تہ سندن خيال هو تہ خواندگي ۽ تعليم پوري ملڪ ۾ ترقي آڻيندي تنهن ڪري سندن اهم مقاصد جو اهو حصو ڪونہ هو.

بيئنڪي راڄ جي دور ۾ تعليم چيده وڏن ماڻهن جو حق سمجهيو ويندو هو. آزادي ماڻڻ ڪانپوءِ پاڪستان ۾ اهو تسليم ڪيو ويو تہ تعليم وڏن ماڻهن جي حق هئڻ بجاءِ بغير رنگ، نسل ۽ مذهب جي امتياز، تمام شهرين جو جمهوري حق آهي. ان حقيقت تسليم ڪرڻ ڪانپوءِ بہ بهرحال استعمال ڪيل طور طريقا ۽ سازوسامان جهالت ختم ڪرڻ وارا متوقعہ نتيجا حاصل ڪري ڪونہ سگهيا آهن. پاڪستان ۾ تعليم عامہ ڪي ذرائع ابلاغ ذريعي ڦهلائڻ ڪي ترجيح ڏني ويئي پر ڪيس سنجيده ڪري نہ ورتو ويو. جيئن ئي ڪو اهڙو تعليمي پروگرام ذرائع ابلاغ ذريعي شروع ٿيو تيئن ئي سندن دائرو سوڙهو ڪيو ويو، ڪوششون تنگ ڪيون ويون ۽ بالآخر يڪسر ختم ڪيو ويو. ڪيترن ئي قومي تعليمي ڪانفرنسن ۽ ڪميشنن جهالت ختم ڪرڻ، عوام جي زندگي جو معيار سڌارڻ لاءِ خاص هدف مقرر ڪيا ۽ تعليم عام ڪرڻ بابت ڪيئي رپورٽون تيار ڪيون ۽ پاليسين جا دستاويز تجويز ڪيا. پر افسوس، ڪنهن بہ طرح اسين ملڪ ۾ خواندگيءَ جي شرح وڌائڻ لاءِ پنهنجين ڪوششن ۾ تيزيءَ آڻي نہ سگهيا سين. ڇو تہ اسان پنهنجي 50 سالن کان بہ مٿي واري قومي زندگي دوران تعليم ڪي عام ڪرڻ ۽ تعليم جو درجو وڌائڻ ۾ ڪامياب نہ ويا سين؟ ان ڪاميابيءَ جي ڪوتاهيءَ جا سبب انيڪ آهن:

1- ان وقت جا طئہ ڪيل هدف حقائق تي مبني نہ هئا ۽ ماضيءَ ۾ مقرر ڪيل فنڊ بلڪل ناڪافي هئا.

2- جهالت مٽائڻ لاءِ استعمال ڪيل طريقا ۽ مواد ديسي ڪونہ هئا.

3- ڪي اهڙا ذريعا جي عام ناخواندگي وڌائڻ ۾ ڪردار ادا ڪري رهيا هئا، انهن جي صحيح شناخت به ڪونه ڪئي وئي ۽ نه ئي وري انهن ڪَڻي روڪيو ويو. مثلاً پرائيمري اسڪولن جا اهڙا شاگرد جيڪي سنڌن اسڪول واري عمر ۾ ڪنهن نه ڪنهن سبب اسڪول ڇڏي ويا ۽ اهڙي طرح وري ناخواندگيءَ جي رَو ۾ هليا ويا.

خواندگي جي شرح وڌائڻ متعلق اسان جي پاليسي مقاصد لاءِ اسڪول ڇڏي ويندڙ ٻارن (School drop- outs) لاءِ نهايت ئي سنجيده مضمرات يا دشواريون هيون ۽ آهن.

4- اسانجي پرائيمري تعليم ۾ قابليت يا صلاحيت جي کوٽ آهي ۽ ان سرشتي ۾ اندروني طور موجود ٻارن جي ناپاس ٿيڻ سبب سندن قيمتي سالن جو ناس ٿيڻ (Wastage) پڻ موجود آهي. اهڙو وري ناپاس ٿيڻ ۽وري.وري ساڳين ڪلاس ۾ پڙهائي دُهرائڻ جو مسئلو پرائيمري تعليم ۾ صلاحيت جي گهٽجڻ ۽ پڙهائي جي قيمتي سالن جي ضايع ٿيڻ ۾ پڻ ڪردار ادا ڪري ٿو.

5- اسڪولن جو گهٽ تعداد ۽ تربيت ـ يافته استادن جو ناڪافي تعداد ئي اسڪول ويندڙ عمر جي ٻارن کي اسڪولي دائري ۾ آڻڻ لاءِ نااميدي واري گهٽ شرح جا ذميدار آهن.

6- خواندگيءَ جا پروگرام تڪڙين ۽ سخت تبديلين جي تابع رهيا. جيڪا به نئين حڪومت آئي تنهن ان کي ڇيڀاڙيو جو ڪجهه پهرين حڪومت عام خواندگيءَ لاءِ ذرائع ابلاغ وسيلي ڪرڻ جي عوامي ڪوشش ڪئي تنهن کي ڪُچليو ويو.

## خواندگي (Literacy):

"خواندگي" جي تشريح ۾ هڪ مسلسل رنڊڪ خواندگي جي شرح متعلق غلط فهمين جو وسيلو رهي آهي. هر آدم شماريءَ سان خواندگي کي هڪ نئين وضاحت ملي آهي. هڪ آدمشماريءَ جي پيٺ ۾ ٻيءَ آدمشماريءَ جي انگن اکرن جي بنياد کي تنگ ڪيو آهي. ذرائع ابلاغ ذريعي هلايل مضمونن ۽ پروگرامن عوام کي متاثر نه ڪيو. ذرائع ابلاغ ذريعي پيش ٿيندڙ

مواد جو طريقو ٻارن جي نفسيات تي ٻڌل هو ۽ جيڪو اسڪول ۾ هلندو آهي ان کان مختلف ڪونه هو حالانڪه اهڙي مواد پيش ڪرڻ جي طريقي کي سماجي ۽ گروهي حرڪي قوت تي زور ڏيندي بالغن جي نفسيات مطابق هئڻ گهربو هو.

**تجويزون (Suggestions):**

جنهن جي ڪرڻ جي ضرورت آهي اُهو اهو ته بالغن ۽ عام خواندگيءَ جي پروگرامن نشر ڪرڻ لاءِ ريڊيو تي وچولي لهر جي فريڪئنسي (Medium-wave frequency) هجي ۽ تي. ويءَ تي الڳ تعليمي چينل هجي يا خواندگيءَ جي پروگرام نشر ڪرڻ لاءِ مقامي تي. وي چينل تي باقاعده روزانو جو وقت مقرر ٿيل هجي. ذرائع ابلاغ ذريعي عام خواندگيءَ جي پروگرامن جي دائري ۾ ايندڙ اهدافي گروپن ۾ بالغ مرد، عورتون، عمر جي گروهه ۾ ايندڙ اسڪول ڇڏيندڙ ٻار هجن.

اهڙيءَ طرح تعليم عام يا عام خواندگيءَ جا پروگرام لکڻ پڙهڻ جون بنيادي مهارتون سيکارين ۽ ڪجهه حساب ڪتاب جو فن سيکارين. پروگرام پنهنجي نوعيت ۾ عملي، بامقصد ۽ بامعنيٰ هجن. اُهي دائري اندر آندل آباديءَ جي روزمره جي زندگيءَ تي ڌيان مرڪوز ڪندي آباديءَ جي روزمره جي لوڪ داستانن ۽ لوڪ سيپيتائن تي مبني هئڻ گهرجن. جيستائين ممڪن ٿي سگهي انهن گروپن جي وڏي اثر، ڌيان ۽ آمادگيءَ لاءِ مادري زبان کي وسيلو ڪري پروگرام ترتيب ڏنا وڃن.

عام خواندگي جي پروگرامن ۾ اهدافي گروپن جي ڀرپور حصي وٺڻ لاءِ ابلاغِ عامه ذريعي هڪ آمادگيءَ جي تحريڪ (Campaign) شروع ڪرڻي پوندي، ته جيئن شموليت اختيار ڪرڻ وارن لاءِ فائدن ۽ ترغيبن جو اعلان ڪري سگهجي.

ذرائع ابلاغ لاءِ عام خواندگيءَ جي پروگرامن تيار ڪرڻ لاءِ هر صوبي ۾ هڪ ايجوڪيشنل ڊائريڪٽوريٽ يا ادارو قائم ڪيو وڃي جنهن ۾ تعليمي ۽ تدريسي، فني، لساني، ثقافتي، ۽ مشتهر ڪرڻ وارو عملو شامل هجي. اهڙا ئي ادارا آزاد جمون ۽ ڪشمير ۽ وفاقي قبائلي علائقن ۾ پڻ قائم ڪيا

وجن. اهو ادارو هن ڪمن جو ذميدار هجي جيئن ته مسودا لکڻ، تصنيف ۽ پيشڪش، هدايتون، جائزا، سبقن کي ريڊيو ۽ ٽي وي تان نشر ڪرڻ، فلمون تيار ڪرڻ ۽ انهن جي نمائش ڪرڻ، ۽ عام ماڻهن جي حقيقي زندگي ۽ صحيح صورتحال تي مبني اسٽيج ڊراما ڪرڻ، وغيره.

مختصر لفظن ۾ ته لکڻ پڙهڻ ۽ حسابن جي گهربل مهارتن کي مقامي ثقافت، ۽ ان جي هئيت، لوڪ فن، لوڪ موسيقي ۽ لوڪ داستانن ذريعي تيار ڪرڻ ۽ سيکارڻ گهرجي. ائين تعليم ۽ لکڻ پڙهڻ جي ڦهلاءَ لاءِ هيٺين ربت گهڻ - طرفي يلغار ڪرڻ گهرجي:

(i) پرائيمري اسڪولن ۾ وڌيڪ بهتر سکيا جا وسيلا،

(ii) مسجد اسڪولن مان وڌيڪ حاصلات،

(iii) لرننگ ڪوآرڊينيٽرن ۽ سپروائيزرن ذريعي بهتر نگراني،

(iv) نئين روشني اسڪولن مان وڌيڪ بهتر محاصل،

(v) عملي ۽ بالغن جي تعليمي پروگرامن ۾ علامه اقبال اوپن يونيورسٽيءَ جي وڌيڪ شموليت، ۽

(vi) مادري زبان ۾ ابلاغ عامه ذريعي عام خواندگي جي پروگرامن کي لاڳو ڪرڻ.

اهي اقدام اسان کي تعليم عام ڪرڻ ۽ جهالت ختم ڪرڻ وارن بن گڏيل مقاصد جي حصول طرف وٺي ويندا.

ذرائع ابلاغ جي ڪامياب استعمال لاءِ اهو ضروري ٿيندو ته ٽائون ڪاميٽي ۽ يونين ڪائونسل وارا پنهنجي پنهنجي علائقن ۾ عوامي تعليمي پروگرامن جي سماعت ۽ ڏيکارڻ لاءِ ريڊيا ۽ ٽي وي سيٽ خريد ڪن.

# باب پيو

## بالغن جي تعليم جا لازمي عناصر
## (Essentials of Adult Education)

بالغن جي تعليم جي لازمي عناصر بہ گهڻي قدر هر اُها شيءِ اچي وڃي ٿي جنهن جي بالغن جي تعليم لاءِ رٿابنديءَ ۾ گهرج ۽ عمل ۾ ضرورت آهي. ان سلسلي ۾ هيٺيون ڳالهيون بحث لاءِ اهم ۽ واجبي نظر اچن ٿيون:

1- بالغن جي تعليم جا ڪهڙا مقصد ۽ مرادون آهن؟ ۽ هئڻ گهرجن؟

2- بالغن جي تعليم جي پروگرام کي پُرڪشش بڻائڻ لاءِ بالغن جي تعليم ۾ ڪهڙا طريق ۽ رسائل (Approaches) ڪتب آندا وڃن؟

3- بالغن جي پروگرامن کي متاثر ڪُن بڻائڻ لاءِ نصاب ۾ ڪهڙو مضموني مواد شامل ڪيو وڃي.

4- ڪيس ڪيئن ۽ ڪهڙي سطح تي منظم ۽ اهتمام جوڳو بنايو وڃي ۽ سندس نگراني ڪئي وڃي؟

5- بالغن جي تعليم جي ڪارڪن / استادن جون خوبيون ۽ تعليمي قابليتون ڪهڙيون هئڻ گهرجن؟

6- بالغن جي تعليم جي جوڙجڪ، تنظيم ۽ نگرانيءَ جو ذميدار ڪير هئڻ گهرجي؟

7- بالغن جي تعليم جي تقاضا کي ڪميونٽيءَ (راڄ) ۾ قبول ڪرائڻ لاءِ آماده ۽ متاثرڪُن ڪيئن ڪجي؟ پڙهڻ ۽ سکيا جون شيون هٿ ڪرڻ ۽ پيش ڪرڻ لاءِ ڪير ذميوار هئڻ گهرجي، ۽ اُهي شيون ڪيئن پکيڙجن ۽ ورهائجن؟

8- بالغن جي تعليمي پروگرام جو جائزو ڪيئن ونجي؟

9- بالغن جي تعليم جي بهتري ۽ بالغ سڪنڊز جي بهتر پوئواريءَ لاءِ تدارڪي اپياس ڪيئن هلايا وڃن؟

10- ڇا بالغن جي خواندگي کي بالغن جي تعليم کان مختلف رکيو وڃي؟

جيئن ته ترقي ـ يافته مُلڪ 'بالغن جي خواندگيءَ' کان 'بالغن جي تعليم' واري سطح تي پهچي هاڻي **'مسلسل تعليم'** ۽ **'تاحيات تعليم'** تائين پهچي چڪا آهن، ته وري ترقي ـ پذير قومون اڃا تائين بالغن جي خواندگيءَ لاءِ هيڪڙ بيڪڙ بي ترتيب ڪوشش ۾ ئي مصروف آهي.

هتي **بالغن جي خواندگي** ۽ **بالغن جي تعليم** ۾ فرق جو ذڪر موزون آهي. بالغن جي تعليم بالغن جي خواندگي کان گهڻو اڳتي آهي. "خواندگي" پڙهڻ ۽ لکڻ جي مهارتن کي ملائي ٿي، جنهن جو مطلب صرف خوانده بنائڻ آهي. اسان جي سماج جي خاص ماحول ۾ انسان کي لکڻ پڙهڻ کان اڃا به وڌيڪ جي ضرورت آهي. اسان جي خوانده عوام لاءِ تعليم بالغان ضروري آهي.

ماضيءَ ۾ اسان بالغن جي خواندگيءَ جا اهداف مقرر ڪيا ويا هئا پر ان مان ڪافي اهداف پورا نه ٿيا، تنهن ڪري اڻ پڙهيلن جي حالت زار ۾ ڪو تعريف جوڳو سُڌارو نه اچي سگهيو. اهڙن خواندگيءَ جي پروگرامن جي ناڪاميءَ ۾ ڪيئي عناصر شامل هوندا. هڪ بنيادي ۽ اهم عنصر اهو آهي ته بالغن جي خواندگيءَ جي پروگرام کي بدنيتيءَ سان ڏنو ويو ۽ پڻ پُرڪشش ڪونه هئا تنهن ڪري پنهنجي اثر ڏيکارڻ ۾ ناڪام ويا.

تعليمِ بالغان جي هڪ سني، ڪامياب ۽ اثرائتي پروگرام لاءِ ڇا ڇا ضروري آهي؟

سپ کان پهريائين ابلاغِ عامہ ۽ مقامي اطلاعات جي ادارن ذريعي قومي ترقيءَ لاءِ بالغن جي تعليم جي ضرورت ۽ فائدن بابت عوام کي پوريءَ طرح آگاهہ ڪيو وڃي. ملڪ جي مختلف حصن جي ڪميونٽين کي اينترو تہ تيـار ۽ راغب ڪيو وڃي جو اُهي پنهنجن بالغن کي پڙهائڻ جي ڪم ۽ تقاضائن کي منهن ڏيڻ ۽ پوري ڪرڻ کي قبول ڪن.

ٻئي نمبر تي اُهي بالغ جن کي پڙهائڻو آهي تن کي تعليمي تجربي ۾ رضاخوشيءَ سان شموليت لاءِ آماده ڪرڻ جي ضرورت آهي ۽ کين تعليم جي فائدن ۽ خوبين کان واقف ڪيو وڃي، خاص طور تي سماجي آزارن ۽ اقتصادي مشڪلاتن کان نجات حاصل ڪرڻ ۽ پڙهيل هئڻ جي ناتي سان اُنهن دشوارين کان پڻ ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ متعلق جيڪي کين تعليم جي گهٽتائي سبب روزمره جي زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ تيون، انهن متعلق آگاهي ڏيڻ ضروري آهي.

ٿيون اهو تہ ڪنهن بہ تعليم بالغان جي پروگرام کي سندس مقاصد متعلق صاف صاف الفاظ ۾ بيان ڪيل هئڻ گهرجي. تعليمِ بالغان جو بنيادي مقصد سڪنڊڙ بالغن کي هر لحاظ کان ترقي مهيا ڪرڻ هجي، جا هيٺين طرح ظاهر ٿيڻ گهرجي:

1- کين معاشي لحاظ کان وڌيڪ قابل بڻائي مفيد شهرين بڻجڻ ۾ مدد ڏيڻ.
2- شهريءَ جي حيثيت ۾ کين پنهنجن حقن ۽ ذميدارين جو شعور ڏيڻ ۽ اهڙي ئي طرح کين بهتر شهرين بڻجڻ ۾ مدد ڪرڻ.
3- ڪميونٽي يا راڄ ۾ شموليت اختيار ڪرڻ ۽ سهڪار ڪرڻ جي سوچ وڌائڻ.
4- صحت ۽ جسماني درستگيءَ (Fitness) ۾ صلاحيت وڌائڻ.
5- سندن ثقافتي قدرن ۾ موزونيت پيدا ڪرڻ جا موقعا فراهم ڪرڻ.
6- کين پڙهڻ ۽ لکڻ جو فن سيکارڻ.
7- ڪامياب زندگي گذارڻ لاءِ کين ذاتي ۽ سماجي هم - آهنگي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڏيڻ.
8- پيشہ ورانہ ۽ واندڪائيءَ جي وقت جي سرگرمين ذريعي خود - اظهاريءَ جا موقعا فراهم ڪرڻ.

9- ڪين زندگيءَ متعلق آزاد نقطئہ نظر وڏائڻ ۽ پاڻ تي ڀاڙڻ ۾ مدد ڏيڻ.
10- پنهنجي ڪميونٽي يا راڄ ۽ ماحول کي سمجهڻ جا ڪين موقعا فراهم ڪرڻ ۽ سندن پوشيده صلاحيتن ۽ وسائل کان باخبر ڪرڻ.

چوٿون اهو تہ بالغن جي تعليم جو پروگرام سکندڙن يالغن جي خاص ۽ متعلقہ ضرورتن جو پورائوڪري. اهو دلچسپ ۽ وڻندڙ هئڻ گهرجي. بالغ سکندڙن کي ڏنل سکيا ۽ معلومات ۽پڙ وڌايل دلچسپين جو واسطو سندن صحت، ڪتنب، رٿابندي، ۽ بهتر ڏنڌن جي وڌيڪ باصلاحت مهارتن سان لاڳو هئڻ گهرجي جيئن تہ: ٿڌي تي طبي امداد، ڪارآمد شهريت، راڄ کي سمجهڻ، ان جي وسائل ۽ انهن جي استعمال، راڄ ۾ اثرائتي شموليت، ثقافتي سرگرميون وغيرہ. ان کان خبردار ڪيو وڃي تہ تعليم بالغان تمام گهٽي علمي خيالي ۽ پُراڻين حقيقتن، انگن اکرن ۽ معلومات کي گهٽو رٽڻ تي مبني نہ هئڻ گهرجي.

مضموني مواد، سکيا جو سامان يا سرگرمين چونڊن مهل هي اصول خيال ۾ رکيا وڃن:

(i) سکيا جي پروگرام ۾ شرڪت ڪندڙ ماڻهن لاءِ اِهو مضموني مواد دلچسپ آهي يا نہ؟
(ii) چا شرڪت ڪندڙ ماڻهو ان کي سمجهي سگهندا؟
(iii) چا اهو سکندڙن لاءِ مفيد ٿيندو؟

پنجون اهو تہ تعليم بالغان جو پروگرام آماده ڪندڙ ۽ پُرڪشش هجي. بالغ سکندڙن جي انفرادي اختلافن کي نظر ۾ رکندي مختلف گروهن لاءِ مختلف طريقا ۽ وسيلا اهڙيءَ طرح استعمال ڪجن جيئن اهي جدا جدا نمونن جا لڳن ۽ اُهي بالغن ۾ دلچسپي پيدا ڪري سگهن. سمعي و بصري معاونين جو استعمال ڪافي وقت هلڻ ڪپي تہ جيئن بيزاي ختم ٿئي جا تعليمِ بالغان جي پروگرامن کي جلدي ڇڏي وڃڻ جو پڻ هڪ سبب آهي.

بالغن کي پڙهائڻ لاءِ ڪهڙو طريقو يا ذريعو ڪارائتو آ هي تنهن جو دارومدار ان تي آهي تہ بالغ ڪهڙي قسم جا آهن، راڄ يا ڪميونٽي ڪهڙي قسم جي آهي، وقت ڪيترو مليل آهي، سکيا جي شين جي نوعيت، جاءِ،

حالات، موجود سهوليتون وغيره کھڙيون آهن. بالغن جي تعليم ۾ غير ـ رسمي طرزِ عمل ۾ هي ڳالهيون شامل آهن: گهرن ۾ مشغوليون، صنعتي يونٽ، سماجي ڪلبون، عورتن جون انجمنون وغيره. بالغن جي رسمي تعليم، اسڪول جي عمارت اندر منظم ڪلاسن ذريعي سکيا تي مشتمل يا وري ڏنڊن، واپار، ڪارخانن، صنعتن وغيره سان منسلڪ هوندي آهي. مناسب رسمي حرفتون هي آهن: ليڪچر، گفتگو، فورم، سمپوزيم (هڪ موضوع تي گڏجاڻي)، ڊراما، ڪردار ادا ڪرڻ، مظاهرو ۽ تعليماتي سير. اسانجي سماجي ماحول ۾ سمعي بصري معاون هنرمندي ۽ تخليقي سوچ سان تيار ڪري سگهجن ٿا. ديسي معاونين سستا، سادا، پاڻ تي انحصار ڪندڙ، ڪٽڻ ۾ سولا ۽ مهلائتي صورتحال جي مطابق هوندا آهن.

جهڙي اهو ته بالغن جي تعليم کي ملڪي تعليمي مشينريءَ ۾ اهم درجو ڏنو وڃي. جيڪڏهن بالغن جي تعليم کي اهڙي حيثيت ڏني ويئي جهڙي مڊل، ايليمينٽري ۽ هاءِ اسڪولن يا ڪاليجن کي مليل آهي ته پوءِ ڏسندؤ ته عوام به ان جي حق ۾ ٿيندو ۽ ٻيا ادارا به ڪيس وڏي مدد ڏيندا، جيڪي انتظام هلائڻ ۽ مالي طور به مدد ڪري سگهن ٿا ۽ پوءِ اهي پروگرام هڪ ادنيٰ حيثيت مان نڪري اسان جي تعليمي سيٽ ـ اپ ۾ جيڪا هن وقت تائين هڪ منصوبي واري حيثيت رکندڙ آهن، تن کي اهم وقعت ملندي.

ان سلسلي ۾ اها ڳالهه ترجيح جوڳي هوندي ته جيڪڏهن بالغن جي تعليم لاءِ هڪ الڳ ڊائريڪٽوريٽ قائم ڪيو وڃي يا موجوده ڊائريڪٽوريٽ ۾ هڪ الڳ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر آف ايڊلٽ ايجوڪيشن مقرر ڪيو وڃي ته جيئن بالغن جي تعليم جي پروگرامن جو انتظام ۽ نگهباني ڪري. اهو به لازمي ٿيندو ته پاڪستان ۾ تعليم بالغان لاءِ پنهنجي صوبن ۾ به برانچن سان گڏ هڪ قومي انجمن ناهي وڃي جيڪا ملڪ ۾ بالغن جي تعليمي پروگرامن کي مربوط ۽ مستحڪم ڪري.

ستون اهو ته تعليم بالغان جا استاد، ڪارڪن ۽ رهنما احتياط سان چونڊيا وڃن. پڙهائيندڙ عملي جي نوڪريءَ کان پهريان يا نوڪريءَ دوران تربيت جو بندوبست ڪيو وڃي ته جيئن بالغن جي تعليم و تدريس وڏيڪ

بهتر ۽ وڌيڪ اثرائتي ٿئي. بالغن جي تعليم جي اڳواڻن/ رهنمائن ۽ ڪارڪنن کي بالغن جي نفسيات بابت مڪمل ڄاڻ ۽ سمجهه، بالغن جي سکيا ۽ جنهن برادريءَ (ڪميونٽيءَ) کي پڙهائڻ ٿا ان جي سماجي ثقافتي پس منظر کان واقفيت جهڙين اضافي خوبين سان گڏ سندن ذاتي خوبيون پڻ هئڻ گهرجن.

مٿين سڀني ڳالهين کي سهڙيندي، بالغن جي تعليمي پروگرامن جي رٿابندي ڪرڻ مهل هيٺين ڳالهين کي زير غور آڻڻ تمام ضروري آهي:

1- قوم بالغن جي تعليم جي اهميت کي ضرور محسوس ڪري ۽ ان کي 'تاحيات تعليم' (Life -long Education) جو هڪ سلسلو سمجهي.

2- بالغن جي تعليم لاءِ ڪميونٽي وسائل کي بالغ شاگردن جي ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ اثرائتي نموني استعمال ڪرڻ گهرجي.

3- تعليم بالغان جو نصاب ڄاڻ، سمجهه، مهارتون، رغبتون، رويا ۽ اقدار وڌائي ته جيئن بالغ سکندڙ موجوده تيزيءَ سان بدلجندڙ دنيا ۾ سٺي مطابقت سان رهي سگهن.

4- بالغن جي تعليم وارا استاد ۽ رهنما، قابل ۽ اثرائتي سکڻ - سيکارڻ واري عمل لاءِ فڪر توڙي عمل ۾ تيار ۽ تربيت - يافته هئڻ گهرجن.

5- بالغن جي تعليم ۾ نون ۽ سٺن اپائن، طريقن ۽ وسيلن شامل ڪرڻ لاءِ يونيورسٽين اندر تعليمِ بالغان پروگرامن متعلق تحقيق ڪرڻ گهرجي.

6- بالغن جي تعليمي پروگرامن يا سرشتي جي ڪم هلائڻ لاءِ مناسب پئسي جي ۽ اخلاقي مدد فراهم ڪرڻ لاءِ قومي سطح تي مالي مضمرات/ دشوارين متعلق شعور پيدا ڪيو وڃي.

# باب پهريون

## نيشنل ايجوڪيشن پاليسي 1998-2010ع
## (National Education Policy 1998-2010)[46]

**(i) تعارف:**

تازو شايع ٿيل قومي تعليمي پاليسي 1998-2010ع (نيشنل ايجوڪيشن پاليسي 1998-2010) قومي استحڪام ۽ مربوطگيءَ، سماجي و معاشي ترقيءَ کي خيال ۾ رکندي، ملڪي توڙي غير ملڪي تاريخي ارتقا، تعليم و تربيت جي جديد رجحانن ۽ قوم جي اڀرندڙ تقاضائن جي تناظر ۾ ترتيب ڏني وئي آهي. حڪومت پاڪستان پنهنجي آزادي حاصل ڪرڻ کان يڪدم ئي پوءِ تعليم سان پنهنجي وابستگي جي اظهار خاطر هڪ تعليمي قومي ڪانفرنس نومبر 1947ع ۾ منعقد ڪئي. ان ڪانفرنس پنهنجي قوم ۽ ان وقت جي مسلم ليگ جي حڪومت وارين حالتن، اميدن ۽ اظهارن جوڀرپور جائزو ورتو. قائد اعظم محمد علي جناح آئينده لاءِ پنهنجي بصيرت پڻ مهيا ڪئي. ان ڏس ۾ اڳتي هلندي ڪيترين ئي تعليمي ڪميشنيون، ڪاميٽيون، جائزا ۽ پاليسيون وقت بوقت شايع ٿينديون رهيون آهن. اسان

اڳ ۾ قومي تعليمي ڪيمشن 1959ع ۽ تعليمي پاليسي 80-1972ع جو خاص ذڪر موزون وقتن ۽ جڳهن تي هن ڪتاب ۾ ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح قوم ۽ وقت جي ايرنڊز تقاضائن، ملڪي و غير ملڪي حالات ۽ جديد ترقين ۽ تقاضائن مطابق پاليسيون ٺهنديون رهنديون آهن. تازو هن ئي سال حڪومتِ پاڪستان جي موجوده مسلم ليگي قيادت پڻ 'تعليم' جي اهميت تي خاص ڌيان ڏيندي قوم کي هڪ نئين تعليمي پاليسي بعنوان "نيشنل ايجوڪيشن پاليسي 2010-1998ع" ڏني آهي. قوي اميد ڪجي ٿي ته جيڪڏهن ان پاليسيءَ تي منصفانه و ديانتدارانه عمل ٿيو ته اسين يقيناً نئين صديءَ ۾ فخر ۽ شان سان قدم رکي سگهنداسين.

اها پاليسي، حڪومت پاڪستان جي يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن طرفان شايع ڪئي ويئي آهي. ان پاليسيءَ کي موجوده وفاقي وزير تعليم محترم سائين رٽايرڊ جسٽس غوث علي شاهه ۽ وفاقي سيڪريٽري تعليم جناب ڊاڪٽر صفدر محمود جن جي زيرِ قيادت ۽ انهن جي مسلسل ڪوشش ۽ ڪاوشن تحت ملڪ جي ماهرين تعليم پنهنجي بي انتها مصروفيتن جي باوجود، تعليم سان پنهنجي عميق دلي دلچسپيءَ ۽ بيش بها خدمتن جي جذبي سان ڏينهن رات محنت ڪندي نهايت ئي قليل عرصي ۾ مرتب ڪيو، جنهن لاءِ قوم کين تحسين پيش ڪندي. اها پاليسي تعليم جي مختلف پهلوئن بابت 17 بابن جن ۾ هڪ سڄو باب مختلف انگن اکرن تي ٻڌل جدولن ۽ جملي 134 صفحن تي مشتمل آهي. انهيءَ پاليسيءَ مان مستقبل جي نون استادن، توڙي موجود استادن ۽ زيرِ تربيت استادن لاءِ خاص خاص پهلوئن جو مختصراً احوال پيش ڪيو وڃي ٿو، اميد ته لاڀ پائيندا.

**(ii) مقاصد (Objectives):**

موجوده تعليمي پاليسيءَ پنهنجي مقاصد پيش ڪرڻ کان اڳ ۾ پاڪستان قائم ٿيڻ وقت پهرين تعليمي ڪانفرنس جا 27 نومبر 1947ع ۾، ڪراچيءَ ۾ ڪوٺائي ويئي هئي، تنهن لاءِ قائدِ اعظم محمد علي جناح جي خاص پيغام جا وقتائتا ۽ بصيرت آموز الفاظ ورجايا آهن:

*"There is no doubt that the future of our state will and must depend upon the type of education we give to our children, and the way in which we bring them up as future citizens of Pakistan. Education does not merely mean academic education. There is immediate and urgent need for giving scientific and technical education to our people in order to build up our future economic life and to see that our people take to science, commerce, trade and particularly well-planned industries. We should not forget that we have to compete with the world which is moving very fast in this direction."* (46, P-5)

باني پاڪستان جي مٿئين پيغام ۽ اسلامي جمهوريت پاڪستان جي دستور جي خاص خاص شقن جي روشنيءَ ۾ موجوده تعليمي پاليسيءَ کي مرتب ڪندي، ان ڳالهہ جو خاص خيال رکيو ويو تہ اسان کي پنهنجي پاڪستاني قوم کي هڪ مربوط ۽جامع شناخت ڏيارڻي آهي تہ جيئن اها اڪيهين صديءَ جي تقاضائن ۽ مقابلن کي شان سان منهن ڏئي سگهي. ان ڪري موجوده پاليسيءَ کي ان بصيرت افروز نظر سان مرتب ڪيو ويو آهي جنهن جو مقصد تعليمي طور چڱيءَ طرح اُسريل، سياسي طور هڪ واحد، معاشي طور خوشحال، اخلاقي طور صحتمند ۽ موزون، ۽ روحاني طور تمام اُڀريل قوم نظر اچي.

ان پاليسيءَ جا خاص خاص مقاصد هيٺ ڏجن ٿا:

1- قرآني هدايات و اصولن ۽ اسلامي عمل کي نصاب جو اڻوٽ حصو بنائڻ تہ جيئن قرآن پاڪ جو پيغام تعليم و تربيت جي سلسلئہ عمل ذريعي پکيڙي سگهجي. پاڪستان جي آئينده جي نسلن کي سچي مسلمان طور زندگي بسر ڪرڻ خاطر تعليم ۽ تربيت ڏيڻ تہ جيئن هو نئين صديءَ ۾ دليري، اعتماد، دانش ۽ صبر و استقامت سان قدم رکي سگهن.

2- سموري ملڪ ۾ اسڪول ڇڏي ويلن (Dropouts) لاءِ هڪ ٻيو موقعو ڏيڻ واسطي بنيادي تعليم جا ڪميونٽي اسڪول قائم ڪندي رسمي توڙي غير رسمي تعليم فراهم ڪرڻ تہ جيئن سڀني کي عام پرائمري تعليم حاصل ٿي سگهي.

3- ٻارڙن جي بنيادي ايياسي ضرورتن کي سکيا جي آلات ۽ مواد جي لحاظ کان، پورو ڪرڻ.

4- هر ٻار کي مفت تعليم تائين پهچڻ جي سهوليتن جا وڌ ۾ وڌ موقعا فراهم ڪرڻ لاءِ بنيادي تعليم کي معياري توڙي شمارياتي لحاظ کان اڳتي وڌائڻ.

5- اهڙن سيني ڇوڪرن توڙي ڇوڪرين کي، جي ثانوي تعليم حاصل ڪرڻ جي خواهش رکن ٿا تن جي اهڙن اسڪولن تائين رسائيءَ کي يقيني بنائڻ.

6- ڪثيرالانواع (Diversified) تعليم تي زور ڏيڻ ته جيئن رسد واري اصول کي طلب تي بدل تعليمي سرشتو قائم ٿي سگهي. ان لاءِ تعليم يافته نوجوانن کي پيشورانه دنيا ڏانهن راغب ڪرڻ ته جيئن هو پيداواري مفيد شهري ۽ پڻ سماج جا مثبت طور حصو وٺندڙ افراد ثابت ٿي سگهن.

7- نصابي اوسر (Curriculum Development) کي مسلسل سلسلئه عمل بنائڻ ۽ پڻ اهڙا اقدام ڪرڻ جن ذريعي تعليم جو هڪجهڙو (Uniform) سرشتو رائج ٿي سگهي.

8- شاگردن کي پروفيشنل (Professional) توڙي خاص (Specialized) تعليم جي جستجو لاءِ تيار ڪرڻ.

9- استادن، استادن جي استادن ۽ تعليمي منتظمين جي ملازمت دوران ان - سروس (Inservice) ٽريننگ جا پروگرام قائم ڪرڻ ته جيئن تعليمي نظام کي اثرائتي ثابت ٿيڻ کي وڌائي سگهجي. ملازمت کان اڳ وارن پري - سروس (Pre-service) تربيت وارن پروگرامن جو درجو وڌائڻ. ان لاءِ ثانوي ۽ ڊگري کان مٿي وارين سطحن تي اميد افزا استادن لاءِ وڏيڪ مدت وارا متوازي تربيت جا پروگرام شروع ڪرڻ.

10- پري - سروس ۽ ان - سروس، ٻنهي لاءِ پاليسي، رٿابندي ۽ استادن جي تربيت وڌائڻ لاءِ هڪ روان ڍانچو مرتب ڪرڻ.

11- ملڪ جي صنعتي ضرورتن جي مطابقت ۾، تربيت يافته افرادي قوت تيار ڪرڻ لاءِ، ٽيڪنيڪي توڙي پيشورانه تعليم کي وڌائڻ.

12- ٽيڪنيڪي ۽ پيشورانه تعليم يافته گرئجوئيٽس جي بيٺل(Static)، رسد

تي مبني سرشتي (Supply - based system) کان طلب - طرف ويندڙ سرشتي (Demand - driven system) ڏانهن راغب ڪندڙ ملازمت جي مواقع وڌائڻ لاءِ ٽيڪنيڪي تعليم جو معيار وڌائڻ.

13- هر عمر جي ٻارن ۾ معلوماتي ٽيڪنالاجي (Information Technology) کي مشهور ۽ متعارف ڪرائڻ ۽ کين آئينده جي صديءَ لاءِ تيار ڪرڻ. ڪلاس ۾ ڪمپيوٽر جي مختلف عملن (Functions) کي سکيائي اوزارن طور جي استعمال تي زور ڏيڻ. تعليمي پروگرامن جي منصوبه بندي ۽ خبر رسانيءَ ۾ معلوماتي ٽيڪنالاجي استعمال ڪرڻ.

14- غريب ٻارن جي ڪجهه في صد کي مفت تعليم فراهم ڪرڻ لاءِ خانگي شعبي کي همٿائڻ.

15- تعليم جي هر سطح تي جائزي ۽ خبر رسانيءَ جو سلسلئہ عمل قائم ڪرڻ، اهڙن سلسلن کي عمل ۾ آڻيندي معيار کي ظاهر ڪندڙ اشارن (Indicators) جي شناخت ڪرڻ ۽ معيار کي پروان چڙهائڻ لاءِ درستگيءَ جا اقدار ڪرڻ.

16- اعليٰ تعليم جي مختلف مضامين ۾ معيار جي سربلندي و خوبي (Excellence) حاصل ڪرڻ خاطر يونيورسٽين ۾ نون مضمونن توڙي نون اُسرندڙ سائنس جي مضمونن کي متعارف ڪرائڻ ۽ منتخب مضمونن کي ائڊوانسڊ اسٽڊيز سينٽرس (Centre of Advanced Studies) ۾ تحقيق و توسيع طرف منتقل ڪرڻ.

(17) اعليٰ تعليم جي معيار کي وڌائڻ خاطر تدريس، سکيا ۽ تحقيقي عملي جي سلسلن کي بين الاقوامي معيارن تائين پهچائڻ. (46 ـ ص ـ 8-6)

# باب ٻيو

## اقتباس (Extracts)

### (1) خواندگيءَ ۽ غير رسمي ـ تعليم
### (Literacy and Non-Formal Education)

**تصوراتي ڍانچو (Conceptional Framework):**

دنيا ۾ سال 1990ع کي "بين الاقوامي خواندگيءَ" جو سال قرار ڏنو ويو. مقصد اهو هو ته جيئن دنيا کي مڪمل طور خوانده بنائڻ لاءِ يقين ڏهانين ڪي نئين سر عزم و وفا کي ڏهرائڻ لاءِ موقعو فراهم ڪري سگهجي. ان سال جا ٻه خاص پيغام هيا ته:

(i) خواندگيءَ جي اهميت آهي ۽ تمام گهڻي اهميت آهي، ۽

(ii) ته تعليم حقيقت ڪري هڪ عوامي ذميداري آهي جا حڪومت کي نڀائڻي آهي. تنهن هوندي به اها سڀني جي ذميداري پڻ آهي ۽ هر هڪ کي جن ۾ خانگي شعبو، غير سرڪاري ادارا (NGOs)، ڪميونٽي تي مشتمل ادارا ۽ ٻيا اهڙا ئي منسلڪ ادارا، تن جو فرض آهي ته بنيادي انساني فرض نڀائڻ کي يقيني بڻائن.

پاڪستان قائم ٿيڻ سان شروعاتي دور رسمي تعليم ۽ ان وقت جي

مروج تعليمي ڍانچي کي قائم رکڻ، وڏائڻ ويجهائڻ ۾ صرف ٿيو. اڄ تائين اهي ئي اثرات عموماً قائم آهن. گهڻو ڪري رسمي تعليم تي زور ڏنو پيو وڃي. حڪومت جي مسلسل ڪوشش جي باوجود اسين ناخواندگي ختم ڪرڻ ۾ گهڻي حد تائين ناڪام ويا آهيون. ناخواندگي، غربت، آدمشماري جو وڌڻ وغيره ۽ اهڙا ئي ٻيا اسباب ناخواندگي ختم ڪرڻ آڏو وڏيون رڪاوٽون آهن جي مسلسل قائم آهن.

پاڪستان ۾، موجوده خواندگيءَ جي شرح جو تخمينو 38.9% فيصد آهي ۽ اهو مردن لاءِ 50% ۽ عورتن لاءِ 27% آهي (ڏسو ايڪانامڪ سروي 1996-97 صہ ـ 115). ڳوٺاڻي علائقن ۾ عورتن جي خواندگيءَ جي شرح 8 سيڪڙي کان وڌيڪ ڪونہ آهي. اهو تخمينو لڳايو ويو آهي تہ 1992-93ع ۾ خوانده افراد جو انگ ٻہ ڪروڙ ڇهانوي لک پنجاهہ هزار هو جڏهن تہ 10 سالن ۽ ان کان مٿي واري عمر جي افراد جو انگ اٺ ڪروڙ سٽتيهہ لک سترهن هزار هو (ڏسو اٺون پنج ـ سالہ منصوبو 1993-98ع، صہ ـ 315). سال 1998ع ڌاري، 10 سالن کان مٿي واري عمر جي گروپ جو انگ وڌي 9 ڪروڙ، ڇاهٺ لک، نوي هزار تي ويندو. 1993-98ع دوران خوانده افراد ۾ هڪ ڪروڙ، اناسي لک، ٽيهہ هزار جو واڌارو ايندو. ٻهرين تن پنج سالہ منصوبن دوران بالغن جي خواندگيءَ ۾ڪو خاطر خواه اضافو ڪونہ ٿيو ڇاڪاڻ تہ نہ ڪي خاص فنڊ مقرر ڪيا ويا ۽ نہ ئي ڪي هدف مقرر يا حاصل ڪيا ويا. (46، صہ ـ 18)

ٻئي پاسي غير رسمي تعليم اڄڪلهہ وڌيڪ شعور ۽ تعليمي حيثيت حاصل ڪري رهي آهي. غير رسمي تعليم جو تصور ڪو نئون ڪونہ آهي. غير رسمي تعليم جا عمل ٻہ سالن کان جاري رهيا آهن ۽ اهي روز افزون پنهنجي اهميت مڃرائي رهيا آهن. بهرحال، اچو تہ ڏسون تہ اسان جي نئين تعليمي پاليسيءَ جا ان جيءَ باري ۾ ڪهڙا مقاصد ۽ حڪمت عملي آهي.

**(i) مقاصد (Objectives):**

1- تعليم جو جڳ مشهور مقصد "تعليم سڀن لاءِ، سڀئي تعليم لاءِ" "Education for all and All for Education" حاصل ڪرڻ.

2- پرائيمري تعليم، سڀني ٻارن کي (Universal Primary Education) حتي المقدور گهٽ ۾ گهٽ عرصي ۾ مهيا ڪرڻ واسطي ڪميونٽن کي شامل ڪيو ويندو. انهن جي ذريعي رسمي تعليم کي وڌايو ويجهايو ويندو ته جيئن سڀني ٻارن لاءِ پرائيمري تعليم جا اهداف حاصل ڪري سگهجن.

3- اهڙن نوجوانن جن جي عمر 14-10 سالن جي هجي ۽ انهن پرائيمري تعليم جو موقعو وڃايو هجي تن کي ڪارائتي تعليم ڏيڻ.

4- 15 کان 25 سالن جي عمر واري گروپ جي ڳوناٺي عورتن لاءِ ديرپا ۽ ڪارائتي خواندگيءَ ۾ آمدني وڌائڻ واريون مهارتون سيکاريون وينديون.

5- مزدور ٻارن کي بنيادي تعليم جون سهوليتون فراهم ڪرڻ ۽ ٻارن کان مزدوري وٺڻ کي گهٽائڻ.

6- ڪميونٽيءَ جي شموليت ۽ غير - رسمي ذرائع وسيلي مڊل اسڪول جي سطح تائين سهولتون ۽ خدمتون وڌائڻ. (46، ص - 20)

مٿين مقاصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ هيٺينءَ طرح جي حڪمتِ عملي اختيار ڪئي ويندي:

## (ii) حڪمتِ عمليءَ جون خاص ڳالهيون:

1- پرائيمريءَ تعليم کي عام ڪرڻ ڪانسواءِ پاڪستان جو بين الاقوامي واعدو ته سن 2000ع تائين خواندگيءَ جي شرح ٻيڻي ڪئي ويندي، پورو ٿي ڪونه سگهندو. انهيءَ لاءِ رسمي پرائيمري سرشتي کي غير - رسمي بنيادي تعليم جي ڀرپور ۽ سرگرم پيش قدمي سان هٿي ڏني ويندي.

2- غير - رسمي بنيادي تعليم جو هڪ ڀرپور پروگرام جنگي بنيادن تي شروع ڪيو ويندو ته جيئن اهڙن 55 لک ٻارن کي جي (9-5) سالن جي عمر جا آهن ۽ اسڪولن ۾ ڪونه ٿا وڃن تن کي ٿورڙي خرچ ۽ ڀرپور نموني تعليم تائين رسائي ڏني وڃي. 14-10 وارن اهڙن نوجوانن جن پرائيمري تعليم پنهنجي وقت دوران وڃائي تن کي 2 کان 3 سالن تائين مختصر ليڪن ڀرپور ۽ جامع ڪورس ڏيڻ سان پرائيمري تعليم پوري ڪرائجي.(46-ص 20)

3- ايشين ڊيولپمينٽ بئنڪ جيڪو 25-15 سالن جي ڳوٺاڻي عورتن لاءِ شڪ پائلٽ پراجيڪٽ پروگرام ڏنو ان جي مڪمل ٿيڻ تي، ان کي پوري ملڪ ۾ دهرايو ويندو.

4- پاليسيءَ جي پهرين پنجن سالن دوران، موجوده خواندگيءَ جي 39% کي وڌائي 55% ڪيو ويندو ۽ اڳتي وڌائيندي سال 2010ع تائين 70% ڪيو ويندو.

5- قومي خواندگيءَ جي مهم فوري طور جي بنياد تي هر ڳوٺ، تحصيل ۽ ضلعي ۾ شروع ڪئي ويندي.

6- خواندگيءَ وڌائڻ خاطر، جتي مناسب هوندو مسجدن کي به استعمال ڪيو ويندو.

7- وزيراعظم جي خواندگي ڪميشن (PMLC)، صوبن جي مشورن سان قومي خواندگيءَ جي مهم هلائڻ لاءِ مربوط ڪوششن وٺڻ لاءِ هڪ عملي خاڪو تيار ڪيو ويندو.

8- غير ـ رسمي بنيادي تعليم جي ڪميونٽي اسڪولي / سينٽرن ۾ سڀ تقريبون (ملازمتون) ڪنهن به سياسي دٻاءُ بنا ڪميونٽي جي صلاح سان اتان جي مقامي ماڻهن کي ڏنيون وينديون.

9- سڀني صنعتي ادارن ۾ فئڪٽري ائڪٽ تحت اهو لازمي هوندو ته اهي پنهنجي ملازمن ۽ انهن جي زيرِ سايه افراد کي خوانده ڪن. اهڙي طرح سان واپڊا، پاڪستان اسٽيل،صنعتي ڊائريڪٽوريٽ، چيمبر آف ڪامرس، PBC, PTV جهڙن ادارن کي به ساڳئي ذميداري سونپي ويندي.

10- ملڪ جي اٽڪل 870000 بواءِ اسڪاؤٽس ۽ 3,20,000 گرل گائيڊس جي غير رسمي پروگرامن ۾ ڀرپور حصو وٺڻ لاءِ مؤثر شموليت حاصل ڪئي ويندي.

11- ملڪ جي موجوده غير رسمي بنيادي تعليم جي ڪميونٽي اسڪولن/ سينٽرن جو تعداد 7000 مان وڌائي سنه 2010ع تائين 82000 ڪيو ويندو ته جيئن پاليسيءَ مطابق اهي 55 لک ٻار جي اسڪول کان ٻاهر آهن تن کي پرائمري ۽ غير رسمي تعليم ذريعي پاليسيءَ جي مقرر اهداف تائين پهچائي سگهجي.

12- ملڪ جي ڏورانهن علائقن جيءَ 25000 ڪميونٽي اسڪولن ڪي پاليسي جي مقرر وقت اندر بتدريج آهستي آهستي مڊل جي سطح تائين وڌايو ويندو.

13- وزيراعظم جي خواندگي ڪميشن (PMLC) سيني ادارن خاص طور تي علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي (AIOU) استادن جي تربيت جي مواد، سکيا جي مواد ۽ درسي معاونين جي تياريءَ ۽ فراهميءَ ۾، ڪين شامل ڪندي ۽ انهن جي همت افزائي ڪندي. (46 ـ صـ ـ 22-21)

14- وئڪيشن دوران ڪاليج/يونيورسٽيءَ جي شاگردن ۽ استادن تي مشتمل خواندگي جا دستا (Library corps) قائم ڪيا ويندا.

15- وڏيون خانقاهون/مزارون پنهنجي آمدنيءَ جو ڪجهه حصو خواندگيءَ جي فنڊ ۾ عطيہ طور ڏينديون.

16- جيڪڏهن ڪو اڻ پڙهيل قيدي، لکڻ پڙهڻ (خواندگي) سکندو تہ سندس سزا ۾ سکيا جي مناسبت سان ڇوٽ ملندي.

17- ڊرائيونگ ۽ هٿيارن جا لائيسنس (Licenses) صرف خوانده افراد کي ملندا.

18- ريڊيو ۽ ٽيليويزن کي خاص طور تي ڳوٺاڻين عورتن لاءِ سماجي طور متحرڪ ڪرڻ ۽ بنيادي تعليم جي سلسلي ۾ وسيع بنيادن تي استعمال ڪيو ويندو. نوخواندگن (Neo-literates) کي زندگيءَ جون مهارتون سيکارڻ لاءِ آبلاغ عامہ کي پڻ استعمال ڪيو ويندو. (46, صـ ـ 23)

## (2) بنيادي تعليم (Elementary Education):

"بنيادي تعليم سيني قسمن جي علائقن، خطن جي مردن ۽ عورتن، جنس، نسل، مذهب يا ٻئي ڪنهن طرح جي امتياز ڪانسواءِ، سڀني انسانن جو بنيادي حق آهي." (انساني حقن جي عالمي اعلان 1948ع) اهوئي بنيادي حق، "ٻار جي حقوق" واري 1989ع جي گڏجاڻيءَ ۾ تسليم ڪيو ويو آهي جو انهيءَ ڳالهه تي زور ڏئي ٿو ته **تعليم ٻار جو حق** آهي، جنهن لاءِ رياست جو فرض آهي ته ٻار لاءِ پرائيمري تعليم مفت ۽ لازمي ڪري.

حقيقت ڪري ڏٺو وڃي ته بنيادي تعليم (Elementary Education) سڀني ساري تعليمي ڍانچي جو بنيادي پٿر آهي ۽ ان مان ئي ٻين سطحن جي مقابلي ۾ وڌ ۾ وڌ اُپراسو ٿئي ٿو. اسانجي خطي ۾ تعليمي طور ترقي يافته ملڪن نه صرف سماجي سطح تي پر اقتصادي سطح تي به چڱي خاصي ترقي ڪئي آهي. اهڙن ملڪن ۾ مليشيا، ساؤٿ ڪوريا، سينگاپور، انڊونيشيا، سري لنڪا ۽ مالديپ اچي وڃن ٿا جن ايليمينٽري ايجوڪيشن ۾ سٺي ترقي ڪري في ڪس يا في شخص وڌيڪ GNP حاصل ڪري ورتو آهي.

پاڪستان ۾ ان ڏس ۾ اڃا به ڪافي ڪجهه ڪرڻو آهي. پاڪستان ڪي پنهنجي ملڪ مان ناخواندگي ختم ڪرڻ ۽ پرائيمري ۽ مڊل تعليم وڌائڻ لاءِ غير ملڪي امدادي ايجنسين جهڙوڪ ايشين ڊيولپمينٽ بئنڪ، يونيسڪو، جاپان انٽرنيشنل ڪارپوريشن ايجنسي OPEC, GTZ, NORAD ۽ وغيره ڪان مدد وٺڻي پوندي.

موجوده وقت ۾، پبلڪ سيڪٽر ۾ پرائيمري اسڪولن جو ٽوٽل تعداد اٽڪل 1,45,000 آهي جنهن ۾ اٽڪل 37000 مسجد اسڪول به آهن. انهن اسڪولن جو اٽڪل ٽيون حصو ڇوڪرين جي اسڪولن جو آهي. ان ڪان علاوه، 7,177 غير ـ رسمي بنيادي تعليم جا اسڪول آهن جي وزيرِ اعظم

جي خواندگي ڪميشن تحت هلايا پيا وڃن. اٽڪل 30% اسڪول گهٽ ـ استعمال ڪيا پيا وڃن. ڪيترائي صرف نالي ۾ اسڪول آهن پر حقيقت ۾ ڪونہ آهن. پبلڪ سيڪٽر ۾ اٽڪل 15000 مڊل اسڪول آهن ۽ 6,430 ڇـوڪرين لاءِ پڻ آهن. تنهن هوندي بہ ملڪ ۾ اٽڪل 11000 اهڙا هاءِ اسڪول آهن جن ۾ مڊل جي سطح (VI-VIII) جي تعليم پڻ ڏني وڃي ٿي. مڊل سطح جي تعليم لاءِ ملڪ ۾ تعليمي ادارن جو ڪل تعداد 26000 آهي. (46 ـ صہ ـ 26).

ايليمينٽري ايجوڪيشن جا خاص مسئلا ۽ معاملا هيٺيان بيان ڪيا ويا آهن:

(الف) پرائيمري اسڪول جي (9-5 سالن) عمر وارن ٻارن جو 55 لکن کان وڌيڪ تعداد اهڙو آهي جو اسڪول کان ٻاهر (Leftouts) آهي.

(ب) پرائيمري تعليم جي تقريباً 45% ٻارن جو تعداد پنهنجي تعليم پوري ڪرڻ کان اڳ ۾ نڪري وڃي ٿو (Dropouts).

(ج) اسڪولن ۾ خاص ڪري ڳوٺن يا ٻهراڙين جي اسڪولن ۾، استادن جي غير حاضري هڪ وڏو آزار آهي.

(د) ايليمينٽري ليول تي سکيا جي نگراني تمام ڪمزور آهي.

(ح) پرائيمري استادن جو اٽڪل چوٿون حصو غير ـ تربيت يافتہ آهي. تنهن هوندي بہ هيٺين سطح تي اهڙن استادن جي تربيت جي موجود سکيا جو معيار سڌرندو ڪونہ ٿو نظر اچي.

(و) سکيا جو مواد ناڪافي ۽ معمولي معيار جو آهي. تدريس جا طريقا سخت ۽ سکيا ۽ ٻارن جي دلچسپي ۽ آمادگي برقرار رکڻ کان قاصر آهن.

(ز) سيني کان وڌيڪ تہ، اخلاقي اُوسر جو تعليم ۽ تربيت جو جيڪو اصل ۽ بنيادي مقصد آهي سو مفقود آهي جنهن سبب فرد ٽوڙي قوم لاءِ تشويش جهڙا مسئلا پيدا ٿي رهيا آهن. (46، صہ - 27)

**(i) مقاصد (Objectives):**

1- پرائيمري ۽ مڊل جي تعليمي سطحن کي بنيادي تعليم (Elementary

Education) ۾ مربوط ڪرڻ جنهن ۾ ڪلاس I-VIII تائين اچي ويندا.

2- پرائيمري سطح تي ٻارن جي مجموعي شموليت کي موجوده شرح 71% کان سال 3-2002ع تائين وڌائي 90% ۽ سال 2010ع تائين 100% ڪرڻ. (46 صه 27)

3- مڊل اسڪول جي سطح تي شاگردن جي شموليت جي موجوده شرح کي سال 3-2002ع تائين 46% کان وڌائي 65% ۽ سال 2010ع تائين 85% ڪرڻ.

4- سال 2010ع تائين پرائيمري تعليم جي دوران ٻارن (ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ٻنهي جي حالت ۾) کي اسڪول ۾ رکڻ ۽ پرائيمري تعليم کي پوري ڪرائڻ جي حد کي 90% تائين وڌائڻ.

5- سال 2010ع تائين پرائيمري تعليم حاصل ڪندڙ شاگردن جي سکيا جي حاصلات جي گهٽ ۾ گهٽ حد کي 90% تائين يقيني بڻايو ويندو.

6- ثانوي/ سيڪنڊري تعليم لاءِ گهربل بنياد کي (پرائيمري ۽ مڊل ليول جي تعليم کي) وسيع ۽ مضبوط بڻايو ويندو.

7- ٻارن جون جيڪي سکيا لاءِ بنيادي ضرورتون آهن جن ۾ ضروري سکيا جا اوزار، آلات توڙي بنيادي سکيا جو مواد شامل هوندو، تن کي پورو ڪيو ويندو.

8- سال 2010ع تائين موجوده ناهموارين کي نصف (50%) تائين گهٽايو ويندو.

### (ii) بنيادي تعليم لاءِ پاليسيءَ جون خاص خاص ڳالهيون:

1- بنيادي تعليم جو معيار وڌايو ويندو.

2- موجوده سهوليتن ۽ خدمتن جي مؤثر ۽ حقيقي استعمال ذريعي ۽ پڻ نين سهوليتن ۽ خدمات مهيا ڪرڻ سان بنيادي تعليم تائين شاگردن جي پهچ کي وڌائڻ.

3- بنيادي سطح تي اسلامي خطوط تي انسانيت، صبر و تحمل، اخلاقي استواري سان روشناس ڪرائيندي اخلاق/ڪردار سازيءَ کي وڌي فوقيت ڏني ويندي.

4- استادن جي استعدادي صلاحيت کي متعلقہ تربيتي پروگرامن ذريعي بهتر بنائڻ کي يقيني ڪيو ويندو.

5- ننڍڙن ٻارن جي ڪارڪردگيءَ جي صلاحيت وڌائڻ خاطر پرائيمري ليول تي ڪچو ڪلاس شروع ڪيو ويندو.

7- ڪتنب، اسڪول، ڪميونٽي، غير - سرڪاري ادارن (NGOs) ۽ ذرائع اَبلاغ جي ڪردار کي بنيادي تعليم جي فراهمي کي زور وٺائڻ لاءِ وڏ ۾ وڏ استعمال ڪيو ويندو.

8- اسڪول کان ٻاهر (Out - of - School) رهندڙ ٻارن لاءِ بنيادي تعليم پهچائڻ کي وڏي فوقيت ڏني ويندي.

9- بنيادي تعليم جي مالي وسائل جي بنياد تي ڪثيرالانواع بنايو ويندو. (46، صَ 28)

10- غير - رسمي سرشتي کي رسمي سرشتي لاءِ معاون طور اختيار ڪيو ويندو.

11- انتظاميہ ۾ نگرانيءَ کي وڌيڪ غير - مرڪوز (Decentralization) ۾ احتساب جي عمل ذريعي وڌيڪ بهتر بنايو ويندو.

12- بنيادي تعليم جي معيار کي وڌائڻ ۽ ٻارن جي پهچ تائين رَسائڻ خاطر اضافي سهوليتون ۽ خدمتون جي مهيا ڪيون ويندڀون تن جا طبعي اهداف هيٺ ڏنل چارٽ مان واضح آهن:

**بنيادي تعليم ۾ طبعي اهداف**

| سهوليتون/خدمات | بينچ مارڪ 1996-97 | ٽائين منصوبي جا اهداف 2002-3ع | پاليسي اهداف 2010ع | % اضافو |
|---|---|---|---|---|
| نوان رَسمي پرائيمري اسڪول | 145,000 | 162,000 (+17,000) | 190,000 (+45,000) | 31% |
| مسجد اسڪول | 37,000 | 40,000 (+3,000) | 57,000 (+20,000) | 54% |
| موجوده پرائيمري اسڪولن ۾ ڊبل شفٽ | - | 20,000 | 20,000 | - |
| غير رسمي بنيادي تعليم جا اسڪول | 7,177 | 82,177 (+75,000) | 2,50,000 (+242,823) | 3485% |
| موجوده پرائيمري اسڪولن جو مڊل/ ايليمينٽري اسڪول تائين درجو وڌائڻ | 15,000 | 30,000 (+15,000) | 60,000 (+45,000) | 200% |
| پرائيمري اسڪولن لاءِ اضافي استادن جي تقرري | 339,500 | 382,200 (42,700) | 527,000 (+187,500) | 55% |

**(iii) حڪمتِ عمليءَ جون خاص ڳالهيون:**

**(الف) معيار (Quality):**

1- خدمت (ملازمت) جي ڍانچي تي نظرثاني ڪئي ويندي ۽ شفاف افرادي تنظيمي حڪمتِ عملي اختيار ڪئي ويندي ته جيئن قابل استادن کي ڪنيو وڃي.

2- استادن کي تجرباتي ضرورتن جي بنياد تي ڪي اسڪول ڏنا ويندا ۽ اسڪولن لاءِ مقامي افراد جي ڀرتين سبب بدلين جي شرح کي گهٽايو ويندو. (46، ص ـ 29)

3- حاضري ۽ موڪلن جي قاعدن قانونن تي نظرثاني ڪري نئين سر لاڳو ڪيو ويندو ۽ استادن جي غير حاضريءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ سختي سان عمل ڪيو ويندو.

4- استادن کي ملازمت دوران، موجوده طريقئه ڪار تي نظرثاني ڪري، سيني بنيادي تعليم وارن استادن کي ملازمت دوران تربيت جا مواقع فراهم ڪيا ويندا ۽ ان لاءِ ٽن سالن جي مدي وارا بنيادي ڪورس قائم ڪيا ويندا.

5- پرائيمري ٽيچر سرٽيفڪيٽ (P.T.C) لاءِ داخلا لاءِ اهليت آهستي آهستي مئٽرڪ (S.S.C) بجاءِ انٽرميڊيئيٽ (H.S.C) ڪئي ويندي. ساڳئي وقت، (3+10 سالن وارو) ڊپلوما ڪورس جو هڪ نئون ڍارو بنيادي تعليم لاءِ پڻ قائم ڪيو ويندو.

6- ملازمت کان اڳ واري استادن جي تربيت جو سڌارو نصاب، درسي ڪتب ۽ سکيا جي مواد تي نظرثاني ڪرڻ سان ڪيو ويندو.

7- بنيادي تعليم واري سطح تي استادن جي ملازمت جو ڍانچو ترقين، اضافن ۽ اهڙين ٻين ڳالهين تي نظرثاني ڪري عمل ۾ آندو ويندو ته جيئن معياري پيشورانه ڪردار کي نمايان ڪيو وڃي.

8- استادن جي (ACRs) يعني ساليانی ڪارڪردگيءَ متعلق رپورٽن

کي خاص لياقتن، اهليتن ۽ ڪارڪردگين سان وابسته ڪري ترقين (Promotions) سان منسلڪ ڪيو ويندو.

9- جتي خواتين اساتذه ڪونه ٿيون ملي سگهن اتي انهن لاءِ پرتين جي ڪوائف ۾ نرمي (Relaxation) اختيار ڪئي ويندي ۽ تدريسي پيشي ۾ ڪين آڻڻ لاءِ عمر جي حد ۾ پڻ نرمي ڪئي ويندي.

**(ب) ٽيچر - ٽريننگ ۾ جدتون**

**:(Innovations in Teacher - Training)**

1- شاگرد - منسلڪ تدريس (Learner - oriented Teaching) يعني سکيا جي سلسلي ۾ بار کي مرڪزي حيثيت سان ڏنو ويندو.

2- نوان تصورات جهڙوڪ چُست - سکيا (Active - Learning)، تنقيدي سوچ ۽ تخليقي واڌاري کي همٿايو ويندو.

3- درس و تدريس جا ڪيترائي نمونا مثلاً: هم - عمر ٻارن جي گروپن جا مباحثا، ڪلاسي مشاهدا، فاصلاتي تعليم، خود - اڀياسي طريقو، مقامي معائنہ (On-site visits) ۽ گهڻن درجن واري تدريس (Multi-grade teaching) وغيره.

4- تدريسي نظرين ۽ عملي صورتن کي منسلڪ ڪيو ويندو تہ جيئن عمليت تي وڌيڪ زور ڏئي سگهجي.

5- استاد کي تربيتي مقام ڏانهن چڪڻ بجاءِ تربيت کي استاد ڏانهن (اسڪول ۾) موڪليو ويندو.

6- تربيت جي ضرورتن کي استادن جي صلاح مشورن سان ترتيب وار جاچيو ويندو ۽ پروگرامن کي سندن ترجيحي ضرورتن مطابق بنايو ويندو.

**(ج) نصاب (Curricula)، ڪتاب ۽ درسي مواد:**

1- پبلڪ توڙي پرائيويٽ اسڪولن لاءِ آهستي آهستي هڪجهڙو نصاب مقرر ڪيو ويندو.

2- استادن جي تربيت ۽ درسي ڪتابن جي اصلاح ڪي، سڀني ڪلاسن (1-12) جي نصاب تي نظرثاني ڪري، منسلڪ ڪيو ويندو ته جيئن انهن ڪي ترتيب سان مربوط ڪري سگهجي.

3- درسي ڪتابن جي پيداوار ۽ حاصلات ۾ هڪ ـ هٽي (Monopoly) ختم ڪندي ڪندي انهن جو معيار وڌايو ويندو ۽ قيمت گهٽ ڪئي ويندي.

4- 'تختي' يعني 'پٽي' ۽ 'سليٽ' کي پرائيمري سطح تي وري رائج ڪيو ويندو.

5- تعليمي سال جي شروعات ۾ ئي درسي ڪتابن جي وافر فراهمي ۽ غريب ٻارن کي مفت سکيا جو مواد فراهم ڪرڻ کي يقيني بنايو ويندو.

6- نئون ۽ ضرورتن مطابق نصاب تيار ڪرايو ويندو.

7- پرائيمري يا بنيادي تعليم جي هيٺين سطح ۾ 'ڪچي ڪلاس' جو واڌارو ڪري ڇهن سالن جو عرصو ڪيو ويندو. (46، صہ 32-31)

### (د) تعليم تائين پهچ (Access) وڌائڻ:

1- اٽڪل 45,000 نوان رسمي پرائيمري اسڪول، جن ۾ 20,000 مسجد اسڪول ۽ شام واري موجود اسڪولن ۾ سيڪنڊ شفٽ وارا اسڪول شامل هوندا، سي کوليا ويندا. نون اسڪولن لاءِ 1,87,000 اضافي استاد مقرر ڪيا ويندا. ساڳئي طرح 45000 پرائيمري اسڪولن جو درجو وڌائي مڊل ڪيو ويندو ۽ انهن جو موجوده پرائيمري ۽ مڊل اسڪولن درميان تناسب کي 1:6 کان 1:3 سال 2010ع تائين سڌاريو ويندو. (46، صہ -32)

2- جتي آباديءَ جي ضروري تقاضا هوندي اتي نوان اسڪول ۽ ڪلاسن جا ڪمرا تعمير ڪرايا ويندا. ڇوڪرين جي اسڪولن کي ترجيح ڏني ويندي.

3- اثر رسوخ وارن وڏن ماڻهن جي پسند کي ڇڏي، اهڙن ڳوٺن ۽ گهرن

جي ويجهڙاين ۾ جتي ٻارڙا آسانيءَ سان پهچي سگهن، اتي اسڪول قائم ڪيا ويندا.

4- مقامي/ضلعي آڏار تي اهداف ۽ پروگرام ناهيا ويندا ته جيئن بنيادي تعليم ۽ خواندگي کي وڌائڻ سان گڏ و گڏ انهن جي ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن اٿارٽي نگراني به ڪري سگهي.

5- بنيادي تعليم جي ڪاميابيءَ جي حد مطابق، ڪميونٽن، ڳوٺاڻن ۽ مقامي ماڻهن لاءِ سندن ڪوششن مطابق تعليمي ترقيءَ جا پُرڪشش مواقع فراهم ڪيا ويندا.

6- اسڪولن جي تعمير ۾ هيٺين ڳالهين کي ترجيح ڏني ويندي:

(i) بنا ڇت وارا اسڪول (Shelter - less Schools)،

(ii) بنا مرمت يا ويران ٿيل اسڪول (Dilapidated Schools)،

(iii) سَٽيل پارن وارن اسڪولن ۾ نوان ڪمرا،

(iv) اسڪولن جي ناڪافي مرمت، ۽

(v) سهوليتون (پاڻي، چوديواري ۽ بيت الخلا وغيره) مهيا ڪرڻ.

7- درجي بدرجي مفت ۽ لازمي تعليم جو ائڪٽ منظور ڪرائي عمل ۾ آندو ويندو. (46، صہ 33)

مٿين ڪان علاوه ڪيترائي ٻيا به تنظيمي، جائزي ۽ امتحان، اخلاقي - تعمير ۽ شخصيت وڌائڻ لاءِ اقدام ڪيا ويندا، جن مان خاص هيٺ ڏجن ٿا:

1- ڪيترائي موزون، قابل ۽ ذميدار لرننگ ڪوآرڊينيٽرس (L.Cs) ۽ نگراني جا آفيسر مقرر ڪيا ويندا. مرڪزي يا ڪلسٽر (Cluster) اسڪولن جي اسڪيم کي مؤثر تنظيم ۽ نگرانيءَ لاءِ وڌايو ويجهايو ويندو.

2- اسڪولن جي تدريسي و تنظيمي معيار کي بهتر ڪرڻ واسطي، LCs, A.D.E.O, D.E.O ۽ ڳوٺاڻن جون ايجوڪيشن ڪاميٽيون ناهيون وينديون.

3- استادن جي پيشيورانه ڪارڪردگين کي وڌائڻ ۽ مؤثر بنائڻ لاءِ ٽيڪنيڪل سپورٽ يا مدد فراهم ڪئي ويندي. انهيءَ لاءِ موزون ۽ مؤثر خبر رساني پڻ ڪئي ويندي.

4- وفاقي توڙي صوبائي وزارتِ تعليم جي رٿابندي، تنظيم، خبر رساني ۽ جائزي جي سلسلن کي وڌايو ۽ وڌيڪ مضبوط ڪيو ويندو.

5- موڪلن/وئڪيشن جو تعداد گهٽائي وڌيڪ عرصي لاءِ تعليم فراهم ڪئي ويندي.

6- ڪلاس پنجين ۽ ڪلاس اٺين جي سطحن تي مجموعي ڪارڪردگيءَ جي خبرچار پهچائڻ واسطي ڪي طور طريقا طئہ ڪرڻ سان قومي جاچ پڙتال جي اهليت (National Assessment Capacity) قائم ڪئي ويندي.

7- خبر رساني (Monitoring) ۽ جائزي (Evaluation) جي سرشتي کي ورجايو ويندو تہ جيئن صوبائي آفيسرن اسڪولن جي ليول تي ڪارڪردگين ۽ تدريس وغيره ۽ ان سان گڏ انهن جي ڪاميابين ۽ ناڪامين جي اسباب کي پڻ وقت بوقت جاچي سگهجن.

8- اسڪول - ليول تي استادن جي جاچ (Assessment) جي اهليت کي بهتر ڪيو ويندو تہ جيئن هو شاگردن جي سکيا جو بلڪل درست ۽ صحيح جائزي وٺڻ لائق ٿين.

9- پرائيمري ۽ مدل وارين سطحن جي اختتام تي موجوده امتحانن وٺڻ واري نظام کي سڌاريو ويندو.

10- استادن لاءِ هڪ اخلاقي قائدو قانون (Code of Ethics) مرتب ڪيو ويندو ۽ ان تي عمل ڪرايو ويندو. استادن کي ڪرداري ۽ اخلاقي نموني طور ڪم ڪرڻو پوندو بي حالت ۾ سندن احتساب ٿيندو. جي استاد سٺي نموني جو ڪردار ادا ڪندا انهن کي جوڳي تحسين ملندي.

11- ڪَچي ڪان اٺين ڪلاس تائين هڪ اخلاقي اقدار جي عملي تربيت ڏيڻ لاءِ مشغولين ۽ مواقع جو مرتب مجموعو مخصوص طور تي پيش ڪيو ويندو، جنهن ۾ صبوح جي اسيمبلي، تقريرن، چٽاپيٽين ۽ خواندگيءَ جي پروگرامن، راندين رونديں، اسڪول ۾ لازمي "صلواة" سماجي ڀلائيءَ جي ڪمن ۽ صفائيءَ جي مهمن جي مقابلن ذريعي ٻارن جي ڪردار و اخلاق کي سنواريو ويندو. جي شاگرد اهڙين سرگرمين ۾ نمايان ڪارڪردگي ڏيکاريندا تن کي داخلائن ۽ پروموشن وغيره ۾ خاص مارڪون ڏنيون وينديون.

12- سياستدانن کي انهيءَ ڳالهه تي آماده ڪيو ويندو ته هو بنيادي تعليم جي پاليسي مقاصد حاصل ڪرڻ لاءِ وسائل جي فراهميءَ ۾ مدد ڏين ۽ بنيادي تعليم لاءِ تمام ننڍي پئماني واري تنظيمي ڪمن ۾ شموليت اختيار ڪرڻ کان پاسو ڪن.

13- تمام اهم سطحن وارين سطحن تي ادارن جي ڪارڪردگين جي جائزن ڏيڻ - وٺڻ لاءِ خبر رساني کي متحرڪ ڪيو ويندو ته جيئن اهڙن ادارن ۽ ڪارڪردگين کي وقت بوقت نئين سر ترتيب ڏئي سگهجي.

## (3) ثانوي تعليم (Secondary Education)

ثانوي تعليم يا سيڪنڊري ايجوڪيش (IX-XII) سمورري تعليمي نظام جو هڪ اهم ذيلي حصو آهي. هڪ طرف اهو ملڪ جي معاشي زندگيءَ کي روان دوان رکڻ لاءِ درمياني سطح وارن محنتي افراديٰ قوت (مزدور، پورهيت، هنرمند، ڪاريگر ۽ وچولي ۽ هيٺين طبقي جا پڙهيل محنتي ڪارڪن وغيره) مهيا ڪري ٿو ته وري ٻئي طرف تعليم جي مٿين سطحن لاءِ شاگرد مهيا ڪري ٿو. اعليٰ تعليم جنهن ڪان اها توقع ڪئي ويندي آهي ته اها ملڪ جي مختلف شعبن/ميدانن ۾ معياري ماهرين ۽ پيشه ور افراد (Professionals) پيدا ڪري ٿي، ان جو دارومدار معياري ثانوي تعليم تي هوندو آهي. انهيءَ سبب، ان سطح تي خاص طور سان نظرثاني ڪئي پئي وڃي ته جيئن اها نوجوان مردن ۽ عورتن کي اعليٰ تعليم جي حصول لاءِ ۽ پڻ ڪين سندن عملي زندگيءَ ۾ بامعنيٰ ۽ مفيد طور تي هم ـ آهنگ ڪرڻ لاءِ تيار ڪري سگهي.

سيڪنڊري تعليم جو اهو زمانو، زندگيءَ جو نهايت ئي اهم حصو آهي جنهن دوران شاگرد بلوغت جي زماني مان گذرندي، جوانيءَ ۾ پهچي ٿو. انهيءَ عرصي دوران آئينده جي عادات و اطوار جي نمونن جي بنيادي بصيرت پنهنجي شڪل وٺي ٿي ۽ پڻ مستقبل جي نون ڪردارن (Roles) جي اختيار ڪرڻ لاءِ اُيرندڙ مسئلن سان هم ـ آهنگ ٿيڻ سبب، اهو زمانو نهايت ئي اهميت جو حامل آهي. تنهن ڪري، ثانوي جماعتن جا اهي چار اهم سال استادن کي اهڙن پروگرامن کي ٺاهڻ ۽ عمل ڪرائڻ لاءِ تمام بهترين موقعو فراهم ڪن ٿا ته جيئن شاگردن يا اهڙن نوجوانن ۾ صحيح طرز جا مثبت رويا ۽ عادات و اطوار (Forms of behaviour) پيدا ڪري سگهن. (46،صہ ـ 37)

بهرحال ثانوي سطح تي اصلاحات جي پروگرام کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ هيٺين وسيع تصوراتي ڍانچي کي خيال ۾ رکيو پوندو:

1- هن سطح تي شاگردن جي شخصيتن جي موزون واڌ ويجهه نهايت ئي اهم اهميت جي حامل آهي.

2- هن سطح تي شاگردن کي پيشن يا هنرن جي دنيا ۾ داخل ٿيڻ ۽ ساڳئي طرح اعليٰ تعليم جي حصول طرف وڃڻ لاءِ وافر تياريءَ جي ضرورت آهي.

3- ايليمينٽري ايجوڪيشن کان ايندڙ شاگردن، خاص طور تي ڇوڪرين لاءِ سيڪنڊري ايجوڪيشن لاءِ وڌيڪ پهچ (Access) لاءِ انهن جي ضرورتن کي خيال ۾ رکڻ جي ضرورت.

4- تعليمي توڙي پيشورانه لحاظ کان ثانوي استادن جو بهتر معيار. اهو وڌيڪ بهتر طور تي تيار ڪيل درس و دريس جي مواد جي رسد ۽ تربيت جي بهتر طور طريقن تي منحصر هوندو.

5- سائنس ۽ هيومنٽيز (غير سائنسي) استادن جي تعداد (خاص ڪري خواتين استادن) ۾ مناسب توازن پيدا ڪرڻ. ان لاءِ پرتي (Appointments) جي قاعدن کي نئين سر درست ڪرڻو پوندو ۽ پڻ پيون (جتي ضروري هجن) ترغيبون ڏيڻيون پونديون.

6- اسٽاف ۽ بجيٽ جي لحاظ کان موجوده سيڪنڊري ۽ هاير سيڪنڊري اسڪولن درميان جي موجود ناهمواريون آهن تن کي دور ڪرڻو پوندو.

7- اسان جي ماضيءَ جي تجربن ۽ پڻ ٻين ملڪن جي تجربن جي روشنيءَ ۾، ثانوي تعليم سان ٽيڪنيڪل (فني) ۽ هنري يا پيشورانه تعليم کي مربوط ڪرڻ جو سارو مسئلو به وري جاچڻ ۽ سوچڻ لائق آهي. ان مد ۾ دنيا ۾ نون پيدا ٿيندڙ رجحانن کي پڻ سنجيدگيءَ سان وٺڻو پوندو. (46، ص ـ 40-41)

### (i) مقاصد (Objetives):

1- پيشن/ هنرن جي دنيا (World of work) توڙي فني (Professional) يا مخصوص (Specialized) تعليم لاءِ شاگردن کي تيار ڪرڻ.

2- شاگردن جي شخصيت کي هڪ اسلامي رياست جي روشن خيال شهرين طور اهڙيءَ طرح استوار ڪرڻ جو اُهي صلح - پسند ٿيندي سموري دنيا لاءِ مثال ثابت ٿين.

3- انهيءَ ڳالهه کي يقيني بنايو وڃي ته اسڪولن جي کوٽ سبب، اهڙا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون جي ثانوي تعليم ۾ داخلا لاءِ خواهان آهن، سي محروم رهجي نه وڃن.

4- استادن جي ڀرتين، تربيت ۽ انهن جي انتخاب ڪرڻ جي نظام کي اهڙيءَ طرح مرتب ڪيو وڃي جو ثانوي سطح تي آڇيل سڀني مضمونن لاءِ چڱيءَ طرح سند ـ يافته ۽ تربيت ـ يافته استاد مهيا ٿي سگهن.

5- درس و تدريس جي اهڙي مواد کي تيار ڪرائي مهيا ڪرائڻ جيڪو سکيا کي لاڀ ڏيندڙ ۽ پُرڪشش بنائي.

6- جاچ جو اهڙو نظام متعارف ڪرائڻ جيڪو تصورن جي سکيا تي زور ڏئي ۽ نه ڪ رٽائڻ (Rote) واري يادگيريءَ تي.

7- ٽه ـ سطحي (3-tier) نظام جي عمل، قواعد جي ترتيب، عملي صورتن جي عمليت ۾ جيڪي اوڻايون، ابهام ۽ اختلاف آهن تن کي دور ڪرڻ ته جيئن انهن کي سولائي سان هلائي سگهجي. (46، ص ـ 41)

8- فني توڙي هنري تعليم کي اهڙيءَ طرح سان مربوط ڪرڻ جيئن انهن درميان مناسب توازن پيدا ٿئي ۽ پڻ اهڙو نظام نمودار ٿئي جو عمل ۾ آڻڻ ۽ خرچ ٿيندڙ رقمن جي مناسبت سان مؤثر ثابت ٿيڻ جوڳو هجي.

### (ii) ثانوي تعليم لاءِ پاليسيءَ جون خاص خاص ڳالهيون :(Policy Provisions)

1- شروع ۾ هر ضلعي سطح تي هڪ ماڊل سيڪنڊري اسڪول قائم ڪرڻ.

2- ثانوي سطح تي ڪو هڪ قطعي هنر يا پيشو (Vocation or career) شروع ڪرائڻ.

3- ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي سطحن جي نصاب تي نظرثاني ڪرڻ ۽ نئين سر ترتيب ڏيڻ جو ڪم شروع ڪرڻ.

4- ثانوي سطح تي ڪثيرالانواع درسي ڪتاب متعارف ڪرائڻ.

5- ثانوي توڙي اعليٰ ثانوي سطحن تي اهڙا سي مضمونن واري سخت قسم جي لسٽ کي هڪ لچڪدار سرشتي سان تبديل ڪرڻ جنهن سبب

شاگردن کي اها آزادي هوندي تہ گهربل مضمونن تي مشتمل جامع لسٽ مان ڪوبہ مضمون چونڊي سگهن.

6- امتحانن جي بورڊن ۾ مقرريون/ پرتيون اهليت جي بنياد تي ڪيون وينديون ۽ بورڊن جي صلاحيت کي ٽرمينل امتحانن جي سرشتي شروع ڪرڻ سان بهتر بنايو ويندو.

7- پبلڪ امتحانن جي اصلاح لاءِ جاچ ۽ جائزي جي مد ۾ ملازمت دوران ۽ ملازمت کان اڳ وارن ٽيچر ـ ٽريننگ ڪورسن جو هڪ جامع پروگرام شروع ڪيو ويندو.

8- تعليم جي ثانوي سطح تي ڪرڻ ـ سان ـ سکڻ (Learning by doing) تي زور ڏيندي، تدريس جي منصوبہ واري طريقي (Project Method) کي شروع ڪيو ويندو.

9- استادن جي پرتين لاءِ ايجوڪيشن سروس ڪميشن (Education Service Commission) قائم ڪئي ويندي.

10- تعليم جي ميدان ۾ خانگي توڙي پرڏيهي سرمايہ ڪاري کي تلاش ڪيو ويندو ۽ انهيءَ مقصد لاءِ اهڙن سرمايہ ڪارن لاءِ ترغيبات توڙي همت افزائين جو هڪ ڍانچو پڻ ترتيب ڏنو ويندو.

11- استادن جي پگهارن جي ڍانچي کي سندن ڪوائف سان منسلڪ ڪيو ويندو.

12- ضرورتمند شاگردن کي ايجوڪيشن ڪارڊ مهيا ڪيا ويندا.

13- يونيورسٽين ۾ رهنمائي ۽ مشاورتن جي مرڪزن جي طرز تي رهنمائي جا مرڪز قائم ڪيا ويندا. (46، صہ ـ 42)

14- طبعي اهداف:

ثانوي سطح تي شاگردن جي شموليت جي موجوده شرح 32% آهي. ان کي نون استادن ۽ اسڪولن جي تعداد وڌائي ڏيڍ سان، جيئن هيٺ ڏنو ويو آهي، 48% تائين وڌايو ويندو.

| شموليت جي شرح/اسڪولن ۾ استادن جو تعداد | بينچ ـ مارڪ اهداف | |
|---|---|---|
| | 1996-97 | 2002-2003 |
| ثانوي سطح تي شموليت جي شرح | 31% | 48% |
| اعليٰ ثانوي سطح تي شموليت جي شرح | 11% | 13% |
| ثانوي اسڪولن جو تعداد | 11,000 | 18,000 |
| ثانوي اسڪول جي استادن جو تعداد | 160,500 | 216,000 |

(صر ـ 43)

(iii) حڪمتِ عمليءَ جون خاص ڳالهيون:

1- ماضيءَ ۾ بنا منصوبہ بنديءَ جي اسڪولن جي تعداد ۾ واڌارو ٿيو. اهڙا بہ علائقا آهن، جتي سياسي دٻاءَ تحت اسڪول کليا، پر اتي انهن جي ضرورت ڪونہ هئي ۽ نہ آهي. ان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن اٿارٽيءَ جي حوالي اهڙو ڪم ڪيو ويندو تہ اهو جائزو وٺي ٻڌائي تہ ڪٿي اهڙن اسڪولن جي ضرورت آهي. ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر ساليانيِ ضروريات جي لسٽ تيار ڪندو، ڪميونٽين سان رابطا ڪندو ۽ نون اسڪولن کولڻ جي مناسبت طئہ ڪندو.

2- حڪومت تان بار گهٽائڻ ۽ غير ـ رسمي وسائل کي ڪتب آڻڻ لاءِ ايجوڪيشن فائونڊيشن جو ڪم ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن اٿارٽي ذريعي هلايو ويندو. خانگي شعبي کي فائونڊيشن جي هيڊ ڪوارٽر کي رڻون پيش ڪرڻيون ڪونہ پونديون. اٿارٽي شروع ۾ رڻن جو جائزو وٺندي ۽ مڪمل رپورٽ فائونڊيشن کي پيش ڪندي. ان سلسلي جو ڪم خوبيءَ سان ۽ آسانيءَ سان هلائڻ لاءِ مناسب قانوني تحفظ فراهم ڪيو ويندو.

3- معياري تعليم تائين پهچ جو هر شهريءَ جو حق آهي. ملڪ جي دور دراز علائقن جا ٻار جي انهيءَ حق کان محروم آهن تن کي مواقع فراهم

ڪيا ويندا. اهڙي مقصد لاءِ هر ضلعي هيڊ ڪوارٽر ۾ هڪ ماڊل اسڪول کوليو ويندو. ماڊل اسڪول جو تصور سيني لاءِ هڪجهڙا تعليمي موقعا فراهم ڪرڻ تي ٻڌل آهي. صوبائي حڪومتن جي مفاهمت سان ۽ ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن اٿارٽيز جي صلاح مشوري سان ضلعن جي 25% پوري پوري خيال سان چونڊيو ويندو جتي اهڙا اسڪول کوليا ويندا. اهڙي پائلٽ پروجيڪٽ جي ڪاميابيءَ کي ڏسي پوءِ اهڙن اسڪولن جو انگ وڌايو ويندو.

4- هر اسڪول ۾ رهنمائي ۽ مشاورت فراهم ڪرڻ ممڪن نه آهي. حڪومت اڳ ۾ ئي نيشنل ايجوڪيشن ٽيسٽنگ سروس (NETS) قائم ڪئي آهي جنهن جو پهريون ڪم اهو هوندو ته عوام کي اهڙي سروس جي افاديت کان آگاهي ڏئي. نيٽس (NETS) اول اول رجحاني آزمائشن (Aptitude Tests) جي تياريءَ جو ڪم هٿ ۾ ڪندي. اهڙيون آزمائشون، تفصيلي هدايتن سان صوبائي تعليمي کاتن کي استعمال لاءِ مهيا ڪيون وينديون. اهڙيون آزمائشون جتي ضروري هوندو، يونيورسٽين جي نفسيات جي شعبي جي سهڪار سان استعمال ڪيون وينديون.

5- هن سطح جو نصاب ٻن اصولن تي ٺاهيل هوندو:

(i) اهو لازمي بنيادي مضمونن تي مشتمل هوندو ته جيئن هر شاگرد کي ترقي پذير سماج جي ڄاڻ فراهم ڪري سگهجي.

(ii) نصاب ۾ اهڙا مضمون ۽ تربيتون شامل هونديون جي شاگرد کي ڪنهن مخصوص پيشي جي تياري ڏينديون. وڌيڪ عام ۽ اضافي مضمون اهڙا به هوندا جي ڊرگس (نشيدار شين)، ايڊز جهڙين خطرناڪ بيمارين ۽ ماحول متعلق هوندا.

6- سيڪنڊري سطح (IX-XII) جو نصاب نئين سر ترتيب ڏنو ويندو.

7- اضافي تدريس توڙي اڀياسي ڪتب ۽ ٻيو درسي مواد تيار ڪرايو ويندو جو زندگيءَ جي اهم تصورات سان لاڳاپيل هوندو.

8- صوبائي ٽيڪسٽ بوڪ بورڊن کي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي جا مڪمل اختيار ڏنا ويندا. سٺن ڪتابن جي فراهميءَ لاءِ صحتمند مقابلا ڪرايا

ويندا. خاص طور سائنس ۽ انگريزي جي سنن ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي لاءِ شروع ۾ سيڪنڊري ليول تي اهڙا مقابلا همٿايا ويندا.

9- ڪلاس نائين کان ٻارهين (IX-XII) تائين جي اسڪولي مضمونن ۾ امتحاني سوال ۽ سوالن جو ذخيرو (Items and question Banks)، سال 1999ع تائين تيار ڪيا ويندا تہ جيئن انهن کي درس و تدريس جي سلسلي ۾ شاگردن جي استعدادي يا حاصلاتي (Achievement) صلاحيت کي آزمائڻ خاطر، اهڙن اسڪولن ۾ پهچائي سگهجي.

10- امتحاني بورڊن (Examination Boards) کي مڪمل آزادي ڏني ويندي تہ اهي تحقيق و ترقي (Research & Developments Cell) جا شعبا پنهنجي سسٽم کي بهتر بنائڻ لاءِ پنهنجي بورڊ ۾ قائم ڪن.

11- اندروني (Internal) ۽ بيروني (External) امتحانن کي مربوط ڪرڻ لاءِ ڪا حڪمت عملي اختيار ڪئي ويندي. ملازمت دوران استادن کي توسيعي تربيت جا پروگرام ڪرايا ويندا تہ جيئن هو امتحانن ۽ جائزي جي ٽيڪنيڪن ۾ وڌيڪ باصلاحيت ٿيندا وڃن.

12- آهستي آهستي ٽيسٽنگ جي مقصد خاطر ڪلاسن (IX-XII) تائين وارين آزمائشن کي بهتر ڪيو ويندو تہ جيئن امتحانن ۾ غلط طريقن (Unfair means) کي گهٽائي سگهجي. انهيءَ مقصد لاءِ موجوده امتحاني پيپرن جي ساخت تي نظرثاني ڪئي ويندي. انهن ۾ معروضي آزمائشن وارن سوالن جو حصو درجي بدرجي وڌايو ويندو. موجوده معروضي سوال حقيقت ۾ معروضي ڪونہ آهن جن کي وڌيڪ سائنسي بنيادن تي تيار ڪرائي بدلايو ويندو.

13- بورڊ جي امتحانن وٺڻ، نتيجن ظاهر ڪرڻ ۽ داخلائن ڪرڻ جا هڪجهڙا ۽ ساڳيا وقت (Schedule) مقرر ڪيا ويندا.

14- .B.S.Ed يعني بئچلر آف سائنس ايجوڪيشن ۽ .B.A.Ed يعني بئچيلر آف آرٽس ايجوڪيشن جا پروگرام سموري ملڪ ۾ شروع ڪيا ويندا جي .B.Ed پروگرام جي متوازي هوندا.

15- صوبائي بجيٽن ۾ استادن جي ملازمتن جي عهدن جي مسئلي سبب،

سائنس ۽ رياضي جي استادن جو دستياب هئڻ پڻ هڪ وڏو مسئلو آهي. ان سلسلي ۾ صوبائي حڪومتن کي چيو ويندو تہ اُهي پنهنجي پنهنجي دائره اختيار اندر سيڪنڊري ۽ هاير سيڪنڊري سطحن تي اهڙن استادن جي هلندڙ ٽائيم - ٽيبل مطابق، تعداد جو اندازو لڳائي. سال 2000ع جو بجيٽ بوڪ سائنس ۽ رياضيءَ جي استادن جي جدا جدا عهدن جو انگ ڏيکاريندو. ان کانپوءِ جون مقرريون ان مطابق ڪيون وينديون.

16- موجوده پبلڪ سروس ڪميشن طرفان ماسٽرس ڊگريءَ وارن منتخب استادن ۽ تعليمي ادارن ۾ بئچيلر ڊگري رکندڙن اهڙن استادن جي پنهنجي سينيارٽي جي بنياد تي اڳتي وڌيا آهن، تن درميان امتياز ۽ فرق کي صوبائي حڪومتون سُلجهائينديون.

17- ڳوٺن درميان ڳنڍيل (Cluster) اسڪول يا مرڪزي (Centre) اسڪول جي تصور کي عملي صورت ڏئي بامقصد طور تي وڌايو ويندو تہ جيئن اتي جي استادن کي ان - سروس ٽريننگ ڏيڻ سان گڏوگڏ چاڻ جي رسائي، جائزي ۽ تحقيق کي وڌائي سگهجي.

18- استادن لاءِ هڪ اخلاقي قاعدو تيار ڪيو ويندو ۽ ان کي قانوني تحفظ ڏنو ويندو.

19- نيشنل ايجوڪيشن ٽيسٽنگ سروس (NETS) جي ڪردار کي بتدريج پوري تعليمي منظر (Spectrum) تي محيط ڪيو ويندو. (46،صہ 46-43)

## (4) استادن جي تعليم ۽ منتظمين جي تربيت
## (Teacher Education & Training of Managers)

تعليم جي معيار جو تعلق سنئون سنئون سڌو ڪلاسن ۾ جا سکيا ڏني وڃي ٿي تنهن جي معيار سان وابستہ هوندو آهي. هيٺين سطح تي جيڪي بہ تعليمي سڌارا عمل ۾ آندا ويندا آهن تن ۾ استاد جو ڪردار اهم هوندو آهي. حقيقت ڪري اهي استاد جون ئي اهڙيون لياقتون ۽ خوبيون جهڙوڪ تعليمي ڪوائف، مواد جي ڄاڻ، اهليت، تدريس جون مهارتون ۽ سندس پيشي سان واعده وفائي (Commitment) آهن جن جو درس و تدريس جي عملي سلسلن تي اثر هوندو آهي. تعليم جي مختلف سطحن تي ڪرنڌڙ معيار کي تسليم ڪندي، ضرورت محسوس ڪئي وڃي ٿي تہ ملڪ اندر استادن جي تعليم يعني ٽيچر - ايجوڪيشن جي پروگرامن کي ڪافي ترجيح ڏيڻ ۽ مؤثر بنائڻ لاءِ پنهنجي ڪوشش کي تيز ڪيو وڃي. موجوده دور جي اهڙي عام 'تعليم سڀني لاءِ (Education for all)' رسائڻ کي يقيني بنائڻ لاءِ، ٽيچر ايجوڪيشن جي سرشتي کي شمارياتي طور گهٽو وڌايو ويو آهي تہ جيئن طلب ۽ رسد جي حالت کي معقول رکي سگهجي. ان جي برعڪس، ٽيچر ايجوڪيشن جي پروگرام جي معياري رُخ ٿورو ڪو ڌيان حاصل ڪيو آهي. نتيجتاً اهڙن استادن جو تعداد تہ بي حد وڌايو ويو جن جي تدريسي مواد جي ڄاڻ ٿوڙي تدريسي طور طريقن ۾ مهارت، پنهيءَ ۾ سطحي (Shallow) يا ٿورڙي ڪا نظر اچي ٿي.

اسان جي ملڪ ۾ استادن جي تعليم جي معيار قائم رکڻ لاءِ ڪيترائي عناصر جوابده آهن. اهڙا عناصر ملڪ جي موجوده تعليمي ڍانچي واري سسٽم جي نظرياتي ۽ سماجي - اقتصادي ضرورتن کان وٺي درس جي غلط تشريح ڪيل نظريات ۽ استعمال تي مشتمل آهن. ايندڙ سال لاءِ پڻ آباديءَ (Population) جو دباءُ، تعليم جي وڌاءَ لاءِ هڪ اهم حيثيت رکي ٿو. ٽيچر - ايجوڪيشن جو پروگرام سموري تعليم نظام جي هڪ اتوٽ

حصي طور ۾ ملڪي اُپرنڌڙ ضرورتن مطابق وسعت طلب رهندو. انهيءَ لاءِ اسان کي طلب ۽ رسد جو خيال رکندي تعليمي معيار کي لازمي طور بچائڻو پوندو. استادن جي تعليم جو معيار جي لحاظ کان پاليسيءَ جي ٺهڻ ۾ رٿابندي، ٽيچر ـ ايجوڪيشن جي پروگرامن کي وڌائڻ ۾ منظم ڪرڻ، هيٺين سطح تي تربيتي ادارن جي مناسب فراهمي، استادن جي استادن جي ملازمت ـ اڳ ۾ ملازمت دوران لاڳيتي تعليم و تربيت، نصابي مواد جي جاري طور تي ڀرپور زرخيزي (Enrichment)، طور طريقن، جائزي جي ٽڪنيڪس،تدريسي معاونين ۽ اهڙن ٻين اهڙن وسائل سان خاص طور جو تعلق هوندو.

مٿين ڳالهين کان علاوه پاڪستان ۾ موجوده ٽيچر ـ ايجوڪيشن بابت ڪيترائي معاملا ۽ مسئلا روزبروز بيان ڪيا پيا ويندا آهن، جن مان ڪي خاص وڏا معاملا (Major Issues) ۽ انهن متعلق جا تشويش جن تي ماهرين تعليم زور ڏنو آ هي، سي هيٺ ڏجن ٿا:

(i) استاد جو پيشو اختيار ڪرڻ عام طور تي نوجوانن جو آخري انتخاب هوندو آهي. استاد، تنهن ڪري، چيبو ويندو آهي ته نه ئي ان پيشي لاءِ واعدي وفا (Committed) ۽ نه ئي وري آماده هوندا آهن. اها ڳالهه خواتين جي مقابلي ۾ مرد حضرات لاءِ وڌيڪ حقيقت تي مبني آهي.

(ii) ٽيچر ـ ٽريننگ جا پروگرام مضمونن جي تعليمي ڄاڻ، اسڪولن جي نصاب، ـ تدريسي طريقن، سکيا جي عملن ۽ تعليمي سرگرمين جي لحاظ کان غير متوازن (Imbalanced) آهن.

(iii) استادن جي ڀرتين (Appointments) ۾ سياسي مداخلت ۽ ٻين سماجي اوٿائين سبب اهليت (Merit) کي نظر انداز ڪيو وڃي ٿو.

(iv) استادن جي تربيتي ادارن کي استادن جي تعليم کي معيار جي لحاظ کان متحرڪ رکڻ لاءِ مالي مشڪلاتن سان منهن ڏيڻو ٿو پوي ۽ اهي ڪافي حد تائين پنهنجي آلات ۽ ٻين ضرورتن کان قاصر رهندا پيا اچن.

(v) پاڪستان ۾ تعليم جي ڪنهن به سطح تي استادن جي طلب ۽ رسد جي مؤثر لاڳاپي جو ڪو وجود ڪونه آهي. ٽيچر ـ ٽريننگ ڪنهن به

مروج پاليسي، منصوبہ بنديءَ جي ڍانچي وغيره ڪانسواءِ هلي رهي آهي، نتيجتاً طلب ۽ رسد جي حالتن درميان توازن ڪونہ آهي.

(vi) ٽيچر ـ ايجوڪيشن ۾ درسي ڪتابن جو معيار تمام ڪريل آهي. سڪيا جو مواد نہ تہ حقيقي تعليمي ماحول سان تعلق رکي ٿو ۽ نہ ئي وري آئينده جي استادن کي وڌيڪ اڃياس لاءِ جستجو ڪرڻ تي اُڀاري ٿو. ملازم استان لاءِ رهبر (Guides) يا اضافي مواد جي تيار ڪرڻ لاءِ ڪا بہ حڪمتِ عملي عام طور تي مروج ڪونہ آهي.

(vii) ٽيچر ـ ٽريننگ انسٽيٽيوشنز ۾ پرتين جو معياري طريقو ڪونہ آهي. ائين بہ آهي تہ ڪوبہ استاد اسڪول يا ڪاليج جي ڪيڊر ۾ڪم ڪندڙ آهي تہ ڪيس تعليمي تربيتي ادارن ۾ بدلي ڪري رکيو وڃي ٿو.

(ix) ملازمت دوران ٽيچر ايجوڪيٽرس جي تربيت جو گهٽ ڪري ڪو پروگرام ڪونہ آهي. ڪي ڇڙوڇڙ تربيتي مواقع، جيڪڏهن ڪي آهن تہ، ڏنا وڃن ٿا جن ۾ معيار جي کوٽ آهي.

(x) امتحاني سرشتو تمام ناقص آهي جو نوعيت ۾ لازمي طور بيروني (External) آهي ۽ شاگردن ۾ تخليقي توڙي اڳواٽيءَ جي صلاحيتن پيدا ڪرڻ کان محروم رکي ٿو.

(xi) استادن جي غير حاضري، ناقص تنظيم، احتسابي ۽ نگرانيءَ جي عملن جي کوٽ ـ اِهي وڏا مسئلا ۽ معاملا آهن جي ٽيچر ـ ايجوڪيشن جي پروگرامن ۾ معقول نموني توجهہ طلب آهن. (46، صہ ـ 48-47)

موجود وقت ۾، هيٺيان ادارا جي مختلف انواع جا پروگرام آڇين ٿا، سي هيٺ ڄاڻايل آهن:

| پروگرام ۽ ادارا | پنجاب | سنڌ | سرحد | بلوچستان | وفاق | ٽوٽل |
|---|---|---|---|---|---|---|
| (G.E.E.Ts.) & CT/ PTC | 34 | 24 | 18 | 10 | 18 | 90 |
| B.S.Ed./B.Ed. (ڪاليجز آف ايجوڪيشن) | 08 | 04 | 02 | 01 | 02 | 16 |
| IERs./Uni Deptts. of Ed.) M.A. (Ed) M.Ed. | 04 | 02 | 02 | 01 | 02 | 09 |
| Extension/Staff Dev. (In-service Ed.) P.I.T.E.S. | 01 | 01 | 01 | 01 | 01 | 04 |
| P.I.T.Es. | 01 | 01 | 01 | 01 | 01 | 04 |

آزاديءَ کانپوءِ، ٽيچر ـ ايجوڪيشن جي ادارن ۾ ڪافي اضافو ٿيو آهي. هن وقت، 90 ايليمينٽري ڪاليج، 30 اهڙا هاءِ اسڪول آهن جي استادن لاءِ PTC (پرائيمري ٽيچر سرٽيفڪيٽ) ۽ CT (سرٽيفڪيٽ ـ اِن ـ ٽيچنگ) آڇين ٿا. اهڙا تربيتي ادارا جي هاءِ اسڪولن جي استادن کي تيار ڪن ٿا تن کي ڪاليجز آف ايجوڪيشن سڏيو وڃي ٿو. هن وقت اهڙا 11 ڪاليجز آف ايجوڪيشن، 4 انسٽيٽيوٽس آف ايجوڪيشن ائنڊ ريسرچ ۽ 2 يونيورسٽين جا ڊپارٽمينٽس آف ايجوڪيشن آهن جي سيڪنڊري اسڪول ٽيچر ـ ايجوڪيشن آڇين ٿا جا .B.Ed ٽائين وٺي وڃي ٿي.

علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي (AIOU) پڻ استادن جي تربيتي پروگرامن ۾ فاصلاتي تعليم ذريعي حصو وٺي رهي آهي. اها ٽيچر ـ ايجوڪيشن ۾ B.Ed, CT, PTC ۽ .M.Ed پروگرام ڏئي رهي آهي.

اهڙن مختلف پروگرامن جو تفصيل هيٺ ڏنل آهي:

| ٽريننگ پروگرام | داخلا لاءِ ڪوائف | تعليمي سالن ۾ تربيت جو مدو | پڙهائڻ لاءِ ڪلاس |
|---|---|---|---|
| P.T.C. | مئٽريڪيوليشن | 01 | I - V |
| C.T. | انٽرميڊئيٽ | 01 | I - VIII |
| B.S.Ed. (12+3) | انٽرميڊئيٽ | 03 | VI - X |
| B.Ed. (14+1) | B.A / B.Sc. | 01 | VI - X |
| M.Ed. | B.Ed. | 01 | PTC وارا شاگرد VI - X + C.T ۽ B.Ed. + نگراني |
| M.A. (Ed.) | B.A/B.Sc. | 02 | PTC ۽ CT جا شاگرد + VI-XII ۽ .B.Ed+ نگراني |

سمورن رسمي تربيتي ادارن جي ساليانه تربيتي اهليت تقريباً 30,000 آهي. تقريباً سيني ادارن تي ٽيچر ـ ٽريننگ جي پروگرامن ۾ داخلائون ڪافي طلب ۽ دٻاءُ رهن ٿيون. اڪثر حالتن ۾ موجود جڳهن (Seats) کان وڌيڪ درخواستون اچن ٿيون.

علامہ اقبال اوپن يونيورسٽيءَ ۾ هر سال اٽڪل 10,000 داخلائون ٿين ٿيون ۽ اٽڪل 7,000 شاگرد مختلف ڪورس پورا ڪن ٿا. AIOU جا C.T, PTC ۽ .B.Ed پروگرام واري تي هڪ سال ڇڏي پئي سال آڇيا وڃن ٿا. (46، صہ 49)

**(i) مقاصد (Objectives):**

1- استادن جي طلب ۽ رسد درميان هڪجهڙو توازن پيدا ڪرڻ.

2- استادن کي ملازمت دوران تربيت، استادن جا استاد ۽ تعليمي منتظمين مهيا ڪرڻ سان سسٽم کي وڌيڪ مؤثر بنائڻ.

3- استادن کي ملازمت کان اڳ وارن ٽيچر ـ ٽريننگ پروگرامن کي سيڪنڊري ۽ ڊگري سطحن کان اڳتي وڌيڪ مدي وارن پروگرامن شروع ڪرڻ سان، انهن جي معيار کي وڌائڻ.

4- نوجوان ذهين گريجوئيٽس لاءِ چڱين خاصين ترغيبات جو قائم ڪرڻ ته جيئن انهن لاءِ تعليم جو شعبو پُرڪشش ثابت ٿي سگهي.

5- ملازمت کان اڳ ۽ ملازمت دوران، ٻنهي ٽيچر ـ ٽريننگ پروگرامن لاءِ پاليسيءَ، رٿابنديءَ ۽ ترويج جو هڪ مناسب ڍانچو ٺاهيو وڃي جو مروج ٿي سگهي.

6- مختلف سطحن جي تعليمي منتظمين لاءِ تنظيمي تربيت فراهم ڪرڻ.

**(ii) حڪمتِ عمليءَ جون خاص خاص ڳالهيون:**

(1) پرائيمري ليول جي ٽيچر ـ ٽريننگ پروگرامن کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ، اهو تجويز ڪجي ٿو ته مئٽرڪيوليٽس لاءِ هڪ ٽن سالن جو تعليم ۾ ڊپلوما (Diploma in Education) شروع ڪجي. اهڙي ڪورس ذريعي اهو استاد هاير سيڪنڊري اسڪول جي سطح تائين پڙهڻ سان گڏوگڏ پرائيمري تي تديس لاءِ تدريسي مهارتون پڻ حاصل ڪندو. اهڙي ڊپلوما استادن جي اسڪول جي عام مضمونن ۽ پڻ تدريسي مهارتن کي مربوط ڪندي. اهو ڪيس B.Sc, B.A, ۽ M.Sc. ليول تائين عام اڀياس حاصل ڪرڻ يا تدريسي شعبي ۾ ملازمت ڪرڻ لائق بنائيندو.

2- هن وقت، ملڪ ۾ ڪجهه اهڙا ادارا به آهن جتي B.Ed. + B.Sc. جيءَ سطح تي هڪ مربوط پروگرام 'B.Sc. Ed.' پروگرام جي نالي سان جاري آهي. اهڙو پروگرام انٽرميڊيئيٽ پاس نوجوانن کي ڪشش ڪرڻ ۽ کين تدريسي شعبي ۾ ڪٽڻ ۾ ڪامياب ويو آهي، ڇاڪاڻ جو کين 3- ساله مربوط پروگرام ڏيڻ سان گڏوگڏ ٻن ڊگرين حاصل ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو. اهڙي شاگرد کي ٻن ڊگرين، B.Sc. ۽ B.Ed. سطحن جي حاصل ڪرڻ سان گڏ وڌيڪ M.Sc ۽ M.Ed. ليول جو اعليٰ اڀياسي موقعو ملي ٿو. اهڙن ڪليل ـ مواقع جيٰ ته ٻنهي مان ڪوبه پروگرام ڪٽڻ جي سهوليت

ڪيترن ئي ذهين شاگردن کي ڪشش ڪري ٿي ته هو تدريسي شعبي ڏانهن رُخ رکن. اها تجويز ڏجي ٿي ته اهڙي ساڳئي اُفقي سطح تي واڌاري واري سهوليت اهڙن شاگردن لاءِ وڌائي وڃي جيئن عام تعليم وڏائڻ سان گڏ ڪاليج آف ايجوڪيشن ۾ .B.A + B.Sc پروگرام ذريعي .B.Ed ڊگري حاصل ڪري سگهن. اهڙن پروگرامن جي ذريعي شاگردن کي اهو به موقعو ملندو ته هو .M.A, M.Sc, M.Ed سطحن جي ڪنهن به پروگرام لاءِ پنهنجي تعليم جاري رکي سگهندا. اهڙا استاد پنهنجي اسڪول جي مضمونن جي تعليمي پس منظر سان آراسته ٿيندا ۽ ان سان گڏ ڪلاس ڇهين کان ڏهين تائين پڙهائڻ جي تدريسي و پيشورانه مهارتن ۾ تربيت حاصل ڪندا. سيڪنڊري سطح وارن استادن جي معياري تعليم جي اُپرندڙ ضرورتن کي منهن ڏيڻ خاطر ملڪ جي سيني ڪاليجز آف ايجوڪيشن ۾ اهڙا گڏيل پروگرام آڇيا ويندا.

3- تنظيم (Management) ۾ اهليت وڌائڻ خاطر، يونيورسٽيءَ جي سطح تي .M.Ed ڊگريءَ کي وڌيڪ بهتر ۽ مستحڪم ڪيو ويندو ته جيئن اها تعليم جي ميدان ۾ اهڙن تنظيمي تربيت يافته منتظمين جي جَٿي (Corps) کي پيدا ڪري جي تعليمي منتظمين ۽ سپروائيز جي مدل ۾ هاءِ اسڪولن جا هيڊ ماستر ۽ هيڊ ماستريائين ٿيڻ ۽ پڻ .SDEOs, DEOs ۽ .ADEOs جي حيثيت سان تعليمي ميدان ۾ اڳواٽي فراهم ڪري سگهن. يونيورسٽين جي ايجوڪيشن ڊپارٽمينٽس ۽ .IERs کان علاوه ملڪ جي سرڪرده ڪاليجن کي پڻ اهڙين ڊگرين آڇڻ لاءِ وڌايو ويندو ته جيئن ملڪ جي اهڙين وڌندڙ ضرورتن کي منهن ڏئي سگهجي.

4- سيني هيڊ ماسترن/هيڊ ماستريائين ۽ سپروائيزري سطح جي عملي کي صوبائي انسٽيٽيوٽس آف ٽيچر ـ ايجوڪيشن ذريعي تنظيم ۽ نگرانيءَ ۾ وسيع تربيت ڏني ويندي ته جيئن تعليمي ادارن ۾ مستحڪم ۽ سٺو راڄ قائم ڪري سگهجي. (46، صہ -52)

5- استادن جي تربيتي ادارن ۾ تعليمي عملي جي اهليت بهتر ڪرڻ خاطر هڪ قومي سطح تي نيشنل انسٽيٽيوٽ آف ٽيچر ايجوڪيشن (NITE) قائم ڪيو ويندو. انهيءَ قومي اداري ۾ هر سال اٽڪل 300 ماهر استادن

(Teacher Educators) کي سندن پيشورانہ ڪوائف بهتر بنائڻ لائق ڪيو ويندو.

6- CT,PTC B.Ed. ۽ M.Ed. جي نصابن کي بهتر ڪيو ويندو تہ جيئن اهڙن پروگرامن کي شاگرد ـ مرڪوز (Learner - centred)، ڪيو وڃي. آئينده جي استادن کي تربيت ۽ تدريسي مهارتن جا اهڙا موقعا فراهم ڪيا ويندا تہ جيئن هو تخليقي، مسائل جي حل ڪرڻ وارن منصوبن (Projects) وارن طور طريقن ۽ ٻين نون جديد طريقن کي استعمال ڪري سگهن.

7- اهڙن ادارن جي تعليمي سال (Academic calendar) کي بهار ۽ اونهاري جي وئڪيشن کي گهٽائڻ سان وڌايو ويندو.

9- غير سرڪاري ادارن (NGOs) جي ڪٿي ڪٿي (Sporadic) غير رسمي تعليم وارن تربيتي پروگرامن کان علاوه هڪ ملڪ گير ۽ وسيع پيماني تي متعارفي پروگرام علامہ اقبال اوپن يونيورسٽيءَ جي ڇٽيءَ (Umbrella) هيٺ منعقد ڪرايو ويندو تہ جيئن بنيادي تدريسي مهارتون مهيا ڪري سگهجن.

10- ذهين شاگردن کي تعليم جي پيشي ڏانهن ڪشش ڪرڻ واسطي وظيفي طور پگهار (Stipend) جو سرشتو انٽرميڊئيٽ ۽ ڊگريءَ جي سطح تي تعليم حاصل ڪرڻ واسطي شروع ڪيو ويندو. شاگرد پنهنجي پڙهائي ختم ڪرڻ تي ڪانٽرئڪٽ جي بنياد تي تعليم جو پيشو حاصل ڪندا. جي ملازمت دوران متيون ڪوائف حاصل ڪندا تن لاءِ اضافي اضافا، سندن ڪيڊر ۾ تڪڙا پروموشن پڻ ڏنا ويندا تہ جيئن هو اهڙن پيشن ۾ رهي سگهن.

11- منتظمين، نگرانن ۽ منصوبہ بندي ڪندڙن جي سکيا ۽ تربيت لاءِ قومي سطح تي هڪ تمام اهم ادارو 'The Academy of Educational planning and Management' آهي، جنهن جي تربيتي اهليت ۽ وسائل کي وڌايو ۽ مستحڪم ڪيو ويندو ۽ ان ۾ اسڪولي منتظمين لاءِ طويل المدت تربيت جا پروگرام شروع ڪيا ويندا.

12- سڀني صوبن ۾ 'تيچر فائونڊيشن' قائم ڪيون وينديون. اهي وفات

ڪري ويل استادن جي زالن جي مالي مدد ڪنديون ۽ انهن جي ذهين ٻارن کي وظيفا پڻ ڏينديون تہ جيئن هو پنهنجي تعليم جاري رکي سگهن. انهيءَ ڪانسواءِ استادن جي ٻارن جون فيون پڻ سرڪاري تعليمي ادارن ۾ معاف ڪيون وينديون.

13- اهڙا ڪافي شواهد موجود آهن جي اِن حقيقت کي هٿي ڏين ٿا تہ پرائيمري سطح تي مرد حضرات کان خواتين استادياڻيون وڌيڪ مؤثر ثابت ٿين ٿيون. وڌيڪ خواتين ٽيچرس کي پرائيمري اسڪولن ۾ شامل ٿيڻ کي هٿي ڏيڻ خاطر ٽن قسمن جا اُپاءَ ورتا ويندا: (الف) نون قائم ٿيندڙ 70% پرائيمري اسڪول ۾ خواتين استاد رکيون وينديون، (ب) اونهاري جي وئڪيشن دوران CT ۽ PTC ليول جا پروگرام ملازمت کان اڳ وارين خواتين استادن جي تربيت لاءِ شروع ڪرايا ويندا، ۽ (ج) خواتين استادن جي تعليم جي پيشي اختيار ڪرڻ لاءِ سندن عمر جي مٿين حد ۾ ڪا بہ رنڊڪ ڪونہ وڌي ويندي. (46، صہ ـ 53)

14- پرائيمري تعليم کي ملڪ گير طور تي عام ڪيو ويندو ۽ ان لاءِ مناسب سهوليتون ايليمينٽري سطح تائين وڌايون وينديون.

15- پاليسي هڪ جدا مئٽرڪ (ٽيڪنيڪل) جو ڌارو (Stream) سيڪنڊري سطح تي مهيا ڪندي.

16- پاليسي هر ضلعي هيڊ ڪواٽر ۾ ٻنهي مرد توڙي خواتين جي تربيت لاءِ هنري اسڪول (Vocational Schools) کوليندي. (46، صہ -50)

## (5) فني / تيڪنيڪي ۽ هنري تعليم
## (Technical And Vocational Education)

صرف سرمايو يا موڙي سيڙائڻ سان ملڪ جي سماجي وَ معاشي ترقي جاري ڪونہ ٿي رهي سگهي، ان لاءِ ضروري آهي تہ ڪافي طور تي تربيت يافتہ سائنسي ۽ فني افرادي قوت جي موزون رسد جي هٿي حاصل هجي. تيزيءَ سان معاشي ترقي لاءِ ضروري آهي تہ مهارتون رکندڙ مزدور ۽ ٻيا محنتي افراد جهڙوڪ واپاري، فني ڪم ڪندڙ فني ماهر، انجنيئر، تحقيق ۽ ترقي جا اهڙا ميدان جي قومي ترقيءَ ۾ واڌاري جي سان منسلڪ آهن ۽ صنعت و حرفت لاءِ ضروري آهن، تن جي هڪ مليل جُليل افرادي قوت مهيا هجي. محنتي افراد جي قوت هنن ڳالهين تي مشتمل هوندي آهي: سرشتي کي هلائڻ لاءِ ٽڪنالاجي ۽ مهارتن جي سطح، سماجي و معاشي حالات، صنعت و حرفت جي وسعت ۽ قدرتي وسائل جو مهيا هجڻ، تنهن لاءِ ملڪ جي معاشي ترقيءَ لاءِ تعليم جو هڪ اهڙو چڱيءَ طرح رٿيل منصوبي بنديءَ جو سسٽم جنهن ۾ فني توڙي هنري تعلم (TVE) تمام لازمي آهي.

بدقسمتيءَ سان گذريل سالن ۾ جنرل ايجوڪيشن کي ٽيڪنيڪل (فني) تعليم جي مقابلي ۾ وڌيڪ سهوليتون مهيا آيون جنهن سبب ڪيترائي نوجوان فني ڪوائف بنا ئي گرئجوئيٽ ٿي يونيورسٽين ۽ ڪاليجن مان نڪتا. اهي سرڪاري ملازمتن لاءِ واجهائيندا رهيا ۽ بيروزگاري وڌندي رهي. بهرحال موجوده پاليسي بيروزگاري ختم ڪرڻ لاءِ تعليم معيار وڌائڻ، ٻارن يا شاگردن جي تعليم ڇڏي وڃڻ کي روڪ ڪرڻ ۽ تعليم کي "هنري دنيا" (World of work) سان وابستہ ڪرڻ لاءِ اقدام ڪري رهي آهي.

جيڪڏهن اسين ڏسنداسين تہ عام طور تي فني (Technical) ۽ هنري يا پيشورانہ (Vocational) تعليم کي هڪ ٻئي لاءِ استعمال ڪيو ۽ هڪ ئي سمجهيو ويندو رهيو آهي. تنهن هوندي بہ، عملي طور 'فني تعليم يا

ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن' جو تعلق ثانوي تعليم کان مٿي واري سطح جي ڪورسن جي سکيا ۽ عملي تربيت تي ٻڌل آهي جنهن جو مقصد اهڙا فني ماهر افراد پيدا ڪرڻ آهي جي درمياني سطح تي نگرانيءَ يا سپروائيزري عملي طور ڪم ڪري سگهن.

پيشورانه يا هنري تعليم (Vocational Education) جو تعلق هيٺين سطح جي تعليم ۽ تربيت سان آهي جنهن جو مقصد مختلف هنرن ۾ نيم - مهارت (Semi - Skilled) يا مهارت (Skilled) رکندڙ هنرمند ۽ محنتي افراد پيدا ڪرڻ آهي. هن وقت، ڪيترائي ايجنسيون جهڙوڪ، تعليم، محنت ۽ افرادي قوت، صنعت و حرفت، سماجي ڀلائي ۽ زراعتي محڪما فني ٿوڙي پيشيورانه (TVE) تعليم فراهم ڪرڻ ۾ شامل آهن. (46، صہ 55-56)

هن وقت، درمياني ۽ هيٺين سطح جي افرادي قوت هيٺين ذريعن کان فراهم ٿئي ٿي:

(الف) پولي ٽيڪنيڪ انسٽيٽيوٽس ۽ ڪاليجز آف ٽيڪنالاجي جي صوبائي وزارت تعليم ۽ صوبائي تعليم جي محڪمن هيٺ ڪم ڪن ٿيون.

(ب) ڪمرشل انسٽيٽيوٽس جي وزارتِ تعليم ۽ تعليم جي محڪمن هيٺ ڪم ڪن ٿيون.

(ج) ووڪيشنل انسٽيٽيوٽس جي تعليم جي محڪمن هيٺ ڪم ڪن ٿيون.

(د) ٽريننگ سينٽر،جي مختلف محڪمن جهڙو، محنت، افرادي قوت، سماجي ڀلائي، صنعت و حرفت ۽ زراعت وغيره جي سرپرستي هيٺ ڪم ڪن ٿا.

(هہ) نون سڪنڊزن (Apprenticeship) لاءِ هنري تربيت جا پروگرام جي محنت ۽ افرادي قوت جي وزارت ۽ صوبائي محنت ۽ افرادي قوت جي محڪمن هيٺ ترتيب ڏنا ۽ هلايا پيا وڃن.

(و) غير - رسمي تربيت جا سرشتا - 'استاد - شاگرد' وارو طريقو، وغيره.

موجوده وقت ۾، هنري ۽ فني تعليم کي ڪيترن ئي مشڪلاتن سان منهن ڏيڻو آهي ۽ اهڙي تعليم جي ميار وذائڻ لاءِ گهڻو ڪجهه ڪرڻو آهي. انهيءَ ڏس ۾ اهم معاملا ۽ مسئلا هيٺيان آهن:

1- هن وقت، 21 ڊويزنيون اهڙيون آهن جن ۾ عورتن لاءِ ڪو پولي ٽڪنيڪ ڪونہ آهي، 65 ضلعا اهڙا آهن جن ۾ ڇوڪرن لاءِ ڪو پولي ٽيڪنيڪ ڪونہ آهي، 329 تحصيل يا تعلقا اهڙا آهن جن ۾ ڇوڪرن لاءِ ڪو هنري انسٽيٽيوٽ ڪونہ آهي ۽ 277 تحصيل اهڙا آهن جن ۾ ڇوڪرين لاءِ ڪو هنري انسٽيٽيوٽ ڪونہ آهي. اهڙي طرح ناڪافي مڪاني (Spatial) طور حصو مليل آهي.

2- ناڪافي مالي وسائل ۽ حڪومتي فنڊ تي وڌيڪ ـ انحصار آهي.

3- هنري توڙي فني (TVE) تعليم سان منسلڪ مختلف محڪمن درميان تعاون جي گهٽتائي آهي. (46، صہ 56)

4- صنعت ۽ ادارن درميان گهٽ لهہ وچڙ آهي نتيجتاً ٻاهرين صلاحيت جي گهٽتائي آهي.

5- ٻاهران مارڪيٽ جي ضرورتن سان نصاب جو گهٽ تعلق آهي.

6- نصابي مواد جي گهٽتائي آهي. خانگي پبلشر گهٽ دلچسپي وٺن ٿا تہ اهڙي مواد جي خريد ڪرڻ وارا گهٽ يا ڪونہ آهن ۽ خرچ وڌيڪ برداشت ڪرڻو ٿو پوي. ٻاهريان ڪتاب وري مهانگا، ٻولي سمجهڻ جي مصيبت، پورو مضمون بہ ڪونہ ٿا نپٽائي سگهن ۽ ڪن حالتن ۾ هڪ ڪان وڌيڪ ڪتاب گهربل ٿين ٿا جن جو خريد ڪرڻ پهچ کان ٻاهر آهي.

7- استادن جو ناڪافي، ناتجربيڪار هجڻ، ورڪشاپن ۾ گهٽ ۽ ڪُٽل ساز و سامان ۽ آلات، انتظامي مشينري ۾ گهٽ ۽ بنا صلاحيت افراد جي گهٽائي هجڻ، وغيره.

**(i). مقاصد (Objectives):**

1- ملڪ ۾ تربيت يافتہ افرادي قوت پيدا ڪرڻ لاءِ فني ۽ پيشورانہ تعليم جا موقعا وڌائڻ جي صنعت ۽ معاشي ترقيءَ جي مقاصد ۽ ضروريات سان مواقف هجن.

2- فني ۽ پيشورانہ تعليم (TVE) جي گريجوئيٽس جي ملازمت کي وڌائڻ خاطر فني تعليم جي معيار کي وڌائڻ.

3- فني ۽ پشورانہ تعليم جي پروگرام کي اهڙيءَ طرح ترتيب ڏيڻ جو ملڪي صنعت لاءِ ساڳئي ئي وقت خودروزگار (Self-employement) ۽ تربيت يافتہ افرادي قوت جي مهيا هجڻ جو بٽو مقصد حاصل ٿي سگهي. (46، صہ 57)

4- شاگردن ۾ فني مهارتون ۽ گهربل ڪم ڪرڻ جي اخلاقيات (Work Ethics) وڌائڻ.

5- جائزي جي اهڙي نظام کي رائج ڪرڻ جو متعلقہ مهارتن ۽ منصوبن کي صحيح سمت ڏيڻ تي زور ڏيندڙ هجي.

6- ادارن ۽ صنعتن درميان رابطا وڌائڻ تہ جيئن متعلقہ تربيت کي صحيح سمت ۾ وڌائي سگهجي.

7- بيروزگاري گهٽائڻ خاطر تعليم يافتہ نوجوانن کي روزگاري مهارتون ڏيڻ.

**(ii) پاليسيءَ جون خاص خاص ڳالهيون:**

1- ٽيڪنيڪيل يا فني تعليم کي باقاعده جاري ڪرڻ ۽ انهيءَ ميدان ۾ مختلف ادارن ۽ محڪمن جي ڪوشش کي پاڻ ۾ منظم ڪرڻ لاءِ هڪ 'فني تعليم جي قومي ڪائونسل' يا 'نيشنل ڪائونسل فار ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن' قائم ڪئي ويندي.

2- مارڪيٽ جي نين تقاضائن ۽ نين ترقين کي خيال ۾ رکندي نصاب تي نظرثاني ۽ ان کي موجود وقت (Update) سان هم آهنگ رکڻ جي هڪ لاڳيتي عمل کي روان دوان رکيو ويندو. اهڙيءَ طرح نصاب ۾ فني اهليت جي ترقين، ڏي - وٺ (Communication) جي مهارتن، تحفظاتي ۽ صحت جي اقدام ۽ تجارتي مهارتن کي پڻ منعڪس ڪيو ويندو.

3- مارڪيٽ جي تقاضائن ۽ تربيت کي انهن سان منسلڪ ڪرڻ خاطر إدارن - صنعتن درميان رابطا وڌايا ويندا.

4- ادارن کي نين شين، مشينري ۽ روان رکندڙ آلات ۽ سازو سامان جي خريداري لاءِ مالي اخراجات کي ضرورتن سان منسلڪ ڪيو ويندو.

5- حڪومت تي مالي بوجهہ گهٽائڻ خاطر خود - انحصاري جو عنصر شروع

ڪيو ويندو. انهيءَ مقصد لاءِ، فني ۽ هنري تعليم وڌائڻ لاءِ خانگي شعبي جي شموليت کي همٿايو ويندو.

6- جائزي ۽ نمائندگي جو طريقو بهتر ڪيو ويندو.

7- موجوده استادن ۽ ملازمت ـ ڪان ـ اڳ وارن استادن جي معيار وڌائڻ خاطر، ڪين B.Ed. (Technology)، وارو تربيتي پروگرام ڏنو ويندو تہ جيئن پولي ٽيڪنيڪس ۽ ووڪيشنل انسٽيٽيوٽس کي تربيت يافتہ انسٽيٽيوٽس کي تربيت يافتہ انسٽرڪٽرس (استاد) مهيا ڪري سگهجن.

8- TVE جا نوان ادارا کوليا ويندا ۽ هلندڙ ادارن ۾ جتي وڏيڪ طلب هوندي تہ شام جي شفٽ پڻ کولي ويندي.

9- فاصلاتي تعليم ۽ ٻين غير رسمي نمونن سان TVE تائين پهچ کي وڌايو ويندو. (46، ص ـ 58)

10- مارڪيٽ جي تقاضائن مطابق اُڀرندڙ ٽيڪنالاجيز جهڙوڪ: ٽيلي ـ ڪميونيڪيشنز، ڪمپيوٽر، اليڪٽرانڪس، آٽوميشن، پيٽروليم، گارمينٽس (لباس سازي)، فوڊ پرزرويشن، پرنٽنگ ۽ گرئفڪس، ٽيڪسٽائيل، مائينگ، شُگر ٽيڪنالاجي' وغيره، جن جي وڏي گهرج آهي، سي منتخب پولي ٽيڪنيڪس ۾ شروع ڪرايون وينديون.

11- سڀني پوليٽيڪنيڪس ۽ ڪاليجز آف ٽيڪنالاجي وارن ادارن جي فني تعليم جي نصاب ۾ ڪمپيوٽر جي تعليم کي لازمي قرار ڏنو ويندو ۽ ڪمپيوٽر ليباريٽريون مڪمل سهوليتن سان قائم ڪيون وينديون.

12- درسي مواد جي کوٽ کي پوري ڪرڻ لاءِ اميد افزا ليکڪن (Prospective Authors) جن کي TVE جي سينئر استادن مان منتخب ڪيو ويندو تن کي مالي ترغيبات ذريعي متحرڪ ۽ آماده ڪيو ويندو تہ جيئن هو درس و تدريس جو وسائلي مواد (Resource Material) مهيا ڪري سگهن.

13- ڪمرشل ٽريننگ انسٽيٽيوٽس جي پروگرامن کي جديد بنايو ويندو ۽ "آفيس جي تنظيم ۽ تجارتي عمل (Office Management & Commercial practices)" ۾ هڪ **ڊپلوما** ڪورس شروع ڪيو ويندو.

14- ووڪيشنل اسڪول قائم ڪيا ويندا ۽ فني ۽ هنري تعليم جي بنياد(Base) کي وڌائڻ خاطر مئٽرڪ (ٽيڪنيڪل) جي ڌاري (Stream) کي آزمائشي طور شروع ڪيو ويندو.

15- موافق درس و تدريس جو ماحول مهيا ڪرڻ خاطر ليباريٽرين ۽ ورڪشاپس کي وري نئين سر آراسته ۽ جديد بنايو ويندو. (46، صه 59)

**(iii) حڪمتِ عمليءَ جون خاص خاص ڳالهيون:**

1- پارليامينٽ جي پاس ڪيل ائڪٽ ذريعي قانوني طور هڪ فني تعليم لاءِ قومي ڪائونسل (National Council for Technical Education) قائم ڪئي ويندي. اها ڪائونسل مالي طور خود ـ انحصار هوندي سواءِ ان جي ته ان کي شروعاتي طور ڪم هلائڻ خاطر ڪجهه اصل موڙي (Seed Money) ڏني ويجي.

2- قومي ۽ صوبائي ايجوڪيشن فائونڊيشنز اهڙن خانگي سيڙپ ڪندڙن جي فني ۽هنري ادارا قائم ڪندا تن کي اهڙن مقصدن لاءِ مناسب گرانٽس ۽ نرم شرطن تي قرض فراهم ڪنديون. اِن مقصد لاءِ فائونڊيشن کي متعلقه حڪومت طرفان وافر فنڊ مهيا ڪيا ويندا.

3- نيشنل ٽيڪنيڪل ٽيچرس ڪاليج (NTTC) کي سال 1976ع فيڊرل سپرويزن آف ڪريڪيولا، ٽيڪسٽ بوڪس اينڊ مينٽيننس آف اسٽئنڊرڊ آف ايجوڪيشن ائڪٽ تحت باضابطه اختيار وارو ادارو قرار ڏنو ويوي آهي. NTTC، بورڊس آف ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن، صوبائي تحقيق و ترقي وارن سيلس (Cells)، تجويز ڪيل ٽيڪنيڪل ايجوڪيشنل ڪائونسل ۽ تجارتي ۽ صنعتي ماهرن جي سهڪار سان جاري بنيادن تي نصاب جي نظرثاني ڪندي رهندي ۽ ان کي جديد بنائيندي رهندي ته جيئن مارڪيٽ جي بدلجندڙ تقاضائن سان همڪنار رهي سگهجي. تدريسي مواد کي پڻ اهڙيءَ طرح سان نظرثاني ڪري بدلائبو رهبو. (46، صه ـ 60)

4- ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن جي نصاب ۾ ڪمپيوٽر ايجوڪيشن کي لازمي حصي طور شامل ڪيو ويندو.

5- حڪومت تي مالي انحصار گهٽائڻ خاطر هيٺيان اقدام ڪيا ويندا:

(الف) صنعتڪارن ۽ مخير حضرات کي همٿايو ويندو ته اهي مختلف TVE ادارن لاءِ فراغ دلي سان اهڙا عطيات جي ٽيڪس کان مستثنيٰ هوندا سي مهيا ڪن.

(ب) ٽيڪنيڪل ادارا ۽ پوليٽيڪنيڪس صنعتي ملازمن لاءِ تجارتي بنيادن تي متعلقه صنعتن جا تربيتي ڪورس شروع ڪندا ته جيئن آمدني وڌي ۽ گورنمينٽ گرانٽس ۾ مدد ملي.

(ج) ڪجهه منتخب ادارن ۾ پيداواري يونٽ قائم ڪيا ويندا ته جيئن هڪ ته شاگردن کي تربيت ڏئي سگهجي ۽ ٻيو ته ادارن جي آمدني ۾ به اضافو ٿئي. اهڙن ادارن جي ڪارڪردگي مؤثر ڪرڻ واسطي انهن جي مالي توڙي نظم و نسق جي طور طريقن ۾ ضروري تبديليون آندويون وينديون.

(هه) ٽيڪنيڪل ۽ پيشورانه ادارن ۾ مارڪيٽ جي ضرورتن مطابق ملازمت جا قليل المدت ڪورس 'سيلف فنانس' اسڪيم جي بنياد تي هلايا ويندا.

(و) اهڙا ادارا ڪميونٽن کي پڻ به - مقصدي خدمتون آڇينديون، هڪ ته جيئن ادارن ۽ جماعتن درميان رابطا پروان چڙهن ۽ ٻيو ته ادارن ۾ ضرورتمند شاگردن لاءِ مالي آمدني جاري ٿي سگهي.

6- فني تعليم جي بوردن کي مستحڪم ڪيو ويندو ته جيئن اهي جائزي جي طور طريقن ۽ نمائندگي جي سسٽم جي بهتريءَ لاءِ تحقيق و ترقي کي هٿ ۾ ڪٽن.

7- صنعت ۽ ادارن جي رابطن کي وڌائڻ ۽ مستحڪم ڪرڻ خاطر هيٺيان اُپاءَ ورتا ويندا:

(الف) هر اداري ۾ اهڙيون تنظيمي ڪميٽيون (Management Committees) قائم ڪيون وينديون جن ۾ متعلقه صنعت ۽ چيمبر آف ڪامرس ۽ انڊسٽري جا نمائندا پڻ شامل هوندا.

(ب) نصاب تيار ڪرڻ ۾ صنعت ۽ تجارت جي ماهرن جي شموليت کي يقيني بنايو ويندو. (46، صہ ـ 61)

(ج) انسٽرڪٽر استادن کي همٿايو ويندو ته هو صنعت ۾ پنهنجي اسپيشلائيزيشن جي مدن ۾ وڌيڪ مهاريت (Internship) کي پنهنجي تربيت جي حصي طور حاصل ڪن. انهيءَ مقصد لاءِ کين آسانيءَ سان ۽ پگهارن سان موڪل ڏني ويندي يا ڊيپوٽيشن تي وڃڻ جي اجازت ڏني ويندي ۽ ملازمت جي قوانين ۾ اهڙيون ترميمون ڪيون وينديون.

(د) مقامي ۽ متعلقہ صنعت ۽ تجارتي ادارن جي ماهرن کي دعوت ڏني ويندي ته هو پولي ٽيڪنيڪس ۽ ڪاليجز آف ٽيڪنالاجي ۾ اچي ليڪچر ڏين.

(ھ) پولي ٽيڪنيڪس ۽ ڪاليجز آف ٽيڪنالاجي کي همٿايو ويندو ته اهي تحقيق و ترقيءَ جا منصوبا هٿ ۾ کڻڻ ۽ صنعت کي پڻ پنهنجي صلاحڪاري (Consultancy) فراهم ڪن.

(و) صنعت ۾ شاگردن کي عملي تربيت فراهم ڪرڻ لاءِ اُپاءَ ورتا ويندا.

8- فني توڙي پيشورانہ/هنري تعليم لاءِ غير رسمي ۽ فاصلاتي تعليم جي ذريعن سان دسترس وڌائي ويندي ۽ ان لاءِ علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي (AIOU) کي مکيہ ڪردار ادا ڪرڻو پوندو.

9- حقيقي رٿابندي ۽ ترقيءَ کي وڌائڻ خاطر نيشنل ٽيڪنيڪل ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج (NTTC) کي ۽ صوبائي تحقيق وترقي جي شعبن کي پڻ مستحڪم ڪرڻ سان اداراتي صلاحيت اياري ويندي ۽ پڻ تنظيمي خبر رساني سسٽم (MIS) کي قائم ڪيو ويندو ته جيئن ڪمپيوٽر ذريعي موجود پروگرامن ۽ مارڪيٽ ۾ ملندڙ ڪم يا ملازمتن (Jobs) متعلق مڪمل جاڻ يا خبرچار رکي سگهجي.

10- هڪ نئون پروگرام 'ڊپلوما اِن آفس مئنيجمينٽ ۽ ڪمرشل پرئڪٽسز' شروع ڪيو ويندو. شاگردن کي ڪمپيوٽر جي استعمال، جديد آفيس آلات جهڙوڪ فئڪس مشين، فوٽو اسٽيٽ مشين،مني ٽيليفون ايڪسچينج

وغيره ۾ ٽريننگ ڏني ويندي ۽ انهن کي جديد طرز تي آفيس مئنيجمينٽ متعلق ڄاڻ ۽ عملي تربيت ڏني ويندي.

11- شاگردن کي هُنري دنيا (World of Work) سان مانوس ڪرائڻ خاطر اهڙن تجارتي مهارتن ۾ تربيت ڏني ويندي جن سبب کين محنت، مزدوري، ملازمت وغيره ملي سگهي. مئٽرڪ جو هڪ 10% ٽيڪنيڪل ڌارو (Stream) جو سائنس ۽ هيومئنٽيز جي متوازي هوندو سو ثانوي جماعتن (ڪلاس X ۽ IX) ۾ شروع ڪيو ويندو ۽ ان ۾ 7% ڇوڪرا ۽ 3% ڇوڪريون هونديون. اهو بتدريج 5 سالن ۾ قائم ڪيو ويندو. هڪ يا ٻه هنري مضمون پڻ هر اسڪول ۾ ان خطي جي ضرورت مطابق شروع ڪيا ويندا.

12- .B.Ed (ٽيڪنالاجي) پروگرام وارن گرئجوئيٽ استادن کي پڻ تيار ڪري کين ٽيڪنيڪل ٽيچرس طور مهيا ڪيو ويندو.

13- هنري هاءِ اسڪول (Vocational High Schools) جو هڪ نئون ڌارو شروع ڪيو ويندو ۽ اهڙو هڪ اسڪول ڇوڪرن لاءِ هر ضلعي ۾ ۽ هڪ اسڪول ڇوڪرين لاءِ هر ڊويزن ۾ اتي جي ضرورتن مطابق کوليو ويندو. اهڙا اسڪول ٻن ڪان ٽن تائين هنري مضمون جي اُتي جي متعلقہ ضرورتن سان لاڳاپيل هوندا سي شروع ڪيا ويندا. خانگي شعبي کي پڻ هنري اسڪول کولڻ لاءِ همٿايو ويندو تہ جيئن سرڪار تي مالي بوجهہ گهٽ پوي. (صہ -63)

## (6) جديد پروگرام (Innovative Programmes)

اڄ ڪلهہ جيڪڏهن اسين ڪنهن بہ ملڪ جي تعليمي پروگرامن تي نظر وجهنداسين تہ ڏسنداسين تہ هر سطح، هر پروگرام ۾ هر ميدان ۾ نيون نيون ڳالهيون شامل ٿينديون پيون وڃن. اسان جي ملڪ جي تعليمي پروگرامن ۾ پڻ اهڙيون ڪيتريون نيون ڳالهيون شامل ٿيون آهن يا انهن کي شامل ڪرڻ جا وقت بوقت واعدا ٿيندا پئي رهيا آهن. موجوده تعليمي پاليسيءَ اهڙين جدتن جو تفصيلي جائزو ورتو آهي ۽ ڏنو ويو آهي تہ اهي پروگرام تعليم جي اهم پهلوئن سان واسطو رکن ٿا ۽ تعليمي ترقيءَ جي. اهم اهڃاڻن (Features) جهڙوڪ حق و انصاف جا اصول، ڪردار سازي، خودانحصاري، تعليمي معيار ۽ انجي عمل کي بهتر بڻائڻ وغيره جي نشاندهي ڪن ٿا. جيتوڻيڪ اهڙن ـ پروگرامن جو ذڪر اسان جي پاليسيءَ ۾ ڪيو ويو آهي تنهن هوندي بہ انهن کي فوري طور تي سمجهڻ خاطر هيٺ ڏنل گروپن ۾ ورهايو ويو آهي، جن جو بعد ۾ مختصر بيان پڻ ڪنداسين.

(i) سياسي عهد و پيمان (Political Commitment)

(ii) عمل پيرائي،معلومات ۽ هدايتن جي فراهمي ۽ جائزي جي حڪمتِ عملي
(Implementation, Monitoring and Evaluation Mechanism)

(iii) پرائيمري اسڪول ٽيچرس لاءِ ترغيبات جي اسڪيم
(Incentive scheme for primary school teachers)

(iv) ايجوڪيشن ڪارڊ (Education Card)

(v) نيشنل ايجوڪيشن ٽيسٽنگ سروس
(National Education Testing Service)

(vi) ذهين پاڪستاني جي بيرونِ ملڪ ڪم ڪن ٿا، تن جو استعمال
(Utilization of Pakistani talent abroad)

(vii) اسڪول ليول تي (Matric Technical) جو هڪ نئون ڌارو
(New stream of Technical Education at School level-Matric Technical)

اچو تہ مٿي بيان ڪيل نين ڳالهين (جدتن) جو مختصر جائزو وٺون.

### (i) سياسي عهد و پيمان (Political Commitment):

هن پاليسيءَ جو هڪ واحد قسم جو اهڃاڻ اِهو آهي تہ ان لاءِ سياسي عهد و پيمان تمام اُتاهين سطح جو آهي. هيءَ پاليسي بنيادي طور جناب وزيرِاعظم جي هڪ تمام سرگرم تمنا سان شروع ٿي تہ پاڪستان کي دنيا جي ملڪن جي برادريءَ ۾ سندس موجوده پوئتي پيل حيثيت کان واپس بين الاقوامي برادري جي سماجي حلقن، خاص طور تي تعليم جي ميدان ۾ بلڪل اڳئين صف ۾ اچڻ گهرجي.

اميد ڪئي پئي وڃي تہ اهڙي قسم جو سياسي عهد و پيمان آباديءَ جي گهٽائي، وسائل جي فراهمي، افرادي قوت جي معيار ۽ سالن کان تقريباً هڪجهڙي 5 کان 6 فيصد واري اقتصادي واڌ کي خيال ۾ رکندي ملڪ کي پنهنجي صحيح حيثيت حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪندا. وزيراعظم 21 فيبروري 1998 تي پاليسيءَ جي ڊرافٽ جو افتتاح ڪندي اهو ظاهر ڪيو تہ تعليم کي سرڪار طرفان پهرين ترجيح ڏني ويندي.

ملڪ ۾ اهو پهريون دفعو ڏسڻ ۾ آيو آهي تہ صوبائي سطحن تي سياسي اڳواڻن کي پاليسيءَ کي هڪ اداراتي حيثيت ڏيندي، ان کي عملي صورت ڏيڻ ۽ معلومات ۽ هدايتن جي فراهمي (Monitoring) ۾ ڀرپور نموني شامل ڪيو ويو آهي. اهو بہ ڏٺو ويو آهي تہ ملڪ جو صدر، وزيراعظم، وزيراعليٰ ۽ ٻيا وزير پنهنجي سرڪاري دورن دوران مستقل طور تي تعليمي ادارا خاص ڪري پرائيمري اسڪول ڏسندا رهن ٿا تہ جيئن هر هڪ تي اِهو اثر وجهي سگهجي تہ تعليم سرڪار جو اهم ترين واسطو آهي.

(46،ص -113)

### (ii) عمل پيرائي، معلومات ۽ هدايتن جي فراهمي ۽ جائزي جي حڪمتِ عملي (Implementation, Monitoring and Evaluation):

تعليم تائين پهچ لاءِ سهوليتن ۽ معيار وڌائڻ. اڳين واعدن ۽ ڪيترين ئي تعليمي پاليسين ۽ پنج - ساله رٿائن جي باوجود تمام هيٺين سطح تي رهيا آهن. اهو سڀ ڪجهه گهٽو ڪري معلومات ۽ هدايتن جي فراهمي ۽ جائزي جي موجود هيراقيرين جي عملن سبب ٿيو آهي. نتيجتاً سواءِ ستين پنج - ساله رٿا جي، استعمال جي شرح 50% جي لڳ ڀڳ رهي. اهڙي حالت کي خيال ۾ رکندي موجوده پاليسيءَ ۾ مختلف سطحي معلومات ۽ هدايتن جي فراهمي يعني مانيٽرنگ (Monitoring) کي تجويز ڪيو ويو آهي جا پڻ هڪ لازمي جُز جي حيثيت رکندي. مانيٽرنگ جي حڪمتِ عمليءَ جون هيٺيون خاص خصوصيتون آهن:

(الف) قومي سطح تي، هڪ تعليم جي ترقيءَ لاءِ قومي ڪائونسل (A National Council for Educational Development) تجويز ڪئي ويئي آهي جنهن جي صدارت جناب وزيراعظم ڪندو. صوبائي سطح تي پڻ اهڙيون ئي ڪائونسليون صوبائي وزيراعليٰ ۽ ضلعي سطح تي وري ڪن معزز شهرين جي اڳواڻيءَ هيٺ ڪم ڪنديون.

(ب) عملي صورت جي سلسلن ۾ ماليات (Finance) ۽ وسائل سنڀاليندڙ خاص حيثيتون ئي معلومات ۽ هدايتن جي فراهمي يعني "مانيٽرنگ". لاءِ مختلف سطحن تي نمائنده يا وابسته هونديون.

(ج) سڀني سطحن جي اهڙن عيوضين کي هڪ ٽائيم - ٽيبل فراهم ڪيو ويندو جنهن مطابق هو وقت بوقت ملندا رهندا ۽ سندن حوالي ڪيل ڪم جي رفتار جو جائزو ورتو ويندو.

(د) مانيٽرنگ جو ڍانچو جامع آهي جو قومي سطح کان هلندي ڳوٺاڻي سطح تائين، سماج جي هر سطح تي محيط آهي. اهڙو سلسلو وفاقي ۽ صوبائي اختيار وارن درميان مضبوط ڳانڍاپي ۽ چست ۽ تڪڙي مابين عمل تي رکيل آهي جنهن جهڙو اڳ ۾ ڪونه ڏٺو ويو آهي.

(46، صه 113-114)

### (iii) پرائيمري اسڪول ٽيچرس لاءِ ترغيبات جي اسڪيم
### (Incentive Scheme for Primary/Elementary School Teachers)

اهڙي پروگرام جا هيٺيان مقاصد آهن:

(الف) سماج ۾ پرائيمري استادن جو درجو ۽ حيثيت يا مقام بلند ڪرڻ؛

(ب) پرائمري اسڪول ٽيچرس جون 'ملٽي - گريڊ' ٽيچنگ يعني مختلف - سطحي تدريس جي خاص حوالي سان تربيتي ۽ پيشورانه ضرورتن کي شناخت ڪرڻ؛

(ج) مختلف سطحن تي اهڙن استادن کي معلومات ۽ تجربن جي ڄاڻ جي ڏي - وٺ لاءِ هڪ عام پليٽ فارم مهيا ڪرڻ؛

(د) پرائيمري تعليم جي وسعت، ڦهلاءَ ۽ واڌاري کي روڪيندڙ رنڊڪن تي گفتگو ڪرڻ ۽ انهن کي شناخت ڪرڻ ۽ پڻ پرائيمري تعليم جي معيار وڌائڻ بابت سندن سفارشون حاصل ڪرڻ؛

(هـ) تدريسي مواد ۾ اهڙيون خاميون ۽ ڪوتاهيون جي شاگردن جي سکيا کي ڏکيو ڪن ٿيون تن کي شناخت ڪرڻ؛ ۽

(و) صحتمند مقابلن ۽ اهڙين ئي ٻين ڳالهين ذريعي سٺن استادن کي ترغيبات فراهم ڪرڻ.

ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ استادن جي انتخاب جو معيار هيٺين ڳالهين تي هوندو:

1- صرف اهڙن استادن کي منتخب ڪيو ويندو جن ڪو امتيازي ڪارنامو سرانجام ڏنو هوندو جهڙوڪ سندن شاگردن سال دوران ڪلاس پنجين جي امتحان ۾ انهن جي تحصيل/ضلعي/ڊويزن ۾ وڏ ۾ وڏ اسڪالرشپيون حاصل ڪيون هونديون.

2- جيڪڏهن ڪنهن اهڙي علائقي ۾ اسڪالرشپ جا امتحان وجود ۾ ڪونه آهن ته اتي جو ايجوڪيشن ڊپارٽمينٽ اهڙن استادن جي محنتي ۽ لڳاءَ (Devotion) وارا هوندا تن جا نالا ڏيندا. اهڙي اسڪيم هيٺ پرائيمري

اسڪول ٽيچرس لاءِ ٽن مختلف سطحن يعني ضلعي، ڊويزن ۽ قومي سطح تي ڪانفرنس جي سلسلن جو اهتمام ڪيو ويندو.

3- وسيع تناظر ۾، هڪ استادن جي قومي ڪانفرنس قومي وزارتِ تعليم طرفان هر سال اسلام آباد ۾ سڏائي ويندي جنهن ۾ ملڪ جي هر ڊويزن مان ڀه مرد ۽ ٻه خواتين بهترين استاد اسلام آباد مدعو ڪيا ويندا ته جيئن نيشنل ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪري سگهن. صدر يا وزيرِاعظم پاڪستان ڪي اهڙي ساليانې پرائيمري استادن جي ڪانفرنس جي صدارت لاءِ دعوت ڏني ويندي.

4- استادن کي ميرٽ سرٽيفڪيٽ / نقد انعام ڏنا ويندا. تحصيل ليول تي بهترين استاد کي ميرٽ سرٽيفڪيٽ ۽ =/Rs.500 نقد ڏنا ويندا، ساڳئي ضلعي ۽ ڊويزن ليول جي بهترين استادن کي ميرٽ سرٽيفڪيٽ سان گڏ بالترتيب =/Rs.1000 ۽ =/Rs.1500 نقد انعام ڏنا ويندا.

(46، ص115-116)

### (iv) ايجوڪيشن ڪارڊ (Education Card):

اسلامي هدايتون ۾ فرمودا جن هيٺ هر مسلمان لاءِ علم حاصل ڪرڻ لازمي آهي، تنهن هوندي به بدقسمتي سان اسان جي هڪ قوم جي لحاظ کان تعليمي حيثيت نهايت ئي مايوس ڪن آهي. اسان جي خواندگيءَ جي شرح تقريباً 39% آهي. اسانجي ٻارن جو اٽڪل 25% پرائيمري اسڪولن ۾ داخل ڪونه ٿو ٿئي ۽ جي داخل ٿين ٿا تن جو اٽڪل 50% پرائيمري تعليم ختم ڪرڻ کان اڳ ۾ ئي اسڪول ڇڏي وڃي ٿو. مڊل ۽ هاءِ اسڪول جي سطحن تي ٻارن جي شموليت جي شرح باالترتيب 46% ۽ 31% آهي. 35 مسلم ملڪن ۾ پاڪستان جي حيثيت 31 نمبر تي آهي.

تعليم جي اهميت کان ناواقفيت ۽ عوام الناس ۾ غربت، اهي علم حاصل ڪرڻ جي راهه ۾ خاص رڪاوٽون آهن. اڪثر ٻار تعليم حاصل ڪرڻ کان قاصر آهن ڇاڪاڻ ته انهن جا والدين اينترا ته غريب آهن جو هو ٻارن جا تعليمي اخراجات برداشت ڪونه ٿا ڪري سگهن. ٻارن جو وڏو انگ پنهنجي والدين کي پنهنجي پيشي ۾ هٿ ونڊائڻ خاطر اسڪول وڃڻ کان رهجي وڃي ٿو. ڪيترا ٻار والدين جي غربت سبب محنت مزدوري طرف راغب ٿي وڃن ٿا ۽ هو اڳتي هلي ناخواندگي وڌائيندي ۽ غير تربيت يافته افرادي قوت ثابت ٿيندي نه ته پنهنجي ڪٽنب ۽ نه ئي وري ملڪ و قوم لاءِ ڪو خاص مثبت معاشي ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا.

اهڙي حقيقت جو اندازو ڪندي، هڪ "ايجوڪيشن ڪارڊ اسڪيم" شروع ڪئي ويندي جنهن جا خاص مقاصد هيٺيان آهن:

1- اهڙن مستحق شاگردن، جي پنهنجا تعليمي اخراجات برداشت ڪري ڪونه ٿا سگهن، تن کي مالي امداد فراهم ڪرڻ،

2- اهڙن ٻارن کي جن معاشي اسباب سبب رسمي اسڪول جي سسٽم ۾ داخلا ڪونه ورتي آهي، تن کي ترغيبات مهيا ڪرڻ،

3- اسڪول ـ ڇڏڻ جي شرح گهٽائڻ، خاص ڪري پرائيمري ۽ مڊل ليول تي،

4- ايندڙ وقت ۾ خواندگيءَ جي شرح وڌائڻ، ۽

5- فني توڙي هنري تعليم وڌائڻ ذريعي بيروزگاري گهٽائڻ.

ايجوڪيشن ڪارڊ اسڪيم جو مول مقصد غريب ۽ مستحق شاگردن کي تعليم حاصل ڪرڻ واسطي مالي امداد فراهم ڪرڻ آهي. ايجوڪيشن ڪارڊ اسڪيم جي اصول جا ٻه خاص مقصد آهن: پهريون ته مستحق ۽ ذهين شاگردن جي، تعليم تائين پهچ وڌائڻ ۽ معيار بهتر ڪرڻ ۽ ٻيو ته انهن ۾ قومي روح ۽ حب الاوطني پيدا ڪرڻ.

اها اسڪيم پرائيمري کان يونيورسٽي سطح تائين هوندي جنهن ۾ پيشورانه يعني فني، هنري، زراعتي تعليم ۽ طبي وغيره به اچي وينديون، تن سان لاڳو هوندي. چو ڪرا، ڇوڪريون، مرد ۽ عورتون، شهري توڙي ڳوٺاڻا سڀ قسم جا شاگرد هن اسڪيم مان فائدو حاصل ڪندا.

اهڙي اسڪيم هيٺ، شاگردن کي مناسب اصولن تي خرچ ڏنو ويندو جن ۾ به يونيفارم، جوتن جي هڪ جوڙي، ڪتاب، اسٽيشنري، فيون ۽ خرچ لاءِ ڪجهه رقمون فراهم ڪيون وينديون. (46، ص 117-116)

### (v) نيشنل ايجوڪيشن ٽيسٽنگ سروس (National Education Testing Service):

تعليمي پاليسي 1992ع، پروفيشنل ڪاليجز ۽ يونيورسٽيز ۾ داخلا خاطر امتحان وٺڻ لاءِ پهريون دفعو هڪ ايجوڪيشنل ٽيسٽنگ سروس (Educational Testing Service) قائم ڪرڻ جو خيال ڪيو. اهڙي سروس جي ضرورت امتحاني سرشتي ۾ خاص ڪري اعليٰ ثانوي سطح تي روز بروز وڌندڙ ڏانڌلين ۽ خرابين سبب محسوس ڪئي وئي. اهڙيءَ طرح وزارت تعليم اُن اشاري کي وڌايئندي هڪ "نيشنل ايجوڪيشن ٽيسٽنگ سروس" (NETS) قائم ڪئي. ان جو خاص مقصد اهو هو ته مختلف بورڊن جي امتحانن جي مارڪن جي سائنسي طور معتبر آزمائش ذريعي يڪسانيت قائم ڪئي وڃي ۽ تعليم جو معيار پڻ بهتر ڪيو وڃي.

نيٽس (NETS) يعني نيشنل ايجوڪيشن ٽيسٽنگ سروس تي بنيادي ڪم 1993ع ۾ شروع ڪيو ويو. شروع ۾ ئي **نيٽس** (NETS) کي انسٽيٽيوٽ آف بزنيس ائڊمنسٽريشن (IBA) ڪراچيءَ ۾ قائم ڪيو ويو چاڪاڻ ته خانگي شعبو اهڙي ذميداري ۾ حصو وٺڻ لاءِ اڳتي ڪونه وڌيو.

**نيٽس** اعليٰ ثانوي-ليول تي فزڪس، ڪيمسٽري، مئٿميٽڪس، بايولاجي ۽ انگلش جي مضمونن ۾ آزمائشن جا آئيٽمس (ننڍڙا معروضي سوال) تيار ڪيا. اهڙا سوال نصاب - تي مشتمل ۽ ماهرن کان تيار ڪرايا ويا آهن. اسانجي قومي اسيمبليءَ جي تعليمي اسٽئنڊنگ ڪميٽيءَ هڪ بل منظوريءَ لاءِ تيار ڪيو آهي جنهن جي پاس ٿيڻ کانپوءِ اِن سروس کي قانوني حيثيت پڻ حاصل ٿي ويندي.

**'نيٽس'** (NETS) جون خاص خصوصيتون هيٺيون آهن:

1- اها 1998ع جي تعليمي سال کان عمل ۾ ايندي.

2- ان جي نگراني هڪ آزاد، خودمختيار بورڊ آف گورنرس ڪندو ۽ ان جي مدد لاءِ ائڊوائيزري يا مشاورتي، فني ۽ پڻ ماهرن جو ڪاميٽيون هونديون.

3- 'نيٽس' جي آزمائشن ۾ فيل ٿيندڙ شاگرد داخلا لاءِ نااهل قرار ڏنا ويندا. (46، صه 118)

### (vi) ٻيروني يا ٻاهرين ملڪن ۾ ذهين پاڪستانين جو استعمال (Utilization of Pakistani Talent Abroad)

ترقي يافته ملڪن ۾ شهرت يافته تعليمي ۽ تحقيقي ادارن ۾ اسان جا ڪيترائي پاڪستاني سائنسدانن، ڊاڪٽرن، پروفيسرن، انجنيئرن وغيره جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيا آهن. اهڙا پاڪستاني جذبهٔ حب الاوطني سان سرشار آهن ۽ پاڪستان جي ترقيءَ ۾ پنهنجي تجربن جو ڀرپور حصو ڏيڻ لاءِ پڻ پُرجوش آهن. اهي قومي ترقيءَ لاءِ هڪ تمام قيمتي افرادي وسيلو (Human Resource) ثابت ٿي سگهن ٿا جن جو پاڪستان کي استعمال ڪرڻ گهرجي. UNDP اهڙن پاڪستانين جي ٻاهرين ملڪن ۾ پنهنجيون بيش بها خدمات پيش ڪري رهيا آهن تن ذريعي هڪ اهڙو پروگرام تيار ڪيو آهي جو اهي پنهنجي ملڪ ۾ اچي مختلف ادارن ۾ موزون وقتن لاءِ پنهنجون خدمتون پيش ڪندا. تنهن هوندي به اهڙي اسڪيم جي وسعت محدود هجڻ سبب ان جو اثر ڪو خاص ڪونه آهي.

انهيءَ حقيقت کي خيال ۾ رکندي ته پاڪستاني انجنيئر ۽ سائنسدان مغربي ملڪن جي يونيورسٽين ۾ تحقيق و ترقي (Reasearch & Development) جي ادارن ۾ اهم حيثيتن سان ڪم ڪري رهيا آهن. اهڙي اسڪيم ناهي ويندي جنهن هيٺ اهڙن ماهرن کي مختصر عرصن لاءِ مدعو ڪيو ويندو. اهي ليڪچر ڏيندا، قومي دلچسپيءَ جي خاص مضمونن ۽ شعبن ۾ ورڪشاپس ڪرائيندا ۽ اعليٰ تعليم ۾ پروگرامن جي اشتراڪي تبادلن ۾ شامل ڪيا ويندا.

اهڙا امتيازي ماهر سائنسدان نه رڳو تعليمي لحاظ کان فائديمند ثابت ٿيندا پر ان سان گڏ انهن جي خدمات حاصل ڪرڻ تي خرچ به گهٽ ايندو. تنهن سان گڏ انهن يونيورسٽين جن ۾ ڪم ڪري رهيا آهن ۽ اسان جي ميزبان يونيورسٽين درميان قريبي رابطا (Linkage) پڻ قائم ٿيندا. اهڙن رابطن کي استعمال ڪندي هتان جي استادن ۽ شاگردن کي ٻاهرين يونيورسٽين ڏسڻ جا موقعا به ملندا ته وري حڪومت پاڪستان کي سازو سامان پڻ عطيي (Donation) طور ملندو. (46، صه - 119)

## (vii) اسڪول جي سطح تي ٽيڪنيڪل (فني) تعليم جو مئٽرڪ ٽيڪنيڪل جو نئون ڌارو

## (New stream of Technical Education at School level -- Matric Technical)

سيڪنڊري ليول تي پيشيوارانہ تعليم مهيا ڪرڻ تمام ضروري آهي ڇاڪاڻ تہ انهيءَ عمر جي گروپ جا صرف 31% مئٽرڪ جي سطح تي داخلا وٺن ٿا، باقي وڏو حصو تعليم کان نڪري محروم ٿي وڃي ٿو. انهن داخل ٿيل 31% مان بہ 30-40% شاگرد اها سطح مڪمل ڪن ٿا. اهڙيءَ طرح ناڪام ٿيلن جي شرح 60% کان بہ وڌيڪ رهي ٿي ۽ صرف انهيءَ گروپ جو 11.4% اعليٰ ثانوي تعليم لاءِ رجسٽر ٿئي ٿو.

ايڏي وڏي پشيمانيءَ واري شرح تي قابو پائڻ لاءِ مئٽرڪ جي سطح تي معيار ۽ نگرانيءَ کي بهتر استادن، بهتر لائبررين، سٺي سازو سامان ۽ آلات وارين ليبارٽرين ۽ تربيت يافتہ تنظيمي عملي سان ئي بهتر ڪري سگهجي ٿو. تنهن سان گڏ عام - زندگيءَ جي مهارتن کي وڌائڻ تي پڻ زور ڏيڻ گهرجي. تخليق ۽ پهل يا اڳوات ڪرڻ (Initiative) جهڙن گڻن وڌائڻ ۽ انهن کان سواءِ جيئن اڳ ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ مئٽرڪ ليول تي سائنس ۽ آرٽس کان علاوه هڪ نئون ڌارو مئٽرڪ (ٽيڪنيڪل) کوليو ويندو جو پيشورانہ يا هنري تعليم کي وڌيڪ مناسب نموني روزگاري مهارتن سان پڻ آشنا ڪندو. اهڙي ڪورس لاءِ داخلا اختياري هوندي. اهڙي تعليم شاگردن کي خاص پيشورانہ مهارتون سکڻ جا موقعا فراهم ڪندي جي کين خود روزگار (Self-Employment) ۽ سرڪاري ملازمت حاصل ڪرڻ لاءِ سهوليتون پڻ مهيا ڪندي، نہ صرف ايترو، پر کين ذاتي روزگار واسطي شروعاتي طور پئسا (Seed money) گرانٽيون ۽ آسان قرض حاصل ڪرڻ لائق بہ ڪندي. اهڙن شاگردن کي پوليٽيڪنيڪ ۾ داخلا لاءِ ترجيح بہ ڏني ويندي.

وڌيڪ تہ، اهڙي پروگرام کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ هر طرح جا ضروري اُپاءَ جهڙوڪ: تربيت - يافتہ استاد، متعلقہ درسي ڪتاب، سٺيون ليبارٽريون/ورڪشاپس، منصوبي - طرف نيندڙ طريقو (Project-oriented Approach)، وغيره، ورتا ويندا. انهن حقائق کان علاوه، انهي سطح جي اهڙي تعليم لاءِ امتحان ڏيڻ ضروري هوندو جو شاگردن جي اعليٰ تعليم جي ڌاري ڏانهن وڃڻ لاءِ اهليت طئہ ڪندو. (46، صہ 119-120)

## (7) عمليت، معلومات ۽ هدايتن جي خبررساني ۽ جائزو
## (Implementation, Monitoring and Evaluation)

اسان جو تعليمي نظام گذريل 50 سالن دوران ڪيترن ئي وڏن وڏن اصلاحن ۽ پاليسين جي يڪمشت ڳالهين (Packages) جي شڪل ۾ ڪيترن ئي تجربن جو نذر ٿيندو رهيو آهي. اهڙن اصلاحن ڪوبه خاطر خواهه نتيجو ڪونه ڏيکاريو آهي. انهيءَ لاءِ جي ذميدار عناصر ۽ اهڙين پاليسين جي اصلاحن جي ڪارڪردگين جي ناڪافي ثابت ٿيڻ ۾ انهن جي عمليت جو تمام گهٽ درجي جي شموليت هڪ وڏو سبب رهيو. جو ڪجهه رٿيو ويو نه ته ان کي مؤثر طور عمليت ڏني ويئي ۽ نه ئي وري متعلقه معلومات/هدايتن جي فراهمي کي معقوليت ڏني ويئي.

اهڙين پاليسين جي ناڪام وڃڻ جا مکيه سبب هئا: عمل ڪرائڻ جي حڪمت عملي جو ڪمزور ۽ خامين سان ڀرپور هئڻ، ناڪافي افرادي عملو، ڪمزور تربيت، گهٽ درجي جي سياسي وفا داري ۽ ترغيبات جو سري کان ئي غائب هجڻ. نتيجتاً قوم تي مالياتي بوجهه، حاصلات ۾ دير ۽ قوم کي گهٽ درجي جو لاڀ (Return).

مٿين ۽ اهڙين ئي ٻين ڳالهين کي خيال ۾ رکندي "نيشنل ايجوڪيشن پاليسي 1998-2010ع هيٺيان مقاصد شناخت ڪيا آهن ۽ انهن کي ڀرپور طريقي سان عمل آڻڻ لاءِ معلومات ۽ هدايتن جي مؤثر خبر رساني ۽ سائنسي بنيادن تي جائزي کي مڪمل طور هٿ ۾ ڪنيو ويندو ته جيئن هن پاليسيءَ جي ڪاميابيءَ کي يقيني بڻايو وڃي.

**(i) مقاصد (Objectives):**

1- تعليمي خدمات (Services) فراهم ڪرڻ کي بهتر ڪرڻ ۽ وڌائڻ.

2- معيار(Quality) توڙي شماريات (Quantity) جي لحاظ کان پاليسيءَ جي مختلف حصن جي مظهرياتي نشانن (Indicators) کي شناخت ڪرڻ.
(46، ص ـ 121)

3- اهڙن نشانن/اهڃاڻن (Indicators) جي طور طريقن/ڪارڪردگين ۽ تبديلين جي معقول حدن جو اندازو لڳائڻ ۽ طئه ڪرڻ.
4- هيٺان کان مٿين سطح تائين معلومات، هدايتن جي خبر رساني ۽ جائزي جي عملي سلسلن کي اداري طور قائم ڪرڻ.
5- عملي صورت ڏيڻ جي عملي سلسلن دوران درستگيءَ وارن اُپائن جي اهتمام ڪرڻ لاءِ مناسب انتظام ڪرڻ.

**(ii) خاص خاص ڳالهيون ۽ حڪمتِ عملي:**

پاليسيءَ کي عملي صورت ڏيڻ، خبر رساني ۽ جائزي لاءِ هيٺيون ڳالهيون مدِ نظر رکيون ويون آهن:
1- 'پاڪستان ايجوڪيشن سروس' جو محڪمو قائم ڪرڻ.
2- 'نيشنل ڪائونسل فار ايجوڪيشن ڊيولپمينٽ' جنهُن جو چيئرمين وزيراعظم صاحب هوندو.
3- 'وفاقي خبر رساني ۽ جائزي جي ڪاميٽي' جنهن جو چيئرمين وفاقي وزير تعليم هوندو.
4- 'تعليمي ترقيءَ لاءِ صوبائي ڪائونسليون' جن جا چيئرمين صوبن جا وزيراعليٰ هوندا.
5- 'صوبائي پاليسي امپليمينٽيشن ڪاميٽيون' جن جا چيئرمين صوبن جا وزير تعليم هوندا.
6- ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن اٿارٽيز جون ميٽنگيون جن جا سربراهه صوبائي حڪومتن جا نامزد افراد هوندا.
7- ڳوناٺين سطحن تي اسڪول مئنيجمينٽ ڪاميٽيون.

مٿي ذڪر ڪيل مختلف ڪاميٽين جو مختصر احوال ڏيڻ مناسب سمجهجي ٿو:

**(الف) نيشنل ڪائونسل فار ايجوڪيشن ڊيولپمينٽ**
**(National Council for Education Development):**

هن ڪائونسل جو سربراهه جناب وزيراعظم صاحب خود هوندو ۽ اهِا

پنهنجي گڏجاڻي هر ٽئين مهيني ڪندي جنهنجو مقصد قومي تعليمي پاليسيءَ جي اهداف جي عمليت، خبر رساني ۽ جائزي کي نظر مان ڪڍڻ هوندو. اهڙي ڪائونسل جي جوڙجڪ اينڊڙ صفحن جي ظميمن ۾ ڏنل آهي. ان ڪائونسل کي ذيلي ڪاميٽيون هونديون جي تعليم جي وسيع مدن (Areas) سان تعلق رکندڙ هونديون. ڪائونسل کي 'ايڪيڊمي آف ايجوڪيشنل پلاننگ ائنڊ مئنيجمينٽ" (AEPAM) طرفان معتبر معلومات ۽ باز رسي (Feed-back) مهيا ڪئي ويندي جنهن کي اهڙي قسم جي معلومات ۽ انگ اکر، ايجوڪيشن مئنيجمينٽ انفرميشن سسٽم (EMIS) ۽ معياري مطالعات ذريعي فراهم ڪيا ويندا. ڪائونسل ٻين ڳالهين سان گڏ اهڙين سفارشن تي پڻ غور ڪندي جي حڪمت عملي جي اقدام ۽ متعلق حالتن کي ٺيڪ ڪرڻ يا بهتر بنائڻ ۽ هر سه ـ ماهي جي اهداف جي حاصلات کي يقيني بنائڻ خاطر ڪنهن عملي ڍانچي کي تيار ڪرڻ لاءِ هونديون.

## (ب) وفاقي وزير تعليم جي سربراهي هيٺ وفاقي خبر رساني ۽ جائزي واري ڪاميٽي:

اهڙي ڪاميٽي وفاقي وزير تعليم جي سربراهي ۾ هر ٻئي مهيني پنهنجي گڏجاڻي ڪندي رهندي ته جيئن پاليسيءَ جي عمليت جا تفصيلي جائزا وٺي سگهجن ۽ قومي ڪائونسل کي معلومات فراهم ڪري سگهجي. اهڙي ڪاميٽيءَ جي ساخت پڻ اينڊڙ ضميمن ۾ ڏنل آهي. ان ڪاميٽيءَ کي AEPAM ذريعي معلومات، انگ اکر ۽ باز رسي(Feedback) فراهم ڪئي ويندي جنهن جو سنئون سڌو تعلق صوبائي توڙي ضلعي هيڊ ڪوارٽرس سان هوندو. اها ڪائونسل ٻين ڳالهين سان گڏ طبعي اهداف جي حاصلات، مالي استعمال ۽ معياري پهلوئن جو جائزو پڻ وٺندي رهندي.

## (ج) تعليمي ترقيءَ لاءِ صوبائي ڪائونسل:

هن ڪائونسل جو سربراهه واسطيدار صوبي جو وزيراعليٰ هوندو ۽ ان ۾ رٿابندي، ماليات جي نمائندن کان علاوه ٽي امتيازي حيثيت رکندڙ تعليمي ماهر پڻ نمائندا ۽ ايجوڪيشن سيڪريٽري ميمبر ـ سيڪريٽري هوندو. اها

ڪاميٽي هر ٽئين مهيني پنهنجي گڏجاڻي ڪندي رهندي ۽ قومي ڪائونسل لاءِ هڪ پيش رو طور ڪم ڪندي رهندي. اها پاليسيءَ تحت سمورا ماهي اهداف بشمول طبعي توڙي معياري رُخن جو جامع جائزو تيار ڪندي ۽ پيش ڪندي رهندي.

**(د) پاليسيءَ کي عملي صورت ڏيندڙ صوبائي ڪاميٽي:**

ان ڪاميٽيءَ جو سربراهه صوبائي وزير تعليم ۽ ماليات، رٿابندي، تعليم تي متعين ڪيل ڪاميٽيءَ وارو قومي اسيمبليءَ جو چيئرمين ـ اهي سڀئي نمائندا هوندا. ايجوڪيشن سيڪريٽري ان ڪاميٽيءَ جو ميمبر ۽ سيڪريٽري جا فرائض سرانجام ڏيندو. اها ڪاميٽي هر ٻن مهينن ڪانپوءِ گڏجاڻي ڪندي رهندي ۽ عملي صورت، طبعي و مالياتي اهداف، معيار، افرادي قوت جي ترقي ۽ ٻين اهم معاملن جو جائزو وٺندي رهندي. اها ڪاميٽي صوبائي ڪائونسل کي معلومات ۽ باز رسي فراهم ڪندي رهندي.

**(هه) ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن اٿارٽي:**

هر ضلعي ۾ هڪ 'ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن اٿارٽي' قائم ڪئي ويندي. ان جو سربراهه صوبائي حڪومت ڪو نامزد ميمبر هوندو. اها ضلعي سطح تي پاليسيءَ کي عملي صورت ونائڻ لاءِ وقت بوقت باقاعده گڏجاڻيون ڪندي رهندي. ان جي مدد لاءِ ضلعي هيڊ ڪوارٽر ۾ EMIS قائم ڪيو ويندو. اهڙن ضلعن ۾ جتي تعليمي سهوليتن جو فقدان آهي اتي اهڙيون سهوليتون جلد از جلد فراهم ڪيون وينديون. ضلعي سطح تي مڪيه سرزميني ڪم (Major Field work) اتان جي .DEOs (مرد/خواتين) جي ذمه هوندو. اٿارٽي هيٺين ڪمن لاءِ ذميدار هوندي:

* اسڪولن لاءِ گهربل زمين شناخت ڪرڻ
* اسڪولن جي عمارتن ۽ ٻين اهڙين گهربل جڳهن جي اڏاوت ۽ سنڀال
* ڪميونٽيءَ کي متحرڪ ڪرڻ

* استادن جون پرتيون، مقرريون ۽ بدليون ڪرڻ
* خواندگيءَ تعليمي ترقي لاءِ مالي وسائل پيدا ڪرڻ.

**(و) ڳوٺاڻي سطح تي اسڪول جون تنظيمي ڪاميٽيون:**

ڳوٺاڻي سطح تي اسڪول جي تنظيمي ڪاميٽي جنهن جو سربراهه ڪو چونڊيل ميمبر هوندو، اها مسلسل پنهنجي حد اندر تعليمي ترقيءَ جا جائزا وٺندي رهندي ۽ ڏسندي ته پاليسيءَ جي اهداف کي ڪيتري قدر عملي صورت ورائي ويئي آهي. اهو سربراهه چيئرمين پنهنجي حد جي تعليمي اختيار وارن سان مسلسل واسطو قائم رکندو ۽ سپروائيز توڙي اسسٽنٽ ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر ذريعي هڪ مڪيه معلومات فراهم ڪندڙ هوندو. (صہ 124-121)

**نوٽ:** استادن، شاگردن، محققن ۽ ٻين دلچسپي رکندڙ خواتين و حضرات لاءِ، انگن اکرن ۽ ٻئي متعلقه معلومات لاءِ ايندڙ صفحن ۾ پاليسيءَ جا خاص ضميما ڏنل آهن.

●●●

# (8) پاليسيءَ جا ضميما (Appendices)

ANNEX-I

## NATIONAL COUNCIL FOR EDUCATION DEVELOPMENT

| | |
|---|---|
| Prime Minister | Chairperson |
| Federal Minister for Education | Member/Vice Chairman |
| Federal Minister for Finance | Member |
| Deputy Chairman, P&D Division | Member |
| All Provincial Education Ministers | Members |
| Chairman Standing Committee on Education, Senate | Member |
| Chairman, Standing Committee on Education, National Assembly | Member |
| Chief Co-ordinator, Vision 2010 | Member |
| Three eminent educationists and scientists | Members |
| Federal Education Secretary | Member/Secretary |

## FEDERAL MONITORING AND EVALUATION COMMITTEE

| | |
|---|---|
| Federal Minister for Education | Chairperson |
| Federal Minister for Finance/Secretary Finance | Member |
| Deputy Chairman, P&D Division/Planning Secretary | Member |
| Provincial Education Ministers/Secretaries | Members |
| Three eminent educationists and scientists | Members |
| Federal Education Secretary | Member |
| D.G. AEPAM | Member/Secretary |

## PROVINCIAL COUNCIL FOR EDUCATIONAL DEVELOPMENT

| | |
|---|---|
| Chief Minister | Chairman |
| Minister for Education | Member |
| Minister for Finance | Member |
| Chairman, P&D/Additional Chief Secretary (Dev.) | Member |
| Three eminent educationists | Members |
| Education Secretary | Member/Secretary |

## PROVINCIAL POLICY IMPLEMENTATION COMMITTEE

| | |
|---|---|
| Minister for Education | Chairman |
| Minister for Finance/Secretary | Member |
| Chairman, Development Board on ACS Dev./Rep | Member |
| Chairman, Standing Committee on Education of the Provincial Assembly | Member |
| Education Secretary | Member/Secretary |

## DISTRICT EDUCATION AUTHORITY

| | |
|---|---|
| Nominee of the respective Provincial Government | Chairperson |
| Chairman, District Council | Member |
| Representative of EMIS | Member |
| Chairmen of one Town & one Municipal Committee | Member |
| Two eminent retired or working educationists | Member |
| One representative each of NGO/CBO | Member |
| DEO (male & female) | Member/Secretary |

# PHYSICAL AND FINANCIAL TARGETS FOR LITERACY & ELEMANTRY EDUCATION 1996-97 TO 2003 & 2010

TABLE 1

| | 1996-97 Actual | 1997-98 Estimated | 1998-99 | 199-2000 | 2000-2001 | 2001-2002 | Targets 2002-2003 | Targets 2010 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| **1. Literacy (Percentage)** | | | | | | | | |
| Male | 50.00 | 52.00 | 55.60 | 59.20 | 62.80 | 66.40 | 70.00 | 85.00 |
| Female | 25.90 | 27.00 | 29.60 | 32.20 | 34.80 | 37.40 | 40.00 | 55.00 |
| Total | 38.90 | 40.00 | 43.00 | 46.00 | 48.00 | 52.00 | 55.00 | 70.00 |
| **2. Primary (5 - 9) Years** | | | | | | | | |
| a Population (000) | | | | | | | | |
| Male | 9839.00 | 10252.00 | 10518.40 | 10784.80 | 11051.20 | 11317.60 | 11584.00 | 13196.00 |
| Female | 9384.00 | 9712.00 | 9946.40 | 10180.80 | 10415.20 | 10649.60 | 10884.00 | 11337.00 |
| Total | 19223.00 | 19964.00 | 20464.80 | 20965.60 | 21466.40 | 21967.20 | 22468.00 | 24533.00 |
| b Enrolment (000) Classes (I-V) | | | | | | | | |
| Male | 8324.00 | 9250.00 | 9707.00 | 10164.00 | 10621.00 | 11078.00 | 11535.00 | 14500.00 |
| Female | 5400.00 | 5800.00 | 6372.80 | 6945.60 | 7518.40 | 8091.20 | 8664.00 | 11300.00 |
| Total | 13724.00 | 15050.00 | 16080.00 | 17110.00 | 18139.00 | 19170.00 | 20200.00 | 25800.00 |
| c Participation Rate (%) | | | | | | | | |
| Male | 84.60 | 90.23 | 92.29 | 94.24 | 96.11 | 97.88 | 100.00 | 110.00 |
| Female | 57.54 | 59.72 | 64.07 | 68.22 | 72.19 | 75.98 | 80.00 | 100.00 |
| Total | 71.39 | 75.39 | 78.57 | 81.61 | 84.50 | 87.27 | 90.00 | 105.00 |
| d No. of Schools (000) | 145.00 | 150.00 | 152.00 | 155.00 | 157.20 | 159.60 | 162.00 | 190.00 |
| e No. of Teachers (000) | | | | | | | | |
| Male | 221.90 | 220.50 | 218.50 | 216.30 | 213.40 | 209.90 | 205.70 | 301.00 |
| Female | 117.60 | 125.80 | 134.70 | 144.00 | 154.10 | 164.90 | 176.50 | 226.00 |
| Total | 339.50 | 346.30 | 353.20 | 360.30 | 367.50 | 374.80 | 382.20 | 527.00 |
| **3. Middle (10 - 12) Years.** | | | | | | | | |
| a Population (000) | | | | | | | | |
| Male | 47830.00 | 4896.00 | 5115.40 | 5334.80 | 5554.20 | 5773.60 | 5993.00 | 7075.00 |
| Female | 4720.00 | 4832.00 | 5010.20 | 5188.40 | 5366.60 | 5544.80 | 5723.00 | 6661.00 |
| Total | 9503.00 | 9728.00 | 10125.60 | 10523.20 | 10920.80 | 11318.40 | 11716.00 | 13736.00 |
| b Enrolment (000).Classes (VI-VIII) | | | | | | | | |
| Male | 2700.00 | 3050.00 | 3394.00 | 3738.00 | 4082.00 | 4426.00 | 4770.00 | 7050.00 |
| Female | 1650.00 | 1740.00 | 1960.00 | 2180.00 | 2400.00 | 2620.00 | 2840.00 | 4650.00 |
| Total | 4350.00 | 4790.00 | 5354.00 | 5918.00 | 6482.00 | 7046.00 | 7610.00 | 11700.00 |
| c Participation Rate (%) | | | | | | | | |
| Male | 56.45 | 62.30 | 66.35 | 70.07 | 73.49 | 76.66 | 80.00 | 100.00 |
| Female | 34.96 | 36.01 | 39.12 | 42.02 | 44.72 | 47.25 | 50.00 | 70.00 |
| Total | 45.78 | 49.24 | 52.88 | 56.24 | 59.35 | 62.25 | 65.00 | 85.00 |
| d No of Schools (000) | 11.60 | 15.90 | 18.80 | 21.60 | 24.40 | 27.20 | 30.00 | 60.00 |
| e No. of Teachers (000) | | | | | | | | |
| Male | 57.10 | 60.80 | 69.80 | 78.80 | 87.80 | 96.80 | 105.80 | 195.80 |
| Female | 38.70 | 40.00 | 46.00 | 52.00 | 58.00 | 64.00 | 70.00 | 130.00 |
| Total | 95.80 | 100.80 | 115.80 | 130.80 | 145.80 | 160.80 | 175.80 | 325.80 |

Source: 1 Planning and Development Division (Education Section)
2 Economic Survey, 1996-97
3 Academy of Educational Planning and Management, Islamabad

# PHYSICAL & FINANCIAL TARGETS FOR SECONDARY, HIGHER SECONDARY AND VACATIONAL LEVELS EDUCATION

TABLE 2

| | 1996-97 Actual | 1997-98 Estimated | 1998-99 | 199-2000 | 2000-2001 | 2001-2002 | Targets 2002-2003 | Targets 2010 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| **4 High (13 - 14) Years** | | | | | | | | |
| a Population (000) | | | | | | | | |
| Male | 3189 00 | 3264 00 | 3410 40 | 3556 80 | 3703 20 | 3849 60 | 3996.00 | 4799.00 |
| Female | 3147 00 | 3222 00 | 3340 60 | 3459 20 | [illegible] | 3696 40 | 3815.00 | 4517.00 |
| Total | 6336 00 | 6486 00 | 6751 00 | 7016 00 | 7281 00 | 7546 00 | 7811 00 | 9316.00 |
| b Enrolment (000),Classes (IX - X) | | | | | | | | |
| Male | 1270 00 | 1390 00 | 1516 00 | 1732 00 | 1948 00 | 2164 00 | 2380.00 | 3820.00 |
| Female | 680 00 | 750 00 | 867 00 | 984 00 | 1101 00 | 1218 00 | 1335.00 | 2690.00 |
| Total | 1950 00 | 2050 00 | 2383 00 | 2716 00 | 3049 00 | 3382 00 | 3715.00 | 6510.00 |
| c Participation Rate (%) | | | | | | | | |
| Male | 39 82 | 39 83 | 44 45 | 48 70 | 52 60 | 56 21 | 59.56 | 80.00 |
| Female | 21 61 | 23 28 | 25 95 | 28 45 | 30 77 | 32 95 | 34.99 | 60.00 |
| Total | 30 78 | 31 61 | 35 30 | 38 71 | 41 88 | 44 82 | 47.56 | 70.00 |
| d No of Schools (000) | 11 00 | 11 00 | 12 40 | 13 80 | 15 20 | 16 60 | 18.00 | 30.00 |
| e No of Teachers (000) | | | | | | | | |
| Male | 111 00 | 111 00 | 118 70 | 125 80 | 133 90 | 141 10 | 149.00 | 248.00 |
| Female | 49 50 | 49 70 | 53 00 | 57 00 | 60 00 | 64 00 | 67.00 | 112.00 |
| Total | 160 50 | 160 70 | 171 70 | 182 80 | 193 90 | 205 10 | 216 00 | 360.00 |
| **5. Higher Secondary (15 - 16) Years** | | | | | | | | |
| a Population (000) | 5470 00 | 5705 00 | 5860 40 | 6015 80 | 6171 20 | 6326 60 | 6482.00 | 8170.00 |
| b Enrolment (000) Classes (XI-XII) | 600 00 | 650 00 | 690 00 | 730 00 | 770 00 | 810 00 | 850.00 | 1500.00 |
| c Participation Rate (%) | 11 00 | 11 40 | 11 80 | 12 10 | 12 50 | 12 80 | 13.10 | 18.40 |
| d No of Schools | 350 00 | 350 00 | 410 00 | 470 00 | 530 00 | 590 00 | 650.00 | 1100.00 |
| e No of Teachers (000) | 10 40 | 11 00 | 11 60 | 12 20 | 12 80 | 13 40 | 14.00 | 21.00 |
| **6. Secondary Vocational/Commercial** | | | | | | | | |
| a Enrolment (000) | 32.10 | 33 90 | 35.70 | 37 50 | 39 30 | 41 10 | 43.00 | 56.60 |
| b No of Institutions | 410 00 | 435 00 | 460 00 | 485 00 | 510 00 | 535 00 | 560.00 | 715.00 |
| c No of Teachers (000) | 3 30 | 3 50 | 3 70 | 3 90 | 3 90 | 4 10 | 4.50 | 8.20 |
| **7. Mono/Polytechnic** | | | | | | | | |
| a Enrolment (000) | 42 12 | 45 40 | 48 70 | 52 10 | 55 40 | 58 70 | 62.00 | 87.20 |
| b No of Institutions | 84 00 | 94 00 | 102 20 | 110 00 | 119 00 | 127 00 | 135.00 | 201.00 |
| c No of Teachers (000) | 2 14 | 2 24 | 2 35 | 2 46 | 2 58 | 2 69 | 2.80 | 3.90 |

Source: 1 Planning and Development Division (Education Section)
2 Economic Survey, 1996-97
3. Academy of Educational Planning and Management, Islamabad

# PHYSICAL & FINANCIAL TARGETS FOR HIGHER EDUCATION LEVEL

TABLE 3

| | 1996-97 Actual | 1997-98 Estimated | 1998-99 | 199-2000 | 2000-2001 | 2001-2002 | Targets 2002-2003 | Targets 2010 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| **8. Degree Colleges (Arts & Science)** | | | | | | | | |
| a Enrolment (000) | 256.00 | 360.00 | 368.00 | 376.00 | 384.00 | 392.00 | 400.00 | 650.00 |
| b No. of Institution | 532.00 | 535.00 | 545.00 | 555.00 | 565.00 | 575.00 | 585.00 | 700.00 |
| c No. of Teachers | 20907.00 | 20970.00 | 21033.00 | 21096.00 | 21159.00 | 21223.00 | 21286.00 | 21737.00 |
| **9. Degree Colleges (Professional)** | | | | | | | | |
| a Enrolment (000) | 151.00 | 160.00 | 164.00 | 169.00 | 173.00 | 178.00 | 182.00 | 200.00 |
| b No. of Institution | 204.00 | 205.00 | 206.00 | 207.00 | 208.00 | 209.00 | 210.00 | 250.00 |
| c No. of Teachers | 6173.00 | 6296.00 | 6422.00 | 6551.00 | 6682.00 | 6815.00 | 6952.00 | 7986.00 |
| **10. Universities** | | | | | | | | |
| **i. General (including degree awarding institutions)** | | | | | | | | |
| a Enrolment (000) | 72.00 | 73.00 | 78.00 | 84.00 | 89.20 | 94.60 | 100.00 | 150.00 |
| b No. of Institution | 42.00 | 42.00 | 43.00 | 44.00 | 45.00 | 45.00 | 45.00 | 50.00 |
| **ii. Engineering** | | | | | | | | |
| a Enrolment (000) | 19.00 | 19.00 | 21.00 | 23.00 | 24.00 | 26.00 | 28.00 | 50.00 |
| b No. of Institution | 15.00 | 15.00 | 15.00 | 16.00 | 16.00 | 16.00 | 17.00 | 20.00 |
| **iii. Agriculture** | | | | | | | | |
| a Enrolment (000) | 10.00 | 10.00 | 11.00 | 12.00 | 13.00 | 14.00 | 15.00 | 25.00 |
| b No. of Institution | 4.00 | 4.00 | 4.00 | 4.00 | 4.00 | 4.00 | 4.00 | 4.00 |

Source: 1 Planning and Development Division (Education Section)
2 Economic Survey: 1996-97
3 Academy of Educational Planning and Management Islamabad

## ALLOCATION FOR 1997-98

TABLE 4 (Rs. in million)

| Sub-Sector | Allocation | | |
|---|---|---|---|
| | Development | Recurring | Total |
| * Primary Education | 5,197 | 29,103 | 34,300 |
| Secondary Education | 683 | 14,022 | 14,705 |
| Teacher Education | 152 | 474 | 625 |
| Technical Education | 355 | 1,193 | 1,548 |
| College Education | 448 | 4,799 | 5,247 |
| University Education | 426 | 2,492 | 2,918 |
| Scholarships | 237 | 13 | 250 |
| Literacy 7 Non-Formal Education | 88 | 3 | 91 |
| Miscellaneous | 285 | 4,053 | 4,338 |
| Total | 7,871 | 56,152 | 64,022 |

* Primary and Middle Education have been integrated into Elementary Education

## PROPOSED ALLOCATION FOR EDUCATION 1998-2003

TABLE 5 (Rs. in million)

| Year | GDP | Growth % | EDUCATION BUDGET | | | %Share |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | | | Development | Recurring | Total | of GDP |
| Actual Allocation | | | | | | |
| 1997-98 | 2,882,100.0 | | 7,872.1 | 56,152.5 | 64,024.6 | 2.2 |
| Proposed allocations | | | | | | |
| 1998-99 | 3,055,026.0 | 6.0 | 15,275.0 | 61,101.0 | 76,376.0 | 2.5 |
| 1999-00 | 3,238,328.0 | 6.0 | 18,199.0 | 72,798.0 | 90,997.0 | 2.8 |
| 2000-01 | 3,432,627.0 | 6.0 | 21,694.0 | 86,777.0 | 108,471.0 | 3.2 |
| 2001-02 | 3,638,585.0 | 6.0 | 25,834.0 | 103,336.0 | 129,170.0 | 3.6 |
| 2002-03 | 3,856,900.0 | 6.0 | 30,855.0 | 123,421.0 | 154,276.0 | 4.0 |
| | | Total | 111,857.0 | 447,433.0 | 559,290.0 | |

Source: 1 Planning, Science & Technical Education (PSTE), Ministry of Education
2 Federal Education Management, Islamabad

## DEVELOPMENT ALLOCATION FOR EDUCATION POLICY

TABLE 6 (Rs. in million)

| Sub-Sector\Province | Punjab | Sindh | N.W.F.P | Balochistan | Federal | Total Public | Private Sector | Total |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| Elementary Education | 25,344 | 12,672 | 7,603 | 5,069 | 4,010 | 54,698 | 7,000 | 61,698 |
| Secondary Education | 15,779 | 7,890 | 4,734 | 3,156 | 2,081 | 33,640 | 15,500 | 49,140 |
| Teacher Education | 904 | 452 | 271 | 181 | 192 | 2,000 | - | 2,000 |
| Technical Education | 2,952 | 1,476 | 886 | 590 | 595 | 6,499 | 2,500 | 8,999 |
| College Education | 2,036 | 1,018 | 611 | 407 | 428 | 4,500 | 1,500 | 6,000 |
| University Education | - | - | - | - | 6,000 | 6,000 | 2,500 | 8,500 |
| Scholarships | 679 | 339 | 204 | 136 | 143 | 1,501 | - | 1,501 |
| Literacy & Non-Formal Educ | - | - | - | - | 1,000 | 1,000 | - | 1,000 |
| Libraries & Text Books | 181 | 91 | 54 | 36 | 38 | 400 | - | 400 |
| Miscellaneous | 553 | 276 | 166 | 111 | 313 | 1,419 | 1,000 | 2,419 |
| Total | 48,428 | 24,214 | 14,529 | 9,686 | 14,809 | 111,657 | 30,000 | 141,657 |
| Other Federal Divisions | | | | | 200 | 200 | - | 200 |
| Total | 48,428 | 24,214 | 14,529 | 9,686 | 15,000 | 111,857 | 30,000 | 141,857 |

## RECURRING BUDGET FOR EDUCATION POLICY (1998-2003)

TABLE 7 (Rs in million)

| Sub-Sector\Province | Punjab | Sindh | N.W.F.P | Balochistan | Federal | Total Public | Private Sector | Total |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| Elementary Education | 101,377 | 50,689 | 30,413 | 20,275 | 16,042 | 218,796 | 28,000 | 246,796 |
| Secondary Education | 63,117 | 31,559 | 18,935 | 12,623 | 8,326 | 134,560 | 62,000 | 196,560 |
| Teacher Education | 3,616 | 1,808 | 1,085 | 723 | 768 | 8,000 | - | 8,000 |
| Technical Education | 11,809 | 5,905 | 3,543 | 2,362 | 2,382 | 26,001 | 10,000 | 36,001 |
| College Education | 8,145 | 4,073 | 2,444 | 1,629 | 1,710 | 18,001 | 6,000 | 24,001 |
| University Education | - | - | - | - | 24,000 | 24,000 | 10,000 | 34,000 |
| Scholarships | 2,715 | 1,358 | 815 | 543 | 570 | 6,001 | - | 6,001 |
| Literacy & Non-Formal Educ | - | - | - | - | 4,000 | 4,000 | - | 4,000 |
| Libraries & Text Books | 724 | 362 | 217 | 145 | 152 | 1,600 | - | 1,600 |
| Miscellaneous | 2,212 | 1,106 | 664 | 442 | 1,253 | 5,677 | 4,000 | 9,677 |
| Total | 193,715 | 96,860 | 58,116 | 38,742 | 59,203 | 446,636 | 120,000 | 566,636 |
| Other Federal Divisions | | | | | 800 | 800 | - | 800 |
| Total | 193,715 | 96,860 | 58,116 | 38,742 | 60,003 | 447,436 | 120,000 | 567,436 |

## ALLOCATION FOR EDUCATION POLICY (1998-2003)

### Total (Development + Recurring)

TABLE 8 (Rs in million)

| Sub-Sector\Province | Punjab | Sindh | N.W.F.P | Balochistan | Federal | Total Public | Private Sector | Total |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| Elementary Education | 126,721 | 63,361 | 38,016 | 25,344 | 20,052 | 273,494 | 35,000 | 308,494 |
| Secondary Education | 78,896 | 39,448 | 23,669 | 15,779 | 10,407 | 168,199 | 77,500 | 245,699 |
| Teacher Education | 4,520 | 2,260 | 1,356 | 904 | 960 | 10,000 | - | 10,000 |
| Technical Education | 14,762 | 7,381 | 4,428 | 2,952 | 2,977 | 32,500 | 12,500 | 45,000 |
| College Education | 10,181 | 5,091 | 3,054 | 2,036 | 2,138 | 22,500 | 7,500 | 30,000 |
| University Education | - | - | - | - | 30,000 | 30,000 | 12,500 | 42,500 |
| Scholarships | 3,394 | 1,697 | 1,018 | 679 | 713 | 7,501 | - | 7,501 |
| Literacy & Non-Formal Educ | - | - | - | - | 5,000 | 5,000 | - | 5,000 |
| Libraries & Text Books | 905 | 453 | 272 | 181 | 190 | 2,001 | - | 2,001 |
| Miscellaneous | 2,765 | 1,382 | 829 | 553 | 1,566 | 7,095 | 5,000 | 12,095 |
| Total | 242,144 | 121,073 | 72,642 | 48,428 | 74,003 | 558,290 | 150,000 | 708,290 |
| Other Federal Divisions | | | | | 1,000 | 1,000 | | 1,000 |
| Total | 242,144 | 121,073 | 72,642 | 48,428 | 75,003 | 559,290 | 150,000 | 709,290 |

Source: 1 Planning, Science & Technical Education (PSTE), Ministry of Education
2 Academy of Educational Planning and Management, Islamabad

# STATEMENT OF 1ST TO 8TH PLANS ALLOCATION AND EXPENDITURE ON EDUCATION IN PAKISTAN

TABLE 9

(Rs. in million)

| SUB-SECTOR | 1ST PLAN (1955-60) | | 2ND PLAN (1960-65) | | 3RD PLAN (1965-70) | | NON PLAN PERIOD (1970-78) | | 5TH PLAN (1978-83) | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | ALLOC. | EXPR. | ALLOC. | EXPR. | ALLOC. | EXPR. | ALLOC. | EXPR. | ALLOC. | EXPR. |
| Primary Education | 51.4 | 21.2 | 78 | 18.8 | 67.51 | 24.74 | 473.93 | 443.76 | 3049.7 | 1413.1 |
| Secondary Education | 58.1 | 44 | [illegible] | 95.3 | 298.183 | 124.5 | 502.52 | 541.55 | 3257 | 1090.1 |
| Teacher Education | 23.3 | 4.6 | 17.4 | 17.5 | 36.01 | 15.05 | 109.9 | 114.01 | 380 | 290.3 |
| Technical Education | - | - | - | - | - | - | - | - | - | - |
| College Education | 31.8 | 29.5 | 17 | 68.3 | 64.04 | 64.16 | 314.81 | 374.02 | 767 | 536.6 |
| University Education | 48.5 | 36.5 | 47.5 | 58.9 | 91.95 | 59.69 | 334.05 | 398.79 | 725 | 687 |
| Scholarships | 2.6 | 1.0 | 18.7 | 40.1 | 91.0 | 76.85 | 257.74 | 259.87 | 430 | 349.6 |
| Literacy & Mass Education | - | - | - | - | - | - | - | - | - | - |
| Libraries & Text Books | - | - | - | - | - | - | - | - | - | - |
| Miscellaneous | 29.8 | 39.1 | 137.8 | 55.24 | 83.55 | 51.45 | 519.54 | 297.5 | 287 | 526.1 |
| Sub-Total | 255.5 | 176.2 | 412.8 | 363.14 | 728.24 | 426.44 | 2512.49 | 2559.49 | 8895.7 | 4892.8 |
| Other Education | 49.43 | 21.76 | 77.2 | 85.65 | 358.36 | 154.17 | 485.65 | 843.16 | 1802.3 | 750.7 |
| Total Education: | 384.93 | 197.96 | 490.0 | 448.79 | 1086.60 | 580.61 | 2998.14 | 3402.65 | 10698.0 | 5643.5 |

(Rs. In million)

| SUB-SECTOR | 6TH PLAN (1983-88) | | 7TH PLAN (1988-93) | | 8TH PLAN (1993-98) | | 9TH PLAN (1998-2003) | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | ALLOC. | EXPR. | ALLOC. | EXPR. | ALLOC. | EXPR. | ALLOC. | EXPR. | |
| Primary Education | 7000.0 | 3172.40 | 10128.0 | 6399.165 | 32669.0 | 22340.37 | 69,860 | | |
| Secondary Education | 4125.0 | 3231.02 | 6404.0 | 5507.312 | 16521.2 | 4930.358 | 33,140 | | |
| Teacher Education | 305.0 | 156.75 | 287.0 | 260.256 | 3360.0 | 616.931 | 2,000 | | |
| Technical Education | 1315.0 | 857.95 | 2000.0 | 943.166 | 2447.0 | 2373.324 | 5,000 | | |
| College Education | 1300.0 | 991.95 | 615.0 | 1730.536 | 2507.5 | 2350.891 | 2,000 | | |
| University Education. | 2100.0 | 1629.70 | 1800.0 | 1890.8635 | 4100.0 | 1727.751 | 4,000 | | |
| Scholarships | 660.0 | 663.67 | 760.0 | 867.117 | 1400.0 | 1215.743 | 15,000 | | |
| Literacy & Mass Education | 750.0 | 724.09 | 300.0 | 510.308 | 1750.0 | 409.154 | 1,000 | | |
| Libraries & Text Books | 455.0 | 128.32 | 85.0 | 26.85 | 200.0 | 19.2 | 300 | | |
| Miscellaneous | 570.0 | 3463.97 | [illegible] | 1216.438 | 3877.0 | 1217.853 | 1,900 | | |
| Sub-Total | 18580.0 | 15219.82 | [illegible] | 19352.012 | 68831.7 | 38201.495 | 133,300 | | |
| Other Education | 250.0 | 1386.20 | 154.8 | [illegible] | 200.0 | 165.992 | 200 | | |
| Total Education: | 18830 | 16606.020 | 22684.8 | 20232.97 | 69031.70 | 38367.49 | 133,500 | | |

Source: 1 Planning, Science & Technical Education (PSTE), Ministry of Education
2 Federal Education Management Information Systerm, AEPAM, Islamabad

# حوالن جا ڪتاب
# REFERENCES

## PART-I

### CHAPTER-1

1. Stephens, J.M.: *Educational Psychology*: The study of Educational Growth, New York, Henry Holt, 1959, pp.220,324,348,448.

2. McDonald, F.J.: *Educational Psychology*, Lodnon, Prentice - Hall, 1961, p.438.

3. Clement, S.L.: *Seven Principles of Learning*, Clearing House, 36, September 1961, p.25.

4. Crow, L.D. & Crow, A.: *Human Development and Learning*, New York, American Book Company, 1956, p.28.

5. Trow, William C. : "*When are Children Ready to Learn?*" in W.A.Fullagar, H.G.Lewis and C.F. Cumbee(Eds.): *Reading for Educational Psychology*, New York, Thomas Y. Crowell Co., 1964, p.225.

6. Olson, Willard.C. & Hughes, B.O: *Concepts of Growth-Their Significance to Teachers,* in W.A.: Fullagar, H.G. Lewis and C.F. Cumbee (Eds.): *Reading for Educational Psychology*, New York: Thomas Y. Crowell Co., 1964, p.119.

7. Watson, G.: *What we know About Learning*, NEA Journal, 52: March 1963, pp.21,22.

8. Romanov, C.V.: *Applying Learning Principles to Classroom Teaching*, Chicago School Journal 44, March 1963, p.262.

9. Cronbach, L.J.: *Essentials of Psychological Testing*, New York, Harper & Brothers, 1960, pp.263, 264.

## PART-I

**CHAPTER-5**

10. Sarason, Symour B. et al.: *The preparation of Teachers*, New York, Wiley, 1962.

11. Magrulies, S. & Eigen, L.D. (Eds.): *Applied Programmed Instruction*, New Yrok, Wiley, 1962, p.2.

12. Goldberg, I.A.: *An Introduction to Programmed Instruction*, New Yrok, Wiley, 1962, pp.16-19.

## PART-II

**CHAPTER - 1**

13. *The First Five - year Plan (1955-60)*, Government of Pakistan, Karachi, 1958, p.573.

14. *Report of the Commission on National Education (1959)*, Government of Pakistan, Karachi, 1960, pp.17,24,123-160.

15. Qazi, A.M.: *Need for Reforms in the present system of University Examinations*, The Sindh University Journal of Education, Vol.I, October, 1955,pp.23,90.

16. *Proceedings of the Educational Conference (1951)*, Government of Pakistan, Karachi, 1956, p.64.

## PART-III

**CHAPTER - 2**

17. Ministry of Education: *National Education Policy, 92*, Government of Pakistan, Islamabad, 1992, p.60.

18. Manzoor-ul-Haque, Dr. and Shaikh Muhammad Saghir: *Analysis of Integrated Text Book for Class-I*, Bureau of Curriculum and Extension Wing Sindh, @ Jamshoro, June 1992, p.14.

19. Shamsi, Perwaiz Prof.: *Education in Search of Fundamentals*, (First Edition), National Book Foundation, Karachi, 1976, p.102.

## PART-IV

**CHAPTER-1**

20. Kerlinger, F.N.: *Foundations of Behavioural Research*, New York, Holt, Rinehart, Winston, 1964, p.275.

21. Gage, N.L.: "*This side of Paradigms*", Proceedings of the San Francisco Conference, 1963, Chicago, National Council for Teachers of English, 1964, pp.22-31.

22. Lathrop, R.G.: *Introduction to Psychological Research*, New York, Harper & Row, 1969, pp.7-13.

23. Harris, C.W.(Ed): *Encyclopedia of Educational Reseach*, New York, The Macmillan Co., 1960, pp.1161-62.

24. Monroe, M.S.(Ed): *Encyclopedia of Educational Research*, New York, The Macmillan Co., 1952, p.414.

25. Hurlock, E.: *An Evaluation of Certain Incentives Used in School Work*, Journal of Educational Psychology, Vol.XVI, pp.145-159.

26. Hartman, G.W.: "A field of Experiment on the Comparative Effectiveness of of 'Emotional' and 'Rational' Political Leaflets in Determining Election Results", Journal of Abnormal and Social Psychology, Vol.XXXI, pp.99-114.

## PART-IV

**CHAPTER - 2**

27. Kerlinger, Fred N.: *Progressivism and Traditionalism*, The School Review, Vol.66, 1958.

28. Sherif, M. & Sherif, C.W.: *An outline of Social Psychology*, New York, Harper & Brothers, 1956, p.542.

29. Krech, D. Crutchfield, R.S. & Ballachy, E.L.: *Individual in Society*, New Yrok, McGraw-Hill, 1962, pp.181-219.

## PART-IV

**CHAPTER-3**

30. Honigmann, John: *The World of Man*, New Yrok, Harper, 1959,pp.10-12.

31. Reuter, Edward B.: "*The Relations Between Race and Culture*" in Alfered M. Lee (Ed): *Principles of Sociology*, New York, Barnes & Noble, 1953, pp.6, 123.

32. Redfield, Robert: *Unpublished Lectures*, Social Science Series, University of Chicago, as quoted by William F.Ogburn and Meyer F. Nimkoff: *Sociology*, Boston: Houghton Mifflin, 1958, p.50.

33. Biesanz, John and Biesanz, Mavis: *Modern Society, An Introduction to Social Sciences*, New York, Prentice Hall, 1954, pp.45, 49, 85, 88.

34. Maciver, R.M. and Charles, H.Page: *Society: An Introductory Analysis*, London, Macmillan, 1962, pp.5,620.

## PART - V

### CHAPTER-1

35. *Report of the Commission on National Education (1959)*, Government of Pakistan, Karachi, 1960, pp.81, 116-117, 246.

36. Nixon, Alfred E.: "*The Meaning of Appreciation*", Science Education, XXIX, (Feb. 1945), pp.24-40, as quoted by Heiss, Obourn, and Hoffman, Charles, W.: *Modern Science Teaching*, New York, Macmillan Company, 1951, 9.24.

37. *Report of the Curriculum Committee for Secondary Education*, Government of Pakistan, Rawalpindi, 1960, pp.24, 91.

38. Thorndike, R.L. and Elizabeth, H.: *Measurement and Evaluation in Psychology and Education*, New Yrok, John Wiley, 1958, pp.324-31.

39. Wiley, R.D. and Dean, C.A.: *Modern Methods and Techniques in Guidance*, New York, Harper and Brothers, 1955, pp.584-89.

40. Burnett, R.W.: *Teaching Science in Secondary School, New York*, Rinehart and Company, 1957, pp.34-35, 327-37,333-334,335-36.

## PART-V

### CHAPTER-2

41. Benjamin, Ludy T.Jr.: *A History of Pscychology*, New York,

McGraw-Hill Book Company, 1988, pp.16,58-76, 198, 275, 290-92.

42. Khalid. Tanvir Mrs.: *Education - An Introduction to Educational Philosophy and History*, Karachi, National Book Foundation, 1974, pp.91-95, 118-126.

43. Eby, Frederic: *The Development of Modern Education* (Second Edition), New Delhi, Prentice-Hall of India Pvt. Ltd., 1964, pp.471-95, 632.

44. Rusk, Robert R.: *Doctrines of the Great Educators* (Fifth Edition), London, M. Macmillan, 1987, pp.155-177.

45. Marx, Melvin H. and Cronan - Hillix, W.A.: *Systems and Theories in Psychology,* (Fourth Edition), New York, McGraw-Hill Book Company, 1987, pp.112-119.

**PART - VII**

46. *National Education Policy 1998-2010*, Government of Pakistan, Ministry of Education, Islamabad, 1998.

•••

# پڙهندڙ نَسُل . پَ ن

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books نـاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي ڳُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجھہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڙ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪُرِ پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> ۔ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)